# سُوْرَةُ الْفَاتِحَةِ

## بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

اللّٰه جي نالي سان (شروع) جيڪو نهايت مهربان ڏاڍو رحم ڪندڙ آهي.

| اَلْحَمْدُ | لِلّٰهِ | رَبِّ | الْعٰلَمِيْنَ ○ 1 | الرَّحْمٰنِ | الرَّحِيْمِ ○ 2 |
|---|---|---|---|---|---|
| سڀ ساراهون | اللّٰه لاءِ ئي آهن | (جيڪو) پالڻهار آهي | سڀني جهانن جو | نهايت مهربان | ڏاڍو رحم ڪندڙ آهي. |

سڀ ساراهه (خاص) جهانن جي پالڻهار اللّٰه کي جڳائي (۱) (جو) ٻاجهارو مهربان(۲)

| مٰلِكِ | يَوْمِ الدِّيْنِ ○ 3 | اِيَّاكَ | نَعْبُدُ | وَ | اِيَّاكَ | نَسْتَعِيْنُ ○ 4 |
|---|---|---|---|---|---|---|
| مالڪ آهي | جزا جي ڏينهن جو. | تنهنجي ئي | اسان عبادت ڪريون ٿا | ۽ | تو کان ئي | اسان مدد گهرون ٿا. |

قيامت جي ڏينهن جو مالڪ (آهي) (۳) تنهنجي ئي عبادت ڪيون ٿا ۽ تو کان ئي مدد گهرون ٿا.(۴)

| اِهْدِنَا | الصِّرَاطَ | الْمُسْتَقِيْمَ ○ 5 | صِرَاطَ | الَّذِيْنَ | اَنْعَمْتَ | عَلَيْهِمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏيکار اسانکي | واٽ | سڌي. | واٽ | انهن ماڻهن جي | انعام ڪيو تو | جن تي |

اسان کي سڌي واٽ ڏيکار.(۵) جا انهن جي واٽ آهي جن تي فضل ڪيو اٿئي(۶)

| غَيْرِ | الْمَغْضُوْبِ | عَلَيْهِمْ | وَ | لَا | الضَّآلِّيْنَ ○ 7 |
|---|---|---|---|---|---|
| نہ | ڏمر ڪيو ويو | جن تي | ۽ | نہ | اهي گمراهہ آهن. |

نہ انهن جي (واٽ) جن تي ( تنهنجو) ڏمر ٿيل آهي ۽ نہ گمراهن جي (واٽ). (۷)

ع

# سُوْرَةُ الْبَقَرَةِ

## بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ○

اللّٰه جي نالي سان (شروع) جيڪو نهايت مهربان ڏاڍو رحم ڪندڙ آهي.

| الٓمّٓ ① | ذٰلِكَ | الْكِتٰبُ | لَا | رَيْبَ ۛۚ | فِيْهِ ۛۚ | هُدًى | لِّلْمُتَّقِيْنَ ② |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الٓمّٓ | هي | ڪتاب آهي | ناهي | ڪوئي شڪ | هن ۾ | هدايت آهي | (اللّٰه ڪان) ڊڄڻ وارن لاءِ . |
| الٓمّٓ (١) هيءُ ڪتاب، جنهن ۾ ڪو شڪ ڪونهي، اُنهن خدا ترسن کي سِڌو رستو ڏيکاريندڙ آهي،(٢) | | | | | | | |

| الَّذِيْنَ | يُؤْمِنُوْنَ | بِالْغَيْبِ | وَ | يُقِيْمُوْنَ | الصَّلٰوةَ | وَ | مِمَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي جيڪي | ايمان آڻين ٿا | ڳجهه تي | ۽ | اهي قائم ڪن ٿا | نماز | ۽ | جيڪي ڪجهه انهيءَ مان |
| جيڪي اڻ ڏٺي تي ايمان آڻيندا آهن ۽ نماز پڙهندا آهن ۽ ڪين جيڪي | | | | | | | |

| رَزَقْنٰهُمْ | يُنْفِقُوْنَ ③ | وَ | الَّذِيْنَ | يُؤْمِنُوْنَ | بِمَآ | اُنْزِلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان ڪين ڏنو | اهو (اللّٰه جي راه ۾) خرچ ڪن ٿا. | ۽ | اهي جيڪي | ايمان آڻين ٿا | ان تي جيڪو | نازل ڪيو ويو |
| رزق ڏنوسين تنهن مان خرچيندا آهن.(٣) ۽ اُهي (اي پيغمبر) جيڪو (قرآن) تو ڏانهن لاٿو ويو ۽ جيڪي توکان | | | | | | |

| اِلَيْكَ | وَ | مَآ | اُنْزِلَ | مِنْ قَبْلِكَ ۚ | وَ | بِالْاٰخِرَةِ | هُمْ | يُوْقِنُوْنَ ④ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (اي محمدؐ) تو ڏانهن | ۽ | جيڪو | نازل ڪيو ويو | تو ڪان اڳ | ۽ | آخرت تي پڻ | اهي | يقين رکن ٿا. |
| اڳ (ٻين پيغمبرن تي) لاٿو ويو تنهن کي مڃيندا آهن ۽ اُهي آخرت تي يقين رکندا آهن.(٤) | | | | | | | | |

| أُولٰٓئِكَ | عَلٰى هُدًى | مِّنْ رَّبِّهِمْ | وَ | أُولٰٓئِكَ هُمُ | الْمُفْلِحُوْنَ ⑤ | اِنَّ | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي ماڻهو | هدايت تي آهن | پنهنجي رب جي طرفان | ۽ | اهي ئي | ڇوٽڪاري وارا آهن. | بيشڪ | اهي جن |

اِهي ئي (انهيءَ) سڌي واٽ تي آهن جا سندن پالڻهار کان (ڏسيل) آهي ۽ اِهي ئي ڇوٽڪاري وارا آهن.(٥) بيشڪ جن

| كَفَرُوْا | سَوَآءٌ | عَلَيْهِمْ | ءَ | اَنْذَرْتَهُمْ | اَمْ | لَمْ | تُنْذِرْهُمْ | لَا | يُؤْمِنُوْنَ ⑥ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪفر ڪيو | برابر آهي | تن تي | ڀلي | تون ڊيڄارين انهن کي | يا | نہ | ڊيڄارين انهن کي | نہ | آڻيندا اُهي ايمان |

انڪار ڪيو تن تي (اي پيغمبر!) تنهنجو کين ڊيڄارين يا نه ڊيڄارين (سو) هڪجهڙو آهي اِهي ايمان نه آڻيندا.(٦)

| خَتَمَ | اللّٰهُ | عَلٰى | قُلُوْبِهِمْ | وَ | عَلٰى | سَمْعِهِمْ | وَعَلٰٓى | اَبْصَارِهِمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مهر هڻي ڇڏي آهي | الله | مٿان | انهن جي دلين جي | ۽ | مٿان | انهن جي ڪنن جي | ۽ مٿان | انهن جي اکين جي |

الله سندن دلين تي ۽ سندن ڪنن تي مُهر هڻي آهي، ۽ سندن اکين تي ڇَوڙ (ڇڙهيل)

ع

| غِشَاوَةٌ | وَّ | لَهُمْ | عَذَابٌ | عَظِيْمٌ ⑦ | وَ | مِنَ النَّاسِ | مَنْ | يَّقُوْلُ | اٰمَنَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پردو آهي | ۽ | انهن لاءِ | عذاب آهي | تمام وڏو. | ۽ | ڪي ماڻهو (اهي آهن) | جيڪي | چون ٿا | اسان ايمان آندو |

آهي ۽ اُنهن لاءِ وڏو عذاب آهي. (٧) ۽ ماڻهن مان ڪي (اهڙا) آهن جي چوندا آهن ته

| بِاللّٰهِ | وَ | بِالْيَوْمِ الْاٰخِرِ | وَ | مَا | هُمْ | بِمُؤْمِنِيْنَ ⑧ | يُخٰدِعُوْنَ اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله تي | ۽ | آخرت جي ڏينهن تي | حالانڪ | ناهن | اهي | ايمان آڻڻ وارا . | اهي الله کي دوکو ڏين ٿا |

الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃيوسين ۽ حقيقت ۾ اُهي مؤمن نہ آهن. (٨) الله ۽ مومنن کي دلبو

| وَ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | وَ | مَا | يَخْدَعُوْنَ | اِلَّآ | اَنْفُسَهُمْ | وَ | مَا | يَشْعُرُوْنَ ⑨ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | انهن کي جن | ايمان آندو | ۽ | نٿا | اهي دوکو ڏين | پر | پنهنجو پاڻ کي | ۽ | نٿا | اهي سمجهه رکن. |

ڏيندا آهن، ۽ حالانڪ پاڻ کان سواءِ (ٻئي ڪنهن کي) دلبو نہ ڏيندا آهن ۽ نہ سمجهندا آهن.(٩)

| فِيْ قُلُوْبِهِمْ | مَّرَضٌ | فَزَادَهُمُ اللّٰهُ | مَرَضًا | وَ | لَهُمْ | عَذَابٌ | اَلِيْمٌ | بِمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جي دلين ۾ | بيماري آهي | پوءِ الله کين وڌائي ڇڏيو | بيماريءَ ۾ | ۽ | انهن لاءِ | عذاب آهي | دردناڪ | سببان ان جي |

سندن دلين ۾ (منافقيءَ جي) بيماري آهي پوءِ الله سندين بيماري وڌائي، ۽ انهيءَ ڪري جو (هو) ڪُوڙ ڳالهائيندا

| كَانُوْا | يَكْذِبُوْنَ ⑩ | وَ | اِذَا | قِيْلَ | لَهُمْ | لَا | تُفْسِدُوْا | فِي الْاَرْضِ | قَالُوْٓا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جو) هئا اهي | ڪوڙ ڳالهائيندا. | ۽ | جڏهن | چيو وڃي ٿو | انهن کي | نہ | توهان فساد ڪريو | زمين ۾ | (تہ) چون ٿا |

آهن انهن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي. (١٠) ۽ جڏهن کين چئبو آهي ته مُلڪ ۾ فساد نه وجهو، چوندا آهن

| اِنَّمَا نَحْنُ | مُصْلِحُوْنَ ⑪ | اَلَآ | اِنَّهُمْ هُمُ | الْمُفْسِدُوْنَ | وَلٰكِنْ | لَّا | يَشْعُرُوْنَ ⑫ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان تہ فقط | سڌارو ڪرڻ وارا آهيون. | خبردار | بيشڪ اهي ئي آهن | فساد ڪندڙ | ۽ پر | نٿا | اهي سمجهه رکن. |

ته اسين سڌاريندڙ ئي آهيون. (١١) خبردار! اِهي پاڻ فسادي آهن پر نه سمجهندا آهن.(١٢)

| وَ | اِذَا | قِيۡلَ | لَهُمۡ | اٰمِنُوۡا | كَمَاۤ | اٰمَنَ | النَّاسُ | قَالُوۡۤا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | جڏهن | چيو وڃي ٿو | انهن کي | توهان ايمان آڻيو | جيئن | ايمان آندو آهي | (ٻين) ماڻهن | (تہ) اهي چون ٿا |

۽ جڏهن کين چئبو آهي تہ جهڙي طرح ٻين ماڻهن ايمان آندو آهي (تهڙي طرح اوهين بہ) ايمان آڻيو (تڏهن) چوندا آهن

| اَنُؤۡمِنُ | كَمَاۤ | اٰمَنَ | السُّفَهَآءُ | اَلَاۤ | اِنَّهُمۡ هُمُ | السُّفَهَآءُ | وَلٰكِنۡ | لَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇا اسان ايمان آڻيون | جيئن | ايمان آندو آهي | بيوقوفن؟ | خبردار | بيشڪ اهي ئي آهن | بيوقوف | پر | نٿا |

ته جئن بي سمجهن ايمان آندو آهي تئن ايمان آڻيون ڇا؟ خبردار، اُهي ئي بي سمجهه آهن پر نہ

| يَعۡلَمُوۡنَ ⑬ | وَ | اِذَا | لَقُوا | الَّذِيۡنَ | اٰمَنُوۡا | قَالُوۡۤا | اٰمَنَّا ۚ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي ڄاڻن. | ۽ | جڏهن | اهي ملن ٿا | انهن سان جن | ايمان آندو | (تہ) چون ٿا | اسان (بہ) ايمان آندو آهي | ۽ |

ڄاڻندا آهن. (١٣) ۽ جڏهن مؤمنن کي ملندا آهن (تڏهن) چوندا آهن ته اسان ايمان آندو آهي، ۽ جڏهن پنهنجن شيطانن

| اِذَا | خَلَوۡا | اِلٰى | شَيٰطِيۡنِهِمۡ ۙ | قَالُوۡۤا | اِنَّا | مَعَكُمۡ ۙ | اِنَّمَا نَحۡنُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جڏهن | اڪيلا ٿين ٿا | طرف | پنهنجي سردارن جي | (تہ) چون ٿا | بيشڪ اسان | توهان سان آهيون | اسان تہ فقط |

(سردارن) کي هيڪلو ملندا آهن (تڏهن) چوندا آهن تہ اسين (پر ۾) اوهان سان آهيون اسين (مؤمنن سان) رڳو چٿر

| مُسۡتَهۡزِءُوۡنَ ⑭ | اَللّٰهُ | يَسۡتَهۡزِئُ | بِهِمۡ | وَ | يَمُدُّهُمۡ | فِىۡ طُغۡيَانِهِمۡ | يَعۡمَهُوۡنَ ⑮ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٺٺول ڪندڙ آهيون. | الله | ٺٺول ڪري ٿو | انهن سان | ۽ | کين ڍَرَ ڏئي ٿو | سندن سرڪشيءَ ۾ | اهي ڀٽڪندا وتن ٿا. |

ڪندڙ آهيون. (١٤) الله ساڻن چٿر ڪندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي سرڪشي ۾ ديگهہ ڏيندو آهي جو عقل جا انڌا آهن. (١٥)

| اُولٰٓـئِكَ | الَّذِيۡنَ | اشۡتَرَوُا | الضَّلٰلَةَ | بِالۡهُدٰى ۖ | فَمَا | رَبِحَتۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اِهي | اُهي آهن جن | خريد ڪئي | گمراهي | هدايت جي بدلي | تنهنڪري نہ | فائديمند ٿي |

اِهي اُهي آهن جن هدايت جي بدران گمراهي ڳڏي، پوءِ سندن واپار کين فائدو نہ ڏنو

| تِّجَارَتُهُمۡ | وَ | مَا | كَانُوۡا | مُهۡتَدِيۡنَ ⑯ | مَثَلُهُمۡ | كَمَثَلِ | الَّذِى | اسۡتَوۡقَدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سندن تجارت | ۽ | نہ | ٿيا اُهي | هدايت پائڻ وارا. | انهن جو مثال | ان (ماڻهوءَ) جهڙو آهي | جنهن | ٻاري |

۽ نڪي اُهي هدايت وارا ٿيا. (١٦) سندن مثال انهيءَ جي مثال جهڙو آهي جنهن

| نَارًا ۚ | فَلَمَّاۤ | اَضَآءَتۡ | مَا | حَوۡلَهٗ | ذَهَبَ | اللّٰهُ | بِنُوۡرِهِمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| باهہ | پوءِ جڏهن | روشن ڪيو ان (باهہ) | (ان کي) جيڪي | ان جي آس پاس آهي | (تہ) کسي ڇڏي | الله | انهن جي ديد |

باهہ ٻاري، پوءِ جنهن مهل باهہ پنهنجي آس پاس کي روشن ڪيو (تنهن مهل) الله سندن سوجهرو اجهايو

| وَتَرَكَهُمۡ | فِىۡ ظُلُمٰتٍ | لَّا | يُبۡصِرُوۡنَ ⑰ | صُمٌّۢ | بُكۡمٌ | عُمۡىٌ | فَهُمۡ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ کين ڇڏي ڏنو | اونداهين ۾ | نٿا | اهي ڏسن. | (اهي) ٻوڙا آهن | گونگا آهن | انڌا آهن | تنهنڪري اهي | نٿا |

۽ کين اونداهيءَ ۾ ڇڏي ڏنائين جو نہ ڏسن. (١٧) (اُهي) ٻوڙا، گونگا، انڌا آهن پوءِ اُهي نہ

| يَرْجِعُوْنَ ⑱ | اَوْ | كَصَيِّبٍ | مِّنَ السَّمَآءِ | فِيْهِ | ظُلُمٰتٌ | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| موٽن. | يا | (ان جو مثال) زوردار مينهن جهڙو آهي | (جيڪو) آسمان مان (وسندو) آهي | تنهن ۾ | اونده | ۽ |

موٽندا. (١٨) يا (سندن مثال اُنهي) آسماني برسات (وارن) جهڙو آهي جنهن ۾ اونداهيون ۽ گوڙ ۽

| رَعْدٌ | وَّ | بَرْقٌ | يَجْعَلُوْنَ | اَصَابِعَهُمْ | فِيْٓ اٰذَانِهِمْ | مِّنَ الصَّوَاعِقِ | حَذَرَ الْمَوْتِ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گاج | ۽ | وڄ (آهي) | هو ٽونبن ٿا | پنهنجون آڱريون | پنهنجن ڪنن ۾ | ڪڙڪن سبب | موت جي ڊپ کان |

وڄ هجي، اُهي پنهنجيون آڱريون پنهنجن ڪنن ۾، ڪڙڪن کان موت جي ڀَو ڪري وجهن،

| وَاللّٰهُ | مُحِيْطٌۢ | بِالْكٰفِرِيْنَ ⑲ | يَكَادُ | الْبَرْقُ | يَخْطَفُ | اَبْصَارَهُمْ ؕ | كُلَّمَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ الله | گهيرو ڪندڙ آهي | ڪافرن کي | ويجهو آهي (ته) | وڄ | ڇِنُ ڪري | سندن اکيون. | جڏهن به |

۽ الله ڪافرن کي گهيرو ڪندڙ آهي. (١٩) وڄ سندن اکين (جي سوجهري کي) اُمالڪ ڪسڻ تي هُجي، جڏهن انهن لاءِ

| اَضَآءَ لَهُمْ | مَّشَوْا | فِيْهِ ۙ | وَ | اِذَآ | اَظْلَمَ | عَلَيْهِمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| چمڪي ٿي ٿي ٿائن | (ته) اهي هلڻ لڳن ٿا | اُن (جي روشنيءَ) ۾ | ۽ | جڏهن | اونده ٿئي ٿي | انهن تي |

چمڪي ته منجهس هلن ٿا، ۽ جڏهن مٿن اونده ڪري تڏهن بيهي رهن ٿا،

| قَامُوْا ؕ | وَ | لَوْ | شَآءَ | اللّٰهُ | لَذَهَبَ | بِسَمْعِهِمْ | وَ | اَبْصَارِهِمْ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (ته) اهي بيهي رهن ٿا | ۽ | جيڪڏهن | گهري | الله | ته ڪسي وٺي | سندن ڪن | ۽ | سندن اکيون. |

۽ جيڪڏهن الله گهري ته سندن اکيون ۽ سندن ڪن ضرور وڃائي ڇڏي،

ع ۳ ۲

| اِنَّ | اللّٰهَ | عَلٰى | كُلِّ | شَيْءٍ | قَدِيْرٌ ⑳ ع | يٰٓاَيُّهَا | النَّاسُ | اعْبُدُوْا | رَبَّكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | مٿان | هر | شيءِ جي | قادر آهي. | اي | انسانؤ! | عبادت ڪريو | پنهنجي رب جي |

بيشڪ الله سڀ ڪنهن شيءِ تي وس وارو آهي. (٢٠) اي ماڻهؤ پنهنجي انهيءَ پالڻهار جي عبادت ڪريو

| الَّذِيْ | خَلَقَكُمْ | وَ | الَّذِيْنَ | مِنْ قَبْلِكُمْ | لَعَلَّكُمْ | تَتَّقُوْنَ ㉑ | الَّذِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهو جنهن | توهان کي خلقيو | ۽ | انهن کي جيڪي | توهان کان اڳ هئا | ته جيئن توهان | متقي بڻجو. | اهو جنهن |

جنهن اوهان کي ۽ جي اوهان کان اڳ هُئا تن کي پيدا ڪيو ته مانَ اوهين ڊڄو. (٢١) جنهن اوهان لاءِ

| جَعَلَ | لَكُمُ | الْاَرْضَ | فِرَاشًا | وَّ | السَّمَآءَ | بِنَآءً | وَّ | اَنْزَلَ | مِنَ السَّمَآءِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بڻايو | توهان لاءِ | زمين کي | وڇاڻو | ۽ | آسمان کي | ڇت | ۽ | هن نازل ڪيو | آسمان مان |

زمين کي وڇاڻو بڻايو ۽ آسمان کي ڇت، ۽ (مينهن جو) پاڻي آسمان کان وسايائين

| مَآءً | فَاَخْرَجَ | بِهٖ | مِنَ الثَّمَرٰتِ | رِزْقًا | لَّكُمْ ۚ | فَلَا | تَجْعَلُوْا | لِلّٰهِ | اَنْدَادًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پاڻي | پوءِ ڪڍيائين | ان سان | ميون مان | رزق | توهان لاءِ | تنهنڪري نه | توهان ٺاهيو | الله جا | شريڪ |

پوءِ اُن سان (هر جنس جي) ميون منجهان اوهان لاءِ روزي پيدا ڪيائين، پوءِ اوهين ڄاڻ هوندي الله سان

| وَّاَنْتُمْ | تَعْلَمُوْنَ ﴿22﴾ | وَ | اِنْ | كُنْتُمْ | فِيْ رَيْبٍ | مِّمَّا | نَزَّلْنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حالانڪ توهان | ڄاڻو ٿا. | ۽ | جيڪڏهن | آهيو توهان | شڪ ۾ | ان کان جيڪو | نازل ڪيو اسان |

ڪنهن کي شريڪ نہ ڪريو.(٢٢) ۽ پنهنجي ٻانهي (مُحَمَّدْ ﷺ) تي جيڪو (قرآن) لاٿوسون

| عَلٰى عَبْدِنَا | فَاْتُوْا | بِسُوْرَةٍ | مِّنْ مِّثْلِهٖ | وَ | ادْعُوْا | شُهَدَآءَكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي ٻانهي (محمد ﷺ) تي | تہ توهان آڻيو | هڪ سورت | ان جهڙي | ۽ | توهان سڏيو | پنهنجي مددگارن کي |

تنهن کان جيڪڏهن اوهين شڪ ۾ آهيو تہ جهڙيس ڪائي سُورة بڻائي آڻيو،

| مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ | اِنْ | كُنْتُمْ | صٰدِقِيْنَ ﴿23﴾ | فَاِنْ | لَّمْ | تَفْعَلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الله کانسواءِ | جيڪڏهن | آهيو توهان | سچا. | پوءِ جيڪڏهن | نہ | توهان ڪري سگهو (اهو ڪم) |

۽ الله کان سواءِ پنهنجا مددگار (بہ) سڏيو جيڪڏهن سچا آهيو. (٢٣) پوءِ جيڪڏهن نہ ڪندؤ،

| وَ | لَنْ | تَفْعَلُوْا | فَاتَّقُوا | النَّارَ | الَّتِيْ | وَقُوْدُهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | (ياد رکو) هرگز نہ | توهان ڪري سگهندؤ | تنهنڪري بچو | ان باهہ کان | اها جيڪا | ان جو ٻارڻ آهن |

۽ ڪري بہ ڪڏهن نہ سگهندؤ، تہ انهيءَ باهہ کان ڊڄو جنهن جو ٻَل ماڻهو ۽ پهڻ آهن،

| النَّاسُ | وَ | الْحِجَارَةُ | اُعِدَّتْ | لِلْكٰفِرِيْنَ ﴿24﴾ | وَبَشِّرِ | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| انسان | ۽ | پٿر | اها تيار ڪئي ويئي آهي | ڪافرن لاءِ | ۽ (اي محمدؐ) خوشخبري ڏي | انهن کي جن |

اُها نہ مڃيندڙن لاءِ تيار ڪئي وئي آهي. (٢٤) ۽ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن کي

| اٰمَنُوْا | وَ | عَمِلُوا | الصّٰلِحٰتِ | اَنَّ | لَهُمْ | جَنّٰتٍ | تَجْرِيْ | مِنْ تَحْتِهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو | ۽ | عمل ڪيائون | صالح | پڪ | انهن لاءِ | باغ آهن | وهن ٿيون | انهن جي هيٺان |

هيءَ خوشخبري ڏي تہ انهن لاءِ بهشت آهن جن جي هيٺان واهيون پيون وهن،

| الْاَنْهٰرُ ؕ | كُلَّمَا | رُزِقُوْا | مِنْهَا | مِنْ | ثَمَرَةٍ | رِّزْقًا ۙ | قَالُوْا | هٰذَا | الَّذِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| واهيون. | جڏهن بہ | اهي ڏنا ويندا | انهن مان | ڪوئي | ميوو | رزق طور | تہ هو چوندا | هي (تہ) | اهوئي آهي جيڪو |

جڏهن اُن مان ڪو بہ ميوو کاڄ لاءِ ڏنو پيو ويندن (تنهن مهل) پيا چوندا تہ هيءُ (ميوو) اُهو آهي

| رُزِقْنَا | مِنْ قَبْلُ ۙ | وَ | اُتُوْا | بِهٖ | مُتَشَابِهًا ؕ | وَ | لَهُمْ | فِيْهَآ | اَزْوَاجٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسانکي ڏنو ويو هو | هن کان اڳ | ۽ | (کين) ڏنو ويندو (رزق) | ان سان | ملندڙ جلندڙ | ۽ | انهن لاءِ | انهن ۾ | زالون آهن |

جو اڳ اسان کي ڏنو ويو هو ۽ اُهو (شڪل ۾) هڪ جهڙو (پيو) ڏبن، ۽ انهن لاءِ منجهس پاڪ زالون آهن ۽ اُهي

| مُّطَهَّرَةٌ ۙ | وَّ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ ﴿25﴾ | اِنَّ | اللّٰهَ | لَا | يَسْتَحْيٖٓ | اَنْ | يَّضْرِبَ | مَثَلًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پاڪيزه | ۽ | اهي | انهن ۾ | هميشہ رهندا. | بيشڪ | الله | نٿو | شرمائي (ان کان) | تہ | بيان ڪري | مثال |

منجهس سدائين رهڻ وارا آهن.(٢٥) الله مڇر ۽ اُن کان وڌيڪ جي مثال ڏيڻ کان

| مَّا | بَعُوْضَةً | فَمَا | فَوْقَهَا ؕ | فَاَمَّا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئي بہ | مڇر جو (يا) | ان شيءِ جو جيڪا | ان کان بہ وڌيڪ هجي (چڱي يا خراب) | بس پر | اهي جن | ايمان آندو |

حياء ئي نہ ڪندوآهي، پوءِ جن ايمان آندو آهي سي (پڪ) ڄاڻندا آهن تہ

| فَيَعْلَمُوْنَ | اَنَّهُ | الْحَقُّ | مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ | وَ | اَمَّا | الَّذِيْنَ | كَفَرُوْا | فَيَقُوْلُوْنَ | مَاذَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ اهي ڄاڻن ٿا | بيشڪ اهو | حق آهي | سندن رب جي طرفان | ۽ | پر | جيڪي | ڪافر ٿيا | تہ اهي چون ٿا | ڪهڙو |

اُهو سندن پالڻهار وٽان (آيل) سچ آهي، ۽ جن انڪار ڪيو سي چوندا آهن تہ هن مثال ڏيڻ ۾ الله جو

وقف لازم

| اَرَادَ اللّٰهُ | بِهٰذَا | مَثَلًا ۘ | يُضِلُّ | بِهٖ | كَثِيْرًا ۙ | وَّ | يَهْدِيْ | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ارادو ڪيو آهي الله | ساڻ هن | مثال جي | هو (الله) گمراهہ ڪري ٿو | ان سان | گهڻن کي | ۽ | هو هدايت ڏئي ٿو | ان سان |

ڇا مطلب آهي؟ (الله) ان مثال (ڏيڻ) سببان گهڻن کي ڀلائيندو آهي ۽ ان سببان گهڻن کي سڌو رستو

| كَثِيْرًا ؕ | وَ | مَا | يُضِلُّ | بِهٖۤ | اِلَّا | الْفٰسِقِيْنَ ﴿26﴾ ۙ | الَّذِيْنَ | يَنْقُضُوْنَ | عَهْدَ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گهڻن کي | ۽ | نٿو | هو گمراهہ ڪري | ان سان | پر | فاسقن کي ئي. | اهي جيڪي | ڀڃن ٿا | الله جو عهد |

ڏيکاريندو آهي، اُن سان اهڙن بي دينن ڪانسواءِ (ٻي ڪنهين کي) نہ ڀلائيندو آهي. (٢٦) جيڪي الله جو انجام ان جي

| مِنْۢ بَعْدِ | مِيْثَاقِهٖ ۠ | وَ | يَقْطَعُوْنَ | مَآ | اَمَرَ اللّٰهُ | بِهٖۤ | اَنْ | يُّوْصَلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بعد | ان کي پختو ڪرڻ جي | ۽ | هو ڇنن ٿا | ان کي (جو) | الله حڪم ڏنو آهي | ان لاءِ | هي تہ | (ان کي) ڳنڍيو وڃي |

پڪي ڪرڻ کانپوءِ ڀڃندا آهن، ۽ الله جن ڪمن جي ڳنڍڻ جو حڪم ڪيو آهي تن کي ڇنندا آهن

| وَ | يُفْسِدُوْنَ | فِي الْاَرْضِ ؕ | اُولٰٓئِكَ هُمُ | الْخٰسِرُوْنَ ﴿27﴾ | كَيْفَ | تَكْفُرُوْنَ | بِاللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | هو فساد ڪن ٿا | زمين ۾ | اهي ئي آهن | نقصان ڪڻڻ وارا. | ڪيئن | توهان ڪفر ڪريو ٿا | ساڻ الله جي |

۽ مُلڪ ۾ فساد وجهندا آهن، اُهي ئي ڇيئي وارا آهن(٢٧) اوهين هن هوندي بہ الله کي ڪهڙي طرح نہ ٿا مڃيو؟

| وَ | كُنْتُمْ | اَمْوَاتًا | فَاَحْيَاكُمْ ۚ | ثُمَّ | يُمِيْتُكُمْ | ثُمَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| حالانڪہ | هئا توهان | مئل | تہ هن توهانکي جيئرو ڪيو | وري | (اهوئي) توهانکي موت ڏيندو | وري |

جو بي ساها هُيؤ پوءِ اوهان کي جيئرو ڪيائين، وري اوهان کي ماريندو، وري اوهان کي

| يُحْيِيْكُمْ | ثُمَّ | اِلَيْهِ | تُرْجَعُوْنَ ﴿28﴾ | هُوَ | الَّذِيْ | خَلَقَ | لَكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (اهوئي) توهان کي جيئرو ڪندو | وري | انهيءَ ڏانهن ئي | توهان موٽايا ويندؤ. | اهوئي آهي (الله) | جنهن | خلقيو | توهان لاءِ |

جياريندو ۽ وري ڏانهس موٽايا ويندؤ. (٢٨) اُهو (الله) آهي جنهن توهان (جي فائدي) لاءِ جيڪي مڙئي

| مَّا | فِي الْاَرْضِ | جَمِيْعًا ۚ | ثُمَّ | اسْتَوٰٓى | اِلَى السَّمَآءِ | فَسَوّٰىهُنَّ | سَبْعَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪي بہ | زمين ۾ آهي | سڀ جو سڀ | پوءِ | هن ڌيان ڏنو | آسمان ڏانهن | پوءِ انهن کي ٺيڪ جوڙيائين | ست |

(شيون) زمين ۾ آهن سي پيدا ڪيون، وري آسمان ڏانهن متوجہ ٿيو پوءِ اُنهن کي ست آسمان ڪري برابر

| سَمٰوٰتٍ ؕ | وَ | هُوَ | بِكُلِّ شَيْءٍ | عَلِيْمٌ ﴿29﴾ | وَ | اِذْ | قَالَ | رَبُّكَ | لِلْمَلٰٓئِكَةِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آسمان | ۽ | هو | هر شيءِ کي | خوب ڄاڻندڙ آهي | ۽ | (ياد ڪريو) جڏهن | چيو | توهان جي ربَّ | ملائڪن کي (تہ) |

بيهاريائين، ۽ اُهو (الله) سڀڪنهن شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي(٢٩) ۽ (اي پيغمبر) جڏهن تنهنجي پالڻهار ملائڪن

| اِنِّيْ | جَاعِلٌ | فِي الْاَرْضِ | خَلِيْفَةً ؕ | قَالُوْٓا | اَتَجْعَلُ | فِيْهَا | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پڪ مان | بڻائڻ وارو آهيان | زمين ۾ | هڪ خليفو. | هنن چيو | ڇا تون ٺاهين ٿو | هن (زمين) ۾ | ان کي جيڪو |

کي چيو تہ آءٌ زمين ۾ هڪ نائب مُقرر ڪرڻ وارو آهيان. (تڏهن) چيائون تہ ڇا منجهس اهڙي کي ٿو پيدا ڪرين

| يُّفْسِدُ | فِيْهَا | وَ | يَسْفِكُ | الدِّمَآءَ ۚ | وَ | نَحْنُ | نُسَبِّحُ | بِحَمْدِكَ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فساد ڪندو | ان ۾ | ۽ | وهائيندو | خون | ۽ | اسان | تسبيح ڪريون ٿا | تنهنجي ساراهہ سان | ۽ |

جو منجهس فساد ڪندو ۽ (ناحق) رت هاريندو. ۽ اسين تنهنجي ساراهہ سان (تنهنجي) پاڪائي واکاڻيون ٿا ۽

| نُقَدِّسُ | لَكَ ؕ | قَالَ | اِنِّيْٓ | اَعْلَمُ | مَا | لَا | تَعْلَمُوْنَ ﴿30﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان پاڪائي بيان ڪريون ٿا | تنهنجي | (الله) چيو | بيشڪ مان | ڄاڻان ٿو | جيڪي | نٿا | توهان ڄاڻو. | ۽ |

توکي پاڪ ڪري مڃيون ٿا. فرمايائين تہ جيڪي آءٌ ڄاڻندو آهيان سو توهان نٿا ڄاڻو. (٣٠) ۽ (الله)

| عَلَّمَ | اٰدَمَ | الْاَسْمَآءَ | كُلَّهَا | ثُمَّ | عَرَضَهُمْ | عَلَى الْمَلٰٓئِكَةِ ۙ | فَقَالَ | اَنْۢبِـُٔوْنِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن سيکاريا | آدم کي | نالا | سڀئي | پوءِ | هن رکيو انهن کي | ملائڪن تي | پوءِ چيائين | مونکي ٻڌايو |

آدم کي سڀني شين جا نالا سيکاريا وري اُهي شيون ملائڪن جي آڏو ڪيائين پوءِ فرمايائين تہ

| بِاَسْمَآءِ هٰٓؤُلَآءِ | اِنْ | كُنْتُمْ | صٰدِقِيْنَ ﴿31﴾ | قَالُوْا | سُبْحٰنَكَ | لَا | عِلْمَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هنن جا نالا | جيڪڏهن | آهيو توهان | سچا. | هنن (ملائڪن) چيو | تون پاڪ آهين | ڪونهي | علم |

جيڪڏهن سچا آهيو تہ هنن جا نالا ڏسيو. (٣١) چيائون تہ تون پاڪ آهين جيڪي اسان کي ڄاڻايو اٿيئي تنهن

| لَنَآ | اِلَّا | مَا | عَلَّمْتَنَا ؕ | اِنَّكَ اَنْتَ | الْعَلِيْمُ | الْحَكِيْمُ ﴿32﴾ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسانکي | مگر | اهوئي جيڪو | تون اسان کي سيکاريو | بيشڪ تون ئي آهين | خوب ڄاڻندڙ | خوب حڪمت وارو. | (الله) چيو |

کانسواءِ اسان کي (ٻي) ڪا خبر نہ آهي. بيشڪ تون ئي ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهين. (٣٢) (الله) چيو تہ

| يٰٓاٰدَمُ | اَنْۢبِئْهُمْ | بِاَسْمَآئِهِمْ ۚ | فَلَمَّآ | اَنْۢبَاَهُمْ | بِاَسْمَآئِهِمْ ۙ | قَالَ | اَلَمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اي آدم! | تون هنن کي ٻڌاءِ | انهن جا نالا | پوءِ جڏهن | ٻڌايا هن کين | انهن جا نالا | (تہ الله) چيو | ڇا نہ |

اي آدم انهن جا نالا کين ڏس، پوءِ جڏهن کين انهن جا نالا ڏسيائين (تڏهن الله) چيو تہ

| اَقُلْ | لَّكُمْ | اِنِّيْٓ | اَعْلَمُ | غَيْبَ | السَّمٰوٰتِ | وَ | الْاَرْضِ | وَ | اَعْلَمُ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مون چيو هو | توهانکي | (تہ) بيشڪ مان | ڄاڻان ٿو | غيب | آسمانن | ۽ | زمين جو | ۽ | مان ڄاڻان ٿو | جيڪي |

اوهان کي نہ چيو هوم ڇا تہ آءٌ آسمانن ۽ زمين جو ڳجهہ ڄاڻندو آهيان ۽ جيڪي پڌرو ڪيو ٿا

| تُبۡدُوۡنَ | وَ | مَا | كُنۡتُمۡ | تَكۡتُمُوۡنَ ﴿33﴾ | وَ | اِذۡ | قُلۡنَا | لِلۡمَلٰٓئِكَةِ | اسۡجُدُوۡا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ظاهر ڪريو ٿا | ۽ | جيڪي | توهان | لڪايو ٿا. | ۽ | جڏهن | اسان چيو | ملائڪن کي | توهان سجدو ڪريو |

۽ جيڪي لڪايو ٿا سو بہ ڄاڻندو آهيان.(٣٣) ۽ جڏهن ملائڪن کي چيوسون تہ آدم کي سجدو ڪريو

| لِاٰدَمَ | فَسَجَدُوۡٓا | اِلَّآ | اِبۡلِيۡسَ ؕ | اَبٰى | وَاسۡتَكۡبَرَ ۫ | وَ | كَانَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آدم کي | تہ هنن سجدو ڪيو | سواءِ | ابليس جي | هن انڪار ڪيو | ۽ تڪبر ڪيائين | ۽ | هيو هو |

تڏهن شيطان ڌاران (ٻين) سجدو ڪيو، هن انڪار ڪيو ۽ هٺ ڪيائين ۽

| مِنَ الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿34﴾ | وَ | قُلۡنَا | يٰٓاٰدَمُ | اسۡكُنۡ | اَنۡتَ | وَ | زَوۡجُكَ | الۡجَنَّةَ | وَ | كُلَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪافرن مان. | ۽ | اسان چيو | اي آدم! | رهو | تون | ۽ | تنهنجي زال | جنت ۾ | ۽ | توهان ٻئي کائو |

ڪافرن مان ٿيو. (٣٤) ۽ چيوسون تہ اي آدم تون ۽ تنهنجي زال بهشت ۾ ٽڪو ۽ جتان

| مِنۡهَا | رَغَدًا | حَيۡثُ | شِئۡتُمَا ۖ | وَ | لَا | تَقۡرَبَا | هٰذِهِ | الشَّجَرَةَ | فَتَكُوۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ مان | مزي سان | جتان | ٻئي گهرو | ۽ | نہ | ويجها وڃجو ٻئي | هن | وڻ جي | نہ تہ ٻئي ٿي پوندؤ |

وڻيوَ تتان مزي سان کائو، ۽ هن وڻ کي ويجها نہ وڃجو نہ تہ ظالمن (جي شمار) مان

| مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿35﴾ | فَاَزَلَّهُمَا | الشَّيۡطٰنُ | عَنۡهَا | فَاَخۡرَجَهُمَا | مِمَّا |
|---|---|---|---|---|---|
| ظالمن مان . | پوءِ ٿيڙڙي وڌو ٻنهي کي | شيطان | انهيءَ کان | ۽ ڪڍرايائين هنن کي | انهيءَ (راحت) مان جو |

ٿيندؤ. (٣٥) پوءِ شيطان اُتاهون انهن کي ٿيڙڙيو پوءِ جنهن (مزي) ۾ هئا تنهن مان ڪين (ٻاهر)

| كَانَا | فِيۡهِ ۖ | وَ | قُلۡنَا | اهۡبِطُوۡا | بَعۡضُكُمۡ | لِبَعۡضٍ | عَدُوٌّ ۚ | وَ | لَكُمۡ | فِى الۡاَرۡضِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هئا هو ٻئي | ان ۾ | ۽ | اسان چيو | لَهو (هتان) | توهان جا هڪڙا | ٻين جا | دشمن آهن | ۽ | توهان لاءِ | زمين ۾ |

ڪڍيائين، ۽ چيوسون تہ (بهشت مان) نڪري هيٺ ٿيو اوهين هڪ ٻئي جا ويري آهيو. ۽ اوهان لاءِ ڪنهن وقت تائين

| مُسۡتَقَرٌّ | وَّ | مَتَاعٌ | اِلٰى حِيۡنٍ ﴿36﴾ | فَتَلَقّٰٓى | اٰدَمُ | مِنۡ رَّبِّهٖ | كَلِمٰتٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٽڪاڻو آهي | ۽ | گذران آهي | هڪ وقت تائين. | پوءِ سکيا | آدم | پنهنجي رب کان | چند ڪلما |

زمين ۾ رهڪ جو هنڌ ۽ (گذران جو) سامان (ٿهرايل) آهي. (٣٦) پوءِ آدم پنهنجي پالڻهار وٽان ڪي لفظ سکيا

| فَتَابَ | عَلَيۡهِ ؕ | اِنَّهٗ هُوَ | التَّوَّابُ | الرَّحِيۡمُ ﴿37﴾ | قُلۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ متوجهہ ٿيو (الله مهربانيءَ سان) | مٿائنس | بيشڪ اهوئي آهي | ڏاڍو توبهہ قبول ڪندڙ | نهايت رحم ڪندڙ. | اسان چيو |

پوءِ (الله) سندس توبہ قبول ڪئي، بيشڪ اُهو ئي توبہ قبوليندڙ مهربان آهي. (٣٧) چيوسين تہ

| اهۡبِطُوۡا | مِنۡهَا | جَمِيۡعًا ۚ | فَاِمَّا | يَاۡتِيَنَّكُمۡ | مِّنِّىۡ | هُدًى | فَمَنۡ | تَبِعَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| لَهو توهان | هتان | سڀ | پوءِ اگر | اچي توهان وٽ | منهنجي طرفان | ڪائي هدايت | تہ جنهن | پيروي ڪئي |

منجهانئس سڀ لهي هيٺ وڃو، پوءِ جڏهن مون وٽان اوهان وٽ ڪا هدايت اچي تڏهن جيڪي

| هُدَایَ | فَلَا | خَوۡفٌ | عَلَیۡهِمۡ | وَ | لَا | هُمۡ | یَحۡزَنُوۡنَ ﴿38﴾ | وَ | الَّذِیۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| منهنجي هدايت جي | تہ نہ | ڪوئي خوف هوندو | انهن تي | ۽ | نہ | هو | غمگين ٿيندا. | ۽ | اهي جن |

منهنجي هدايت تي هلندا تن کي ڪو ڀؤ ڪونهي ۽ نڪي اُهي غمگين رهندا. (٣٨) ۽ جن نہ مڃيو

ع

| کَفَرُوۡا | وَ | کَذَّبُوۡا | بِاٰیٰتِنَاۤ | اُولٰٓئِکَ | اَصۡحٰبُ النَّارِ | هُمۡ | فِیۡهَا | خٰلِدُوۡنَ ﴿39﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪفر ڪيو | ۽ | ڪوڙو ڄاتو | اسان جي آيتن کي | اِهي ماڻهو آهن | دوزخ وارا | اهي | انهيءَ ۾ | هميشہ رهندا. |

۽ اسانجي آيتن کي ڪُوڙو ڄاتو سي دوزخي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن. (٣٩)

| یٰبَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ | اذۡکُرُوۡا | نِعۡمَتِیَ | الَّتِیۡۤ | اَنۡعَمۡتُ | عَلَیۡکُمۡ | وَ | اَوۡفُوۡا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اي بني اسرائيلو! | ياد ڪريو توهان | منهنجي نعمت | اها جيڪا | مون انعام ڪئي | توهان تي | ۽ | توهان پورو ڪيو |

اي يعقوب جي اولاد اُهو منهنجو ڳڻ ياد ڪريو جيڪو مون توهان تي ڪيو ۽ منهنجو انجام پاڙيو تہ آءٌ

| بِعَهۡدِیۡۤ | اُوۡفِ | بِعَهۡدِکُمۡ | وَ | اِیَّایَ | فَارۡهَبُوۡنِ ﴿40﴾ | وَ | اٰمِنُوۡا | بِمَاۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| منهنجو عهد | مان پورو ڪندس | توهان سان (ڪيل) عهد | ۽ | مون کان ئي | توهان ڊڄو. | ۽ | توهان ايمان آڻيو | ان تي جيڪي |

(بہ) اوهان جو انجام پاڙيان ۽ رڳو مون کان ڊپ رکو. (٤٠) ۽ (اي بني اسرائيل) جيڪو اوهان وٽ آهي

| اَنۡزَلۡتُ | مُصَدِّقًا | لِّمَا | مَعَکُمۡ | وَ | لَا | تَکُوۡنُوۡۤا | اَوَّلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مون نازل ڪيو | (جڏهن جو اهو) تصديق ڪندڙ آهي | ان (ڪتاب) جي جيڪو | توهان وٽ آهي | ۽ | نہ | ٿيو توهان | پهريان |

(يعني توريت) تنهن کي سچو ڪندڙ جيڪو (قرآن مُحَمَّد ﷺ تي) لاٿم تنهنکي مڃيو ۽ ان جا پهريان منڪر

| کَافِرٍۭ | بِهٖ | وَ | لَا | تَشۡتَرُوۡا | بِاٰیٰتِیۡ | ثَمَنًا | قَلِیۡلًا | وَ | اِیَّایَ | فَاتَّقُوۡنِ ﴿41﴾ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪفر ڪندڙ | انهيءَ سان | ۽ | نہ | سودو ڪريو | منهنجي آيتن جو | ملهہ | ٿورڙي ۾ | ۽ | مونکان ئي | توهان ڊڄو. | ۽ | نہ |

نہ ٿيو، ۽ منهنجي آيتن کي (دنيا جي) ٿوري ملهہ سان نہ وڪڻو، ۽ رڳو مون کا ڊڄو. (٤١) ۽ سچ

| تَلۡبِسُوا | الۡحَقَّ | بِالۡبَاطِلِ | وَ | تَکۡتُمُوا | الۡحَقَّ | وَ | اَنۡتُمۡ | تَعۡلَمُوۡنَ ﴿42﴾ | وَ | اَقِیۡمُوا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڳڏايو | حق کي | باطل سان | ۽ | (نہ) لڪايو | حق کي | جڏهن جو | توهان | ڄاڻو ٿا. | ۽ | قائم ڪريو |

کي ڪوڙ سان نہ ملايو ۽ نڪي اوهين ڄاڻ هوندي بہ سچ لڪايو. (٤٢) ۽ نماز پڙهو

| الصَّلٰوةَ | وَ | اٰتُوا | الزَّکٰوةَ | وَ | ارۡکَعُوۡا | مَعَ | الرّٰکِعِیۡنَ ﴿43﴾ | اَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نماز | ۽ | ڏيو | زڪوات | ۽ | رڪوع ڪريو | ساڻ | رڪوع ڪندڙن جي. | ڇا |

۽ زڪوٰة ڏيو ۽ رڪوع ڪندڙن سان گڏجي رڪوع ڪيو. (٤٣) ماڻهن کي چڱائيءَ

| تَاۡمُرُوۡنَ | النَّاسَ | بِالۡبِرِّ | وَ | تَنۡسَوۡنَ | اَنۡفُسَکُمۡ | وَ | اَنۡتُمۡ | تَتۡلُوۡنَ | الۡکِتٰبَ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان حڪم ڏيو ٿا | ماڻهن کي | نيڪيءَ جو | ۽ | وساريو ٿا | پنهنجو پاڻ کي | حالانڪ | توهان | پڙهو ٿا | ڪتاب؟ |

جو حڪم ڪريو ٿا ۽ پاڻ کي وساريو ٿا؟ هن هوندي بہ جو توهين ڪتاب پڙهو ٿا،

| اَفَلَا | تَعۡقِلُوۡنَ﴿44﴾ | وَ | اسۡتَعِيۡنُوۡا | بِالصَّبۡرِ | وَ | الصَّلٰوةِ ؕ | وَ | اِنَّهَا | لَكَبِيۡرَةٌ | اِلَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇا پوءِ ٿا | توهان عقل رکو | ۽ | توهان مدد گهرو | صبر سان | ۽ | نماز سان | ۽ | بيشڪ اها | ڳوري آهي | مگر |

پوءِ ڇو نہ ٿا سمجهو؟ (۴۴) ۽ صبر ۽ نماز سان مدد وٺو. ۽ اُها انهن آزي ڪندڙن ڪانسواءِ

| عَلَى الۡخٰشِعِيۡنَ﴿45﴾ | الَّذِيۡنَ | يَظُنُّوۡنَ | اَنَّهُمۡ | مُّلٰقُوۡا | رَبِّهِمۡ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| عاجزي ڪندڙن تي (ڳوري ناهي). | اهي جيڪي | يقين رکن ٿا | (اهو) تہ بيشڪ هو | ملڻ وارا آهن | پنهنجي رب سان | ۽ |

ٻين ڪي ضرور ڏکي (لڳندي)آهي. (۴۵) جيڪي پڪ ڀائيندا آهن تہ اُهي پنهنجي پالڻهار ڪي ملڻ وارا آهن ۽

ع ۵

| اَنَّهُمۡ | اِلَيۡهِ | رٰجِعُوۡنَ﴿46﴾ | يٰبَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ | اذۡكُرُوۡا | نِعۡمَتِىَ | الَّتِىۡۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ هو | ان ڏانهن ئي | موٽڻ وارا آهن. | اي بني اسرائيلؤ! | توهان ياد ڪريو | منهنجي نعمت | اها جيڪا |

اُهي ڏانهس موٽڻ وارا آهن. (۴۶) اي بني اسرائيلو اُهو منهنجو ڳڻ ياد ڪريو جيڪو مون

| اَنۡعَمۡتُ | عَلَيۡكُمۡ | وَ | اَنِّىۡ | فَضَّلۡتُكُمۡ عَلَى | الۡعٰلَمِيۡنَ﴿47﴾ | وَ | اتَّقُوۡا | يَوۡمًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مون انعام ڪئي | توهان تي | ۽ | يقيناً مون | توهان ڪي فضيلت ڏني | جهانن تي. | ۽ | توهان ڊڄو | ان ڏينهن کان جو |

اوهان تي ڪيو ۽ مون اوهان ڪي جهان (وارن) تي سڳورو ڪيو. (۴۷) ۽ اُنهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جنهن ۾

| لَّا | تَجۡزِىۡ | نَفۡسٌ | عَنۡ نَّفۡسٍ | شَيۡـًٔا | وَّ | لَا | يُقۡبَلُ | مِنۡهَا | شَفَاعَةٌ | وَّ | لَا | يُؤۡخَذُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نہ | ڪم ايندي | ڪائي جند | ڪنهن جند ڪي | ٿورو بہ | ۽ | نہ | قبول ڪئي ويندي | ڪانئس | ڪائي سفارش | ۽ | نہ | ورتو ويندو |

ڪو (بہ) ڪنهين ڪان ڪجھ بہ ٿاري نہ سگهندو ۽ نڪي ڪانئس ڪا پارت قبول ڪبي ۽ نڪي ڪانئس ڪو

| مِنۡهَا | عَدۡلٌ | وَّ | لَا | هُمۡ | يُنۡصَرُوۡنَ﴿48﴾ | وَ | اِذۡ | نَجَّيۡنٰكُمۡ | مِّنۡ اٰلِ فِرۡعَوۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان کان | ڪوئي عيوضو | ۽ | نہ | اهي | مددئي ڪيا ويندا. | ۽ | جڏهن | اسان توهان ڪي نجات ڏني | آل فرعون کان |

عِوض وٺبو نڪي ڪين مدد ڏبي. (۴۸) ۽ (هي ڳڻ بہ ياد ڪريو) تہ جڏهن اوهان ڪي فرعون

| يَسُوۡمُوۡنَكُمۡ | سُوۡٓءَ | الۡعَذَابِ | يُذَبِّحُوۡنَ | اَبۡنَآءَكُمۡ | وَ | يَسۡتَحۡيُوۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي ڏيندا هئا توهانکي | ڏاڍو سخت | عذاب | هو ڪُهندا هئا | توهان جي پٽن کي | ۽ | جيئرو ڇڏيندا هئا |

جي ماڻهن کان ڇڏايوسون جي اوهان کي ڏاڍو ايذاءُ چکائيندا هئا. جو اوهان جا پُٽ ڪهندا هئا ۽ اوهان جون ڌيئرون

| نِسَآءَكُمۡ ؕ | وَ | فِىۡ ذٰلِكُمۡ | بَلَآءٌ | مِّنۡ رَّبِّكُمۡ | عَظِيۡمٌ﴿49﴾ | وَ | اِذۡ | فَرَقۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي عورتن (ڌيئرن) کي | ۽ | ان ۾ | آزمائش هئي | توهان جي رب جي طرفان | تمام وڏي. | ۽ | جڏهن | اسان چيريو |

جيئريون ڇڏيندا هئا. ۽ اُن ۾ اوهان جي پالڻهار کان اوهان لاءِ وڏي پرک هُئي. (۴۹) ۽ (ياد ڪريو تہ) جڏهن اوهان لاءِ

| بِكُمُ | الۡبَحۡرَ | فَاَنۡجَيۡنٰكُمۡ | وَ | اَغۡرَقۡنَآ | اٰلَ فِرۡعَوۡنَ | وَ | اَنۡتُمۡ | تَنۡظُرُوۡنَ﴿50﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي لاءِ | سمنڊ کي | پوءِ اسان توهان کي نجات ڏني | ۽ | اسان غرق ڪيو | آل فرعون کي | ۽ | توهان | ڏسي رهيا هئا. |

سمنڊ کي چيريوسون پوءِ اوهان کي (ٻڏڻ کان) بچايوسون ۽ فرعون جي ماڻهن کي ٻوڙيوسون ۽ اوهين ڏسندا رهيؤ. (۵۰)

| وَ | اِذْ | وٰعَدْنَا | مُوْسٰی | اَرْبَعِیْنَ | لَیْلَةً | ثُمَّ | اتَّخَذْتُمُ | الْعِجْلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | جڏهن | وعدو ڪيو اسان | موسىٰ سان | چاليهن | راتين جو | پوءِ | بڻايو توهان | ڳابي کي (معبود) |

۽ (ياد ڪريو ته) جڏهن موسىٰ کي چاليهن راتين جو انجام ڏنوسون وري ان (جي وڃڻ) کانپوءِ ڳابي کي

| مِنْۢ بَعْدِهٖ | وَ | اَنْتُمْ | ظٰلِمُوْنَ ﴿51﴾ | ثُمَّ | عَفَوْنَا | عَنْكُمْ | مِّنْۢ بَعْدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن (موسىٰ جي طور تي وڃڻ) کانپوءِ | ۽ | توهان | ظالم هئا. | وري | معاف ڪري ڇڏيو اسان | توهان کي | بعد |

(خدا ڪري) ورتؤ ۽ اوهين ظلم ڪندڙ هيؤ. (٥١) وري اُن کان پوءِ اوهان کان ٽارو ڪيوسون ته مان

| ذٰلِكَ | لَعَلَّكُمْ | تَشْكُرُوْنَ ﴿52﴾ | وَ | اِذْ | اٰتَیْنَا | مُوْسَی | الْكِتٰبَ | وَ | الْفُرْقَانَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي | ته من توهان | شڪر ڪريو. | ۽ | جڏهن | ڏنو اسان | موسىٰ کي | ڪتاب | ۽ | (حق ۽ باطل ۾) فرق ڪرڻ واري شيءِ |

اوهين شڪرانو ڪريو. (٥٢) ۽ (ياد ڪريو ته) جڏهن موسىٰ کي ڪتاب ۽ (سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾) سنڌو وجهندڙ ڏنوسين

| لَعَلَّكُمْ | تَهْتَدُوْنَ ﴿53﴾ | وَ | اِذْ | قَالَ | مُوْسٰی | لِقَوْمِهٖ | یٰقَوْمِ | اِنَّكُمْ | ظَلَمْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ته مَن توهان | هدايت پرايو. | ۽ | جڏهن | چيو | موسىٰ | پنهنجي قوم کي | اي منهنجي قوم! | بيشڪ توهان | ظلم ڪيو |

ته مان اوهين هدايت وارا ٿيو. (٥٣) ۽ (ياد ڪريو ته) جڏهن موسىٰ پنهنجي قوم کي چيو ته اي منهنجي قوم اوهان

| اَنْفُسَكُمْ | بِاتِّخَاذِكُمُ | الْعِجْلَ | فَتُوْبُوْۤا | اِلٰی | بَارِئِكُمْ ط |
|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجو پاڻ تي | سببان بڻائڻ توهان جي | ڳابي کي (معبود) | تنهنڪري توبه ڪريو | ڏانهن | توهان جي پيدا ڪندڙ جي |

ڳابي کي خُدا ڪري وٺڻ سببان پاڻ تي ظلم ڪيو آهي تنهنڪري پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽو

| فَاقْتُلُوْۤا | اَنْفُسَكُمْ ط | ذٰلِكُمْ | خَیْرٌ | لَّكُمْ | عِنْدَ | بَارِئِكُمْ ط |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ قتل ڪريو توهان | پنهنجو پاڻ کي | اهو | ڀلو آهي | توهان لاءِ | وٽ | توهان جي پيدا ڪندڙ جي |

۽ پاڻ کي ڪُهو، اهو اوهان لاءِ توهان جي پيدا ڪندڙ وٽ چڱو آهي، پوءِ

| فَتَابَ | عَلَیْكُمْ ط | اِنَّهٗ | هُوَ | التَّوَّابُ | الرَّحِیْمُ ﴿54﴾ | وَ | اِذْ | قُلْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ائين (الله) ڏيان ڏنو آهي | توهان تي | بيشڪ هو | اهوئي آهي | وڏو توبه قبول ڪندڙ | نهايت رحم وارو. | ۽ | جڏهن | توهان چيو |

اوهان تي ٻاجهه ڪيائين، بيشڪ اُهو ئي معافي ڏيندڙ مهربان آهي. (٥٤) ۽ (ياد ڪريو ته) جڏهن اوهان چيو

| یٰمُوْسٰی | لَنْ | نُّؤْمِنَ | لَكَ | حَتّٰی | نَرَی | اللّٰهَ | جَهْرَةً |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اي موسىٰ! | هرگز نه | اسان ايمان آڻينداسون | توتي | جيستائين جو | اسان ڏسون | الله کي | ڪليل (سامهون) |

ته اي موسىٰ جيستائين الله چٽو (نه) ڏسنداسون تيستائين توکي ڪڏهن به نه مڃينداسون پوءِ

| فَاَخَذَتْكُمُ | الصّٰعِقَةُ | وَ | اَنْتُمْ | تَنْظُرُوْنَ ﴿55﴾ | ثُمَّ | بَعَثْنٰكُمْ | مِّنْۢ بَعْدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ توهان کي ورتو | ڪڙڪات (جي عذاب) | جڏهن جو | توهان | ڏسي رهيا هئا. | وري | جيئرو ڪيو اسان توهانکي | بعد |

اوهان تي وچ اچي ڪڙڪي ۽ اوهين ڏسندا رهيؤ. (٥٥) وري اوهان جي مرڻ کان پوءِ اوهان کي جيئرو

| مَوۡتِكُمۡ | لَعَلَّكُمۡ | تَشۡكُرُوۡنَ (56) | وَ | ظَلَّلۡنَا | عَلَيۡكُمُ | الۡغَمَامَ | وَ | اَنۡزَلۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي موت جي | تہ من توهان | شڪر ڪريو. | ۽ | اسان ڇانوَ ڪئي | توهان تي | ڪڪرن جي | ۽ | اسان نازل ڪيو |

ڪيوسون تہ مانَ اوهين شڪرانو ڪريو. (٥٦) ۽ اوهان تي ڪڪر جي ڇانوَ ڪئي سون ۽ اوهان تي

| عَلَيۡكُمُ | الۡمَنَّ | وَ | السَّلۡوٰى ؕ | كُلُوۡا | مِنۡ طَيِّبٰتِ | مَا | رَزَقۡنٰكُمۡ ؕ | وَ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان تي | مَنّ | ۽ | سلويٰ | توهان کائو | (انهن) پاڪ شين مان | جيڪي | اسان توهان کي ڏنيون | ۽ | نہ |

مَنّ ۽ سلويٰ لاٿاسون، تہ جيڪي اوهان کي سٺين شين مان رزق ڏنوسين سو کائو. ۽ اسان

| ظَلَمُوۡنَا | وَلٰكِنۡ | كَانُوۡۤا | اَنۡفُسَهُمۡ | يَظۡلِمُوۡنَ (57) | وَ | اِذۡ | قُلۡنَا | ادۡخُلُوۡا | هٰذِهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ظلم ڪيو هنن اسان تي | پر | هئا اهي | پنهنجو پاڻ تي | ظلم ڪندا. | ۽ | جڏهن | اسان چيو | توهان داخل ٿيو | هن |

تي (ڪي) ظلم نہ ڪيائون پر پاڻ تي ظلم ڪندا هئا. (٥٧) ۽ جڏهن چيوسون تہ هِن

| الۡقَرۡيَةَ | فَكُلُوۡا | مِنۡهَا | حَيۡثُ | شِئۡتُمۡ | رَغَدًا | وَّ | ادۡخُلُوا | الۡبَابَ | سُجَّدًا | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وسنديءَ ۾ | پوءِ توهان کائو | ان مان | جتان بہ | توهان گهرو | مزي سان | ۽ | توهان داخل ٿجو | دروازي مان | سجدو ڪندي | ۽ |

ڳوٺ ۾ گهڙو پوءِ منجهانئس جتان وڻيوَ تتان مزي سان کائو ۽ دروازي کان سجدو ڪندڙ ٿي لنگهو ۽

| قُوۡلُوۡا | حِطَّةٌ | نَّغۡفِرۡ | لَكُمۡ | خَطٰيٰكُمۡ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|
| چئو | اسان کي بخشي ڇڏ | (تہ) اسان معاف ڪري ڇڏينداسين | توهان کي | توهان جون خطائون. | ۽ |

چئو تہ اسان جا ڏوهہ بخش تہ اوهان جون مدايون اوهان کي بخشيون، ۽

| سَنَزِيۡدُ | الۡمُحۡسِنِيۡنَ (58) | فَبَدَّلَ | الَّذِيۡنَ | ظَلَمُوۡا | قَوۡلًا | غَيۡرَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سگهوئي اسان جهجهو ڏينداسين | احسان ڪندڙن کي. | پوءِ بدلايو | انهن ماڻهن | جن ظلم ڪيو، | ڳالهہ کي | برخلاف |

چڱائي ڪندڙن کي سگهو وڌائينداسون. (٥٨) پوءِ ظالمن جيڪي کين چيو ويو تنهن ڳالهہ کي

| الَّذِىۡ | قِيۡلَ | لَهُمۡ | فَاَنۡزَلۡنَا | عَلَى | الَّذِيۡنَ | ظَلَمُوۡا | رِجۡزًا | مِّنَ السَّمَآءِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي جيڪا | چئي وئي هئي | انهن کي | تڏهن اسان نازل ڪيو | مٿان | انهن جي جن | ظلم ڪيو | عذاب | آسمانن مان |

مٽائي ٻيو چيو پوءِ اُنهن ظالمن تي سندن بڇڙي هجڻ سببان آسمان کان عذاب

| بِمَا | كَانُوۡا | يَفۡسُقُوۡنَ (59) ع | وَ | اِذِ | اسۡتَسۡقٰى | مُوۡسٰى | لِقَوۡمِهٖ | فَقُلۡنَا | اضۡرِبۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ ڪري جو | هئا اهي | نافرماني ڪندڙ. | ۽ | جڏهن | پاڻي گهريو | موسيٰ | پنهنجي قوم لاءِ | تہ اسان چيو | تون ڌڪ هڻ |

لاٿوسون. (٥٩) ۽ (ياد ڪر تہ) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم لاءِ پاڻي گهريو تڏهن چيوسون تہ پنهنجي

ع ٦ ٣

| بِّعَصَاكَ | الۡحَجَرَ ؕ | فَانۡفَجَرَتۡ | مِنۡهُ | اثۡنَتَا عَشۡرَةَ | عَيۡنًا ؕ | قَدۡ | عَلِمَ | كُلُّ اُنَاسٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي لٺ سان | پٿر تي | پوءِ وهي نڪتا | ان (پٿر) مان | ٻارنهن | چشما. | تحقيق | سڃاتو | سڀني ماڻهن |

لٺ پهڻ کي هڻ، پوءِ منجهانئس ٻارهن واهيون ڦاٽي نڪتيون، سڀڪنهن ماڻهو بيشڪ پنهنجو

| مَّشْرَبَهُمْ ۭ | كُلُوْا | وَ | اشْرَبُوْا | مِنْ رِّزْقِ اللّٰهِ | وَ | لَا | تَعْثَوْا | فِي الْاَرْضِ | مُفْسِدِيْنَ ۝60 | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجو پنهنجو گهاٽ. | کائو | ۽ | پيئو | الله جي رزق مان | ۽ | نہ | توهان ڦرو | زمين ۾ | فساد ڪندي. | ۽ |

تڙ سُڃاتو، (چيوسون تہ) الله جي رزق مان کائو پيو ۽ زمين ۾ فسادي ٿي بگيڙ نہ وجھو.(٦٠) ۽

| اِذْ قُلْتُمْ | يٰمُوْسٰى | لَنْ | نَّصْبِرَ | عَلٰى طَعَامٍ وَّاحِدٍ | فَادْعُ |
|---|---|---|---|---|---|
| جڏهن توهان چيو | اي موسىٰ | هر گز نہ! | اسان صبر ڪنداسين | هڪ کاڌي تي | تنهن ڪري تون دعا گهر |

جڏهن چيوَ تہ اي موسىٰ هڪ طعام تي ڪڏهن بہ صبر نہ ڪنداسون تنهنڪري پنهنجي

| لَنَا | رَبَّكَ | يُخْرِجْ | لَنَا | مِمَّا | تُنْۢبِتُ | الْاَرْضُ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان لاءِ | پنهنجي رب کان | (تہ) هو ڪڍي | اسان لاءِ | اهي (شيون) جيڪي | اپائيندي آهي | زمين |

پالڻهار کان اسان لاءِ (دُعا) گهر تہ زمين جيڪو پنهنجو ساڳ ۽ پنهنجا بادرنگ ۽ پنهنجي

| مِنْۢ بَقْلِهَا | وَ | قِثَّآىِٕهَا | وَ | فُوْمِهَا | وَ | عَدَسِهَا | وَ | بَصَلِهَا ۭ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (يعني) پنهنجي ترڪاري | ۽ | ڪَڪڙي | ۽ | ڪڻڪ | ۽ | مهري دال | ۽ | بصر. | (موسىٰ) چيو |

ڪڻڪ ۽ پنهنجي مُهري ۽ پنهنجا بصر جمائيندي آهي سي اسان لاءِ پيدا ڪري،

| اَتَسْتَبْدِلُوْنَ | الَّذِيْ | هُوَ | اَدْنٰى | بِالَّذِيْ | هُوَ | خَيْرٌ ۭ | اِهْبِطُوْا | مِصْرًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چا توهان بدلي ۾ گهرو ٿا | اها شيءِ | جيڪا | ادنىٰ آهي | ان شيءِ کان | جيڪا | بهتر آهي. | توهان لهو | ڪنهن شهر ۾ |

چيائين تہ جيڪي چڱيون آهن سي سادين سان چو ٿا مٽايو؟ (جي نٿا رهو تہ)

| فَاِنَّ | لَكُمْ | مَّا | سَاَلْتُمْ ۭ | وَ | ضُرِبَتْ | عَلَيْهِمُ | الذِّلَّةُ | وَ | الْمَسْكَنَةُ ۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ بيشڪ | توهان جي لاءِ | اهو ئي آهي جنهن جي | توهان گهر ڪئي | ۽ | مڙهي وئي | انهن تي | ذلت | ۽ | بدحالي |

ڪنهن شهر ۾ لهي وڃو ۽ پوءِ جيڪي گهرو ٿا سو سڀ اوهان لاءِ (اُتي موجود) آهي،

| وَ | بَآءُوْ | بِغَضَبٍ | مِّنَ اللّٰهِ ۭ | ذٰلِكَ | بِاَنَّهُمْ | كَانُوْا | يَكْفُرُوْنَ | بِاٰيٰتِ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | هو موٽيا | غضب سان | الله جي طرف کان | اهو | (هن ڪري ٿيو) تہ بيشڪ هو | هئا | ڪفر ڪندا | الله جي آيتن سان |

خواري ۽ محتاجي مٿن هنئي وئي ۽ الله جي ڏمر هيٺ وريا، هِيءَ هن ڪري آهي جو اُنهن الله جي حڪمن کي نہ ٿي

| وَ | يَقْتُلُوْنَ | النَّبِيّٖنَ | بِغَيْرِ | الْحَقِّ ۭ | ذٰلِكَ | بِمَا | عَصَوْا | وَّ | كَانُوْا | يَعْتَدُوْنَ ۝61 ع |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | هُو قتل ڪندا هئا | نبين کي | بغير | حق جي | اهو | انهيءَ ڪري جو | انهن نافرماني ڪئي | ۽ | هئا اهي | حد کان لنگهندڙ. |

ميجيو ۽ پيغمبرن کي ناحق ٿي ڪُنائون، اهو ڪم بي فرمانيءَ سببان ٿي ڪيائون ۽ حد کان لنگهندڙ هوا.(٦١)

| اِنَّ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | وَ | الَّذِيْنَ | هَادُوْا | وَ | النَّصٰرٰى | وَ | الصّٰبِــِٕيْنَ | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | اهي جن | ايمان آندو | ۽ | اهي جيڪي | يهودي ٿيا | ۽ | نصارا | ۽ | صابئي (بي دين) | (انهن مان) جنهن (بہ) |

مؤمنن ۽ يهودين ۽ نصارن ۽ صابيين منجهان جن الله ۽ قيامت جي ڏينهن

| اٰمَنَ | بِاللّٰهِ | وَ | الْيَوْمِ | الْاٰخِرِ | وَ | عَمِلَ | صَالِحًا | فَلَهُمْ | اَجْرُهُمْ | عِنْدَ | رَبِّهِمْ ۚ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو | الله ساڻ | ۽ | ڏينهن | آخرت (تي) | ۽ | عمل ڪيائين | نيڪ | تہ انهن لاءِ آهي | اجر سندن | وٽ | سندن رب جي. |

ڪي ميڃيو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن لاءِ سندن پالڻهار وٽ سندن اجر آهي،

| وَ | لَا | خَوْفٌ | عَلَيْهِمْ | وَ | لَا | هُمْ يَحْزَنُوْنَ (62) | وَ | اِذْ | اَخَذْنَا | مِيْثَاقَكُمْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | نہ | ڪوئي خوف هوندو | انهن تي | ۽ | نہ | اهي غمگين ٿي ٿيندا. | ۽ | جڏهن | اسان ورتو | توهان کان پڪو انجام | ۽ |

۽ کين نکي ڀؤ آهيءِ نکي اُهي غمگين رهندا. (٦٢) ۽ جڏهن اوهان کان انجام ورتوسين ۽

| رَفَعْنَا | فَوْقَكُمُ | الطُّوْرَ ؕ | خُذُوْا | مَآ | اٰتَيْنٰكُمْ | بِقُوَّةٍ | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان بلند ڪيو | توهان تي | طور (جبل) کي | (۽ چيو) پڪڙيو توهان | ان کي جيڪو | اسان توهان کي ڏنو | طاقت سان | ۽ |

اوهان جي مٿان (جبل) طور کي کڙو ڪيوسون، (تڏهن چيوسون تہ) جيڪو (توريت) اوهانکي ڏنوسون سو گهو وٺو ۽

| اذْكُرُوْا | مَا | فِيْهِ | لَعَلَّكُمْ | تَتَّقُوْنَ (63) | ثُمَّ | تَوَلَّيْتُمْ مِّنْۢ | بَعْدِ | ذٰلِكَ ۚ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ياد رکو | جيڪي بہ | هن ۾ (لکيل) آهي | شايد توهان | متقي ٿي پئو. | پوءِ | توهان ڦري ويؤ | بعد | ان جي |

جيڪي منجهس آهي سو ياد ڪريو مانَ اوهين ڊڄو. (٦٣) وري اُن کانپوءِ اوهين ڦريؤ،

| فَلَوْلَا | فَضْلُ اللّٰهِ | عَلَيْكُمْ | وَ | رَحْمَتُهٗ | لَكُنْتُمْ | مِّنَ الْخٰسِرِيْنَ (64) | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهنڪري اگر نہ هجي ها | الله جو فضل | توهان تي | ۽ | سندس رحمت | (تہ) توهان ضرور ٿيو ها | نقصان پائڻ وارن مان. | ۽ |

پوءِ جڏهن اوهان تي الله جو فضل ۽ سندس ٻاجھ نہ ٿئي ها تہ اوهين ضرور ڇيئي وارن مان ٿيو ها. (٦٤) ۽

| لَقَدْ | عَلِمْتُمُ | الَّذِيْنَ | اعْتَدَوْا | مِنْكُمْ | فِي السَّبْتِ | فَقُلْنَا | لَهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| البت تحقيق | توهان ڄاڻي ورتو | انهن کي جن | زيادتي ڪئي | توهان مان | ڇنڇر (جي ڏينهن) ۾ | تہ اسان چيو | انهن کي |

انهن کي بيشڪ ڄاتو اٿو جي اوهان مان ڇنڇر بابت حد کان لنگهيا پوءِ کين چيوسين

| كُوْنُوْا | قِرَدَةً | خٰسِئِيْنَ (65) ۚ | فَجَعَلْنٰهَا | نَكَالًا | لِّمَا |
|---|---|---|---|---|---|
| توهان ٿي پئو | ڀولا | ذليل. | اهڙيءَ طرح اسان هن (واقعي) کي بڻايو | سيکت | انهن لاءِ جيڪي |

تہ خوار ڀولڙا ٿيو. (٦٥) پوءِ اُن (قصّہ) کي اُن ڳوٺ جي آس پاس وارن ۽ اُنهن

| بَيْنَ يَدَيْهَا | وَ | مَا | خَلْفَهَا | وَ | مَوْعِظَةً | لِّلْمُتَّقِيْنَ (66) | وَ | اِذْ | قَالَ | مُوْسٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي سامهون (موجود) هئا | ۽ | جيڪي | ان کان پوءِ (اچڻ وارا) هئا | ۽ | نصيحت | متقين لاءِ. | ۽ | جڏهن | چيو | موسيٰ |

جي پوين لاءِ عبرت ۽ خُدا ترسن لاءِ نصيحت ڪئي سون. (٦٦) ۽ جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو تہ

| لِقَوْمِهٖٓ | اِنَّ | اللّٰهَ | يَاْمُرُكُمْ | اَنْ | تَذْبَحُوْا | بَقَرَةً ؕ | قَالُوْٓا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي قوم کي | بيشڪ | الله | توهان کي حڪم ڏئي ٿو | هي تہ | توهان ذبح ڪريو | هڪ ڳئون | هنن چيو |

الله اوهان کي ڳئون ڪُهڻ جو حڪم ڪري ٿو، (تڏهن) چيائون تہ تون اسان سان

| اَتَتَّخِذُنَا | هُزُوًا ؕ | قَالَ | اَعُوْذُ بِاللّٰهِ | اَنْ | اَكُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|
| ڇا تون بڻائين ٿو اسان کي | يوڳ چرچو؟ | چيو (موسیٰ) | مان الله جي پناھ ۾ اچان ٿو | (ان کان) تہ | مان ٿيان |

ڇٽر ڪرڻ لڳين ٿو ڇا؟ (موسیٰ) چيو تہ آءٌ الله کان جاهلن مان هجڻ جي

| مِنَ الْجٰهِلِيْنَ ۝67 | قَالُوا | ادْعُ | لَنَا | رَبَّكَ | يُبَيِّنْ | لَّنَا | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جاهلن مان. | هنن چيو | تون دعا گهر | اسان جي لاءِ | پنهنجي رب کان | (تہ) هو بيان ڪري | اسان لاءِ (تہ) | ڪهڙي آهي |

پناھ گهران ٿو. (٦٧) چيائون تہ اسان لاءِ پنهنجي پالڻهار کان دُعا گهر تہ اسان لاءِ چٽائي ڪري

| هِيَ ؕ | قَالَ | اِنَّهٗ | يَقُوْلُ | اِنَّهَا | بَقَرَةٌ | لَّا | فَارِضٌ | وَّ | لَا | بِكْرٌ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اها (ڳئون) | (موسیٰ) چيو | بيشڪ هو (الله) | فرمائي ٿو | بيشڪ اها | هڪ ڳئون آهي | نہ | ڪُراڙي | ۽ | نہ | ننڍڙي (ڳابي)! |

تہ اُها (ڳئون) ڪهڙي (قسم جي) آهي، (موسیٰ) چيو تہ الله چوي ٿو تہ اُها ڳئون نڪي پوڙهي ۽ نڪي جوان آهي،

| عَوَانٌۢ | بَيْنَ | ذٰلِكَ ؕ | فَافْعَلُوْا | مَا | تُؤْمَرُوْنَ ۝68 | قَالُوا | ادْعُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وچولي عمر جي | وچ تي | ان جي. | تنهن ڪري ڪريو | اهو جو | توهان کي حڪم ڏنو وڃي ٿو. | هنن چيو | تون دعا گهر |

اِنهي وچ ۾ وچٿري آهي، پوءِ جيڪي اوهان کي حڪم ڏنو ويو سو ڪريو. (٦٨) چيائون تہ پنهنجي پالڻهار

| لَنَا | رَبَّكَ | يُبَيِّنْ | لَّنَا | مَا | لَوْنُهَا ؕ | قَالَ | اِنَّهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان لاءِ | پنهنجي رب کان | (تہ) هو بيان ڪري | اسان لاءِ (تہ) | ڪهڙو آهي | ان جو رنگ؟ | (موسیٰ) چيو | بيشڪ هو (الله) |

کان اسان لاءِ دُعا گهرتہ اسان لاءِ چٽائي ڪري تہ ان جو رنگ ڪهڙو آهي، (موسیٰ) چيو تہ الله چوي ٿو تہ

| يَقُوْلُ | اِنَّهَا | بَقَرَةٌ | صَفْرَآءُ | فَاقِعٌ | لَّوْنُهَا | تَسُرُّ | النّٰظِرِيْنَ ۝69 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فرمائي ٿو | بيشڪ اها | هڪ ڳئون آهي | هيڊي رنگ جي | ڏاڍو ڳوڙهو آهي | ان جو رنگ | خوش ڪري ٿي | ڏسڻ وارن کي. |

اُها ڳئون هيڊي ڪکڙي آهي سندس رنگ ڳوڙهو هيڊو آهي ڏسندڙن کي سُرهائي ڏيندي آهي. (٦٩)

| قَالُوا | ادْعُ | لَنَا | رَبَّكَ | يُبَيِّنْ | لَّنَا | مَا | هِيَ ۙ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هنن چيو | تون دعا گهر | اسان لاءِ | پنهنجي رب کان | (تہ) هو بيان ڪري | اسان لاءِ | ڪهڙي قسم جي آهي | اها (ڳئون؟) |

چيائون تہ پنهنجي پالڻهار کان اسان لاءِ دُعا گهر تہ اسان لاءِ چٽائي ڪري تہ اُها (ڳئون) ڪهڙي (پارين) آهي

| اِنَّ | الْبَقَرَ | تَشٰبَهَ | عَلَيْنَا ؕ | وَ | اِنَّآ | اِنْ | شَآءَ اللّٰهُ | لَمُهْتَدُوْنَ ۝70 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | (اها) ڳئون | منجهيل ٿي وئي آهي | اسان تي | ۽ | پڪ اسان | جيڪڏهن | الله گهريو | (تہ) ضرور واٽ لهنداسين. |

ڇوتہ ڳئون اسان وٽ (پاڻ جهڙين ۾) گڏيل آهي، ۽ جيڪڏهن الله گهريو تہ اسين ضرور لهنداسين. (٧٠)

| قَالَ | اِنَّهٗ | يَقُوْلُ | اِنَّهَا | بَقَرَةٌ | لَّا | ذَلُوْلٌ | تُثِيْرُ | الْاَرْضَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (موسیٰ) چيو | بيشڪ هو (الله) | فرمائي ٿو (تہ) | بيشڪ اها | هڪ ڳئون آهي | ناهي | وهندڙ | (جو هَرَ سان) کيڙي ٿي | زمين کي |

(موسیٰ) چيو تہ الله چوي ٿو تہ اُها اهڙي ڳئون آهي (جو) نڪي وهو آهي جو هر کيڙي

| وَ | لَا | تَسۡقِی | الۡحَرۡثَ ۚ | مُسَلَّمَةٌ | لَّا | شِیَةَ | فِیۡهَا ؕ | قَالُوا | الۡـٰٔنَ | جِئۡتَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | نه | سيراب ڪري ٿي | کيتيءَ کي | بي عيب آهي | نه آهي | ڪو داغ دوغ | ان ۾. | هنن چيو | هاڻي | تو آندو آهي |

۽ نڪي پوک پياري، اڻ وڍ آهي منجهس ڪو دبڪ ڪونهي، چيائون ته هاڻي تو پورو پار آندو،

ع ۸

| بِالۡحَقِّ ؕ | فَذَبَحُوۡهَا | وَ | مَا | كَادُوۡا | يَفۡعَلُوۡنَ ﴿71﴾ | وَ | اِذۡ | قَتَلۡتُمۡ | نَفۡسًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حق کي | پوءِ هنن ان کي ذبح ڪيو | ۽ | نه | اهي ويجها هئا | جو (ذبح) ڪن ها. | ۽ | جڏهن | توهان قتل ڪيو | هڪ ماڻهوءَ کي |

پوءِ اُن کي ڪُهائون ۽ (انهي ڪم) ڪرڻ تي نه هوا. (٧١) ۽ جڏهن هڪ شخص کي ڪُهَوَ

| فَادّٰرَءۡتُمۡ | فِیۡهَا ؕ | وَ | اللّٰهُ | مُخۡرِجٌ | مَّا | كُنۡتُمۡ | تَكۡتُمُوۡنَ ﴿72﴾ | فَقُلۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ توهان جهيڙو ڪيو | ان بابت. | ۽ | الله | ظاهر ڪندڙ آهي | اهو جيڪي | ٿي توهان | لڪايو. | پوءِ اسان چيو |

تڏهن ان (جي مارينڊڙ) بابت تڪرار ڪيوَ، ۽ جيڪي لڪائيندا آهيو سو الله پڌرو ڪندڙ آهي. (٧٢) پوءِ چيوسين ته

| اضۡرِبُوۡهُ | بِبَعۡضِهَا ؕ | كَذٰلِكَ | يُحۡیِ | اللّٰهُ | الۡمَوۡتٰی ۙ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان هن (مُردي) کي هڻو | هڪ ٽڪر هن (ڳئونءَ) جو | اهڙيءَ طرح | جيئرو ڪندو | الله | مُردن کي | ۽ |

سندس (گوشت جو) ڪُجهه ڀاڱو اُن (مئل) کي هڻو، اهڙي طرح الله مئلن کي جيارينڊو آهي ۽

| يُرِيۡكُمۡ | اٰيٰتِهٖ | لَعَلَّكُمۡ | تَعۡقِلُوۡنَ ﴿73﴾ | ثُمَّ | قَسَتۡ |
|---|---|---|---|---|---|
| هو ڏيکاري ٿو توهان کي | پنهنجيون (قدرت جون) نشانيون | ته جيئن توهان | سمجهو. | وري | سخت ٿي ويون |

اوهان کي پنهنجيون نشانيون ڏيکاريندو آهي ته مانَ اوهين سمجهو. (٧٣) وري ان کانپوءِ

| قُلُوۡبُكُمۡ | مِّنۡۢ بَعۡدِ | ذٰلِكَ | فَهِیَ | كَالۡحِجَارَةِ | اَوۡ | اَشَدُّ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جون دليون | بعد | ان جي | تنهن ڪري آهن اهي | پٿرن وانگر | يا | (انهن کان به) وڌيڪ |

اوهان جون دليون ڏاڍيون ٿيون پوءِ پهڻ وانگر بلڪ ڏاڍيون سخت آهن،

| قَسۡوَةً ؕ | وَ | اِنَّ | مِنَ | الۡحِجَارَةِ | لَمَا | يَتَفَجَّرُ | مِنۡهُ | الۡاَنۡهٰرُ ؕ | وَ | اِنَّ | مِنۡهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سخت | ۽ | تحقيق | ڪي | پٿر | البت اهڙا آهن | ڦاٽن ٿيون | انهن مان | واهيون. | ۽ | بيشڪ | ڪي انهن مان |

۽ پهڻن مان ڪي اهڙا (به) آهن جو منجهائن واهيون ڦاٽي نڪرنديون آهن، ۽ منجهائن ڪو

| لَمَا | يَشَّقَّقُ | فَيَخۡرُجُ | مِنۡهُ | الۡمَآءُ ؕ | وَ | اِنَّ | مِنۡهَا | لَمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| البت اهڙا آهن جو | ڦاٽن ٿا | ته نڪري ٿو | انهن مان | پاڻي | ۽ | تحقيق | ڪي انهن مان | البت اهڙا آهن جيڪي |

ڦاٽندو آهي پوءِ منجهانئس پاڻي نڪرندو آهي، ۽ منجهائس ڪو الله جي ڀؤ کان ڪرندو

| يَهۡبِطُ | مِنۡ خَشۡيَةِ اللّٰهِ ؕ | وَ | مَا | اللّٰهُ | بِغَافِلٍ | عَمَّا | تَعۡمَلُوۡنَ ﴿74﴾ | اَ | فَتَطۡمَعُوۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪري پون ٿا | الله جي ڊپ کان | ۽ | ناهي | الله | غافل | ان کان جيڪي | توهان ڪريو ٿا. | ڇا | پوءِ توهان اميد رکو ٿا |

آهي، ۽ جيڪي ڪندا آهيو تنهن کان الله بيخبر نه آهي. (٧٤) (اي مسلمانؤ! اوهين يهودين ۾) پاڻ لاءِ فرمانبردار

| اَنۡ | يُّؤۡمِنُوۡا | لَكُمۡ | وَقَدۡ | كَانَ | فَرِيۡقٌ | مِّنۡهُمۡ | يَسۡمَعُوۡنَ | كَلٰمَ اللّٰهِ | ثُمَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اها تہ | هو ايمان آڻيندا | توهان جي لاءِ | حالانڪ | بيشڪ هئو | هڪ ٽولو | انهن مان | اهي ٻڌندا هئا | الله جو ڪلام | وري |

هجڻ جو هِن هوندي بہ اجان آسرو رکو ٿا ڇا؟ جو بيشڪ منجهائن هڪ ٽولي اِهڙي آهي جو الله جو ڪلام ٻڌندا آهن وري

| يُحَرِّفُوۡنَهٗ | مِنۡۢ بَعۡدِ | مَا عَقَلُوۡهُ | وَ | هُمۡ | يَعۡلَمُوۡنَ ﴿75﴾ | وَ | اِذَا | لَقُوا | الَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڦير ڦار ڪندا هئا ان ۾ | بعد | ان (ڪلام) کي سمجهڻ جي | ۽ | هو | ڄاڻندا هئا. | ۽ | جڏهن | هو هلن ٿا | انهن سان جن |

ان جي سمجهڻ کان پوءِ اُهي ڄاڻ هوندي ان کي مٽائيندا آهن. (٧٥) ۽ جڏهن مؤمنن کي ملندا آهن

| اٰمَنُوۡا | قَالُوۡۤا | اٰمَنَّا ۚ | وَ | اِذَا | خَلَا | بَعۡضُهُمۡ | اِلٰى | بَعۡضٍ | قَالُوۡۤا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو | (تہ) چون ٿا | اسان (بہ) ايمان آندو آهي | ۽ | جڏهن | ڌار ٿئي ٿو | ڪو انهن مان | ڏانهن | ڪنهن جي | (تہ) هو چون ٿا |

تڏهن چوندا آهن تہ مڃيوسين، ۽ جڏهن هڪ ٻئي کي هيڪلو ملندا آهن (تڏهن پاڻ ۾) چوندا آهن تہ

| اَتُحَدِّثُوۡنَهُمۡ | بِمَا | فَتَحَ | اللّٰهُ | عَلَيۡكُمۡ | لِيُحَآجُّوۡكُمۡ | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇا توهان بيان ڪريو ٿا انهن سان | جيڪي | کوليو آهي | الله | توهان تي | تہ جيئن حجت وٺن توهان جي خلاف | ان سان |

جيڪي الله اوهان تي کوليو آهي تنهن جي ڳالهہ ساڻن ڇو ڪندا آهيو تہ اِن سببان اوهان جي پالڻهار وٽ اوهان تي

| عِنۡدَ رَبِّكُمۡ ؕ | اَفَلَا | تَعۡقِلُوۡنَ ﴿76﴾ | اَوَ | لَا | يَعۡلَمُوۡنَ | اَنَّ | اللّٰهَ | يَعۡلَمُ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي رب وٽ | ڇو پوءِ نٿا | توهان سمجهو. | ڇا | نٿا | اهي ڄاڻن | (تہ) بيشڪ | الله | ڄاڻي ٿو | جيڪي |

حجت وٺندا رهن، اوهين ڇونہ سمجهندا آهيو؟(٧٦) نہ ڄاڻندا آهن ڇا تہ جيڪي لڪائيندا آهن ۽ جيڪي پڌرو

النّصف

| يُسِرُّوۡنَ | وَ | مَا | يُعۡلِنُوۡنَ ﴿77﴾ | وَ | مِنۡهُمۡ | اُمِّيُّوۡنَ | لَا | يَعۡلَمُوۡنَ | الۡكِتٰبَ | اِلَّاۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو لڪائين ٿا | ۽ | جيڪي | ظاهر ڪن ٿا. | ۽ | ڪي انهن مان | اڻ پڙهيل آهن | نٿا | اهي ڄاڻن | ڪتاب کي | سواءِ |

ڪندا آهن سو الله ڄاڻندو آهي. (٧٧) ۽ منجهائن ڪي اڻ پڙهيا آهن جي ڪوڙن خيالن کانسواءِ ڪتاب کي

| اَمَانِيَّ | وَ | اِنۡ | هُمۡ | اِلَّا | يَظُنُّوۡنَ ﴿78﴾ | فَوَيۡلٌ | لِّلَّذِيۡنَ | يَكۡتُبُوۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خواهشن جي | ۽ | نہ آهن | اهي | مگر | گمان ڪندا. | تنهنڪري هلاڪت آهي | انهن ماڻهن لاءِ جيڪي | لکن ٿا |

نہ ڄاڻندا آهن ۽ اُهي رڳو اٽڪل هلندا آهن. (٧٨) پوءِ اُنهن لاءِ خرابي آهي جيڪي پنهنجو هٿرادو

| الۡكِتٰبَ | بِاَيۡدِيۡهِمۡ ۗ | ثُمَّ | يَقُوۡلُوۡنَ | هٰذَا | مِنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ | لِيَشۡتَرُوۡا | بِهٖ | ثَمَنًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪتاب | پنهنجي هٿن سان | وري | اهي چون ٿا | هي | الله جي طرفان آهي | تہ جيئن وٺن | ان جي بدلي | ملهہ |

ڪتاب لکندا آهن، موٽي (ماڻهن کي) چوندا آهن تہ هيءُ الله وٽان (آيو) آهي هِن لاءِ تہ ان سان (دنيا جو)

| قَلِيۡلًا ؕ | فَوَيۡلٌ | لَّهُمۡ | مِّمَّا | كَتَبَتۡ | اَيۡدِيۡهِمۡ | وَ | وَيۡلٌ | لَّهُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٿورڙو | پوءِ هلاڪت آهي | انهن لاءِ | ان ڪري جو | لکيو | سندن هٿن | ۽ | هلاڪت آهي | انهن لاءِ |

ٿورو ملهہ وٺن، پوءِ جيڪي سندن هٿن لکيو تنهن سببان انهن لاءِ خرابي آهي ۽ جيڪي ڪمائيندا آهن تنهن سببان

| مِّمَّا | يَكْسِبُوْنَ ﴿79﴾ | وَ | قَالُوْا | لَنْ | تَمَسَّنَا | النَّارُ | اِلَّآ | اَيَّامًا | مَّعْدُوْدَةً ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان سبب جيڪي | هو ڪمائين ٿا. | ۽ | هنن چيو | هرگز نہ | ڇهندي اسان کي | باهہ | پر | چند ڏينهن | ڳڻيل. |

(پڻ) انهن لاءِ خرابي آهي. (۷۹) ۽ چون ٿا تہ باهہ ڳڻيل ڏينهن کان سواءِ اسان کي ڪڏهن نہ ڇهندي.

| قُلْ | اَ | تَّخَذْتُمْ | عِنْدَ اللّٰهِ | عَهْدًا | فَلَنْ | يُّخْلِفَ | اللّٰهُ | عَهْدَهٗٓ | اَمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چئُ | ڇا | توهان ورتو آهي | الله کان | ڪو عهد؟ | پوءِ هرگز نہ | خلاف ڪندو | الله | پنهنجي عهد جي | يا |

اي (پيغمبر ڪين) چئو تہ الله وٽان اهڙو انجام ورتو اٿوَ ڇا؟ تہ الله پنهنجي انجام کي ڪڏهن نہ ڦيريندو يا الله تي

| تَقُوْلُوْنَ | عَلَى اللّٰهِ | مَا | لَا | تَعْلَمُوْنَ ﴿80﴾ | بَلٰى | مَنْ | كَسَبَ | سَيِّئَةً | وَّ | اَحَاطَتْ | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان چئو ٿا | الله تي | جيڪو | نٿا | توهان ڄاڻو. | ڇو نہ | جنهن | ڪمائي | ڪا برائي | ۽ | ورائي ورتو | ان کي |

اڻ ڄاتو (ڪوڙ) ڳالهائيندا آهيو. (۸۰) هائو جن مدائي ڪمائي ۽ سندن بڇڙائي ڪين

| خَطِيْٓـئَتُهٗ | فَاُولٰٓئِكَ | اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ ﴿81﴾ | وَ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سندس برائيءَ | تہ اهي آهن | دوزخ وارا، | اهي | ان ۾ | هميشہ رهندا. | ۽ | اهي جن | ايمان آندو | ۽ |

ويڙهي وئي سي دوزخي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن. (۸۱) ۽ جن ايمان آندو ۽

ع ۹

| عَمِلُوا | الصّٰلِحٰتِ | اُولٰٓئِكَ | اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ۚ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ ﴿82﴾ ۧ | وَ | اِذْ | اَخَذْنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن عمل ڪيا | صالح | اهي ئي آهن | جنت وارا | اهي | ان ۾ | هميشہ رهندا. | ۽ | جڏهن | اسان ورتو |

چڱا ڪم ڪيا سي بهشتي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن. (۸۲) ۽ جڏهن بني اسرائيلن

| مِيْثَاقَ | بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ | لَا | تَعْبُدُوْنَ | اِلَّا | اللّٰهَ | وَ | بِالْوَالِدَيْنِ | اِحْسَانًا | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پڪو عهد | بني اسرائيل کان (تہ) | نہ | توهان عبادت ڪجو | مگر | الله جي | ۽ | ماءُ پيءُ سان | سُهڻو سلوڪ ڪجو | ۽ |

کان انجام ورتوسين تہ الله کانسواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت نہ ڪريو، ۽ ماءُ پيءُ ۽ مِٽن ۽

| ذِي الْقُرْبٰى | وَ | الْيَتٰمٰى | وَ | الْمَسٰكِيْنِ | وَ | قُوْلُوْا | لِلنَّاسِ | حُسْنًا | وَّ | اَقِيْمُوا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مائٽن | ۽ | يتيمن | ۽ | مسڪينن سان | ۽ | توهان چئجو | ماڻهن کي | سهڻي (ڳالهہ) | ۽ | توهان قائم ڪجو |

ڇورن (ٻارن) ۽ مسڪينن سان چڱائي ڪريو ۽ ماڻهن سان مِٺو ڳالهايو ۽ نماز پڙهو

| الصَّلٰوةَ | وَ | اٰتُوا | الزَّكٰوةَ ؕ | ثُمَّ | تَوَلَّيْتُمْ | اِلَّا | قَلِيْلًا | مِّنْكُمْ | وَ | اَنْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نماز | ۽ | توهان ڏجو | زڪوات | وري | توهان ڦري ويؤ | مگر | ٿورڙا | توهان مان، | جڏهن تہ | توهان |

۽ زڪوٰة ڏيو، وري اوهان منجهان ٿورن کانسواءِ (سڀ) ڦِري ويؤ ۽ اوهين

| مُّعْرِضُوْنَ ﴿83﴾ | وَ | اِذْ | اَخَذْنَا | مِيْثَاقَكُمْ | لَا | تَسْفِكُوْنَ | دِمَآءَكُمْ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آهيو ئي منهن موڙيندڙ. | ۽ | جڏهن | اسان ورتو | پڪو عهد توهان کان | نہ | وهائيندؤ توهان | پنهنجو خون (پاڻ ۾) | ۽ | نہ |

منهن موڙيندا هيؤ. (۸۳) ۽ جڏهن اوهان کان انجام ورتوسون تہ پنهنجا خون نہ ڪندؤ ۽ نڪي

| تُخۡرِجُوۡنَ | اَنۡفُسَكُمۡ | مِّنۡ دِيَارِكُمۡ | ثُمَّ | اَقۡرَرۡتُمۡ | وَ | اَنۡتُمۡ | تَشۡهَدُوۡنَ ﴿84﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڪڍندؤ | پنهنجو پاڻ کي | پنهنجي گهرن مان | وري | توهان اقرار ڪيو | جڏهن تہ | توهان | شاهد آهيو. |

پنهنجي قوم کي پنهنجن ديسن مان لڏائيندؤ پوءِ باسيوَ ۽ (ان جا) اوهين گواهہ آهيو. (٨٤)

| ثُمَّ | اَنۡتُمۡ | هٰۤؤُلَآءِ | تَقۡتُلُوۡنَ | اَنۡفُسَكُمۡ | وَ | تُخۡرِجُوۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| وري | توهان ئي | اهي آهيو (جو ان کان پوءِ بہ) | قتل ڪريو ٿا | پنهنجو پاڻ (پنهنجن) کي | ۽ | توهان ڪڍي ڇڏيو ٿا |

(تنهن کان) پوءِ اوهين اهڙا ٿيا آهيو جو پنهنجي قوم کي ڪُهو ٿا ۽ پنهنجي قوم مان هڪ ٽوليءَ تي

| فَرِيۡقًا | مِّنۡكُمۡ | مِّنۡ دِيَارِهِمۡ | تَظٰهَرُوۡنَ عَلَيۡهِمۡ | بِالۡاِثۡمِ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|
| هڪ ڌر کي | پاڻ مان | سندن گهرن مان | توهان مدد ڪريو ٿا هڪ ٻئي جي انهن جي خلاف | ساڻ گناهہ | ۽ |

ايذاء ۽ ڏاڍ ڪرڻ لاءِ (پاڻ ۾) هڪ ٻئي کي مدد ڏئي ڪين سندن ديس مان لڏايو ٿا، ۽

| الۡعُدۡوَانِ | وَ | اِنۡ | يَّاۡتُوۡكُمۡ | اُسٰرٰى | تُفٰدُوۡهُمۡ | وَهُوَ | مُحَرَّمٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ظلم جي | ۽ | اگر | هو توهان وٽ اچن ٿا | قيدي ٿي | (تہ) توهان ڪين فديو ڏئي ڇڏايو ٿا | حالانڪ | حرام ڪيو ويو هو |

جيڪڏهن (ڪي) ٻانديءَ ٿي اوهان وٽ ايندا آهن تہ ڇَٽي ڀري ڪين ڇڏائيندا آهيو هن هوندي جو اُهو سندن لوڏڻ اوهان

| عَلَيۡكُمۡ | اِخۡرَاجُهُمۡ | اَفَتُؤۡمِنُوۡنَ | بِبَعۡضِ الۡكِتٰبِ | وَ | تَكۡفُرُوۡنَ | بِبَعۡضٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان تي | انهن جو ڪڍڻ | ڇا پوءِ توهان ايمان آڻيو ٿا | ڪتاب جي هڪ حصي تي | ۽ | ڪفر ڪريو ٿا | ٻئي حصي جو |

تي حرام ٿيل آهي، پوءِ ڇاڪون ڪي (حڪم) ڪتاب (توريت) جا مڃيندا آهيو ۽ ڪي نہ مڃيندا آهيو؟

| فَمَا | جَزَآءُ | مَنۡ | يَّفۡعَلُ | ذٰلِكَ | مِنۡكُمۡ | اِلَّا | خِزۡىٌ | فِى الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ نہ آهي | سزا | (ان لاءِ) جيڪو | ڪري ڪم | اهو | توهان مان | مگر | خواري | دنيا جي زندگيءَ ۾. | ۽ |

پوءِ اوهان مان جيڪو اهڙو ڪم ڪري تنهن جي سزا دنيا جي حياتيءَ ۾ خواريءَ کانسواءِ ڪانہ آهي، ۽

| يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ | يُرَدُّوۡنَ | اِلٰٓى | اَشَدِّ | الۡعَذَابِ | وَ | مَا | اللّٰهُ | بِغَافِلٍ | عَمَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| قيامت جي ڏينهن | اهي موٽايا ويندا | ڏانهن | شديد | عذاب جي. | ۽ | نہ آهي | الله | بي خبر | ان کان جيڪي |

قيامت جي ڏينهن سخت عذاب ڏانهن ورايا ويندا، ۽ جيڪي ڪندا آهيو تنهن کان الله

| تَعۡمَلُوۡنَ ﴿85﴾ | اُولٰٓئِكَ | الَّذِيۡنَ | اشۡتَرَوُا | الۡحَيٰوةَ الدُّنۡيَا | بِالۡاٰخِرَةِ | فَلَا | يُخَفَّفُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان عمل ڪريو ٿا. | هي اهي آهن | جن | خريد ڪئي | دنيا جي حياتي | آخرت جي بدلي ۾ | پوءِ نہ | هلڪو ڪيو ويندو |

بي خبر نہ آهي. (٨٥) اِهي اُهي آهن جن آخرت جي بدران دنيا جي حياتي ورتي، پوءِ ڪائڻ عذاب

| عَنۡهُمُ | الۡعَذَابُ | وَ | لَا | هُمۡ يُنۡصَرُوۡنَ ﴿86﴾ | وَ | لَقَدۡ | اٰتَيۡنَا | مُوۡسَى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن تان | عذاب | ۽ | نہ | اهي مددئي ڪيا ويندا. | ۽ | البت تحقيق | اسان ڏنو | موسيٰ کي |

هلڪو نہ ڪيو ويندو ۽ نڪي ڪين مدد ڏبي. (٨٦) ۽ بيشڪ مُوسيٰ کي ڪتاب (توريت)

| الْكِتٰبَ | وَ | قَفَّيْنَا | مِنْۢ بَعْدِهٖ | بِالرُّسُلِ | وَ | اٰتَيْنَا | عِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪتاب | ۽ | هڪ ٻئي پٺيان موڪليا اسان | ان کان پوءِ | ڪيئي رسول | ۽ | اسان ڏنا | عيسيٰ پٽ مريم کي |

ڏنوسون ۽ اُن کان پوءِ (پيا) پيغمبر هڪ ٻئي پٺيان موڪلياسون، ۽ عيسيٰ پٽ مريم کي

| الْبَيِّنٰتِ | وَ | اَيَّدْنٰهُ | بِرُوْحِ الْقُدُسِ | اَفَكُلَّمَا | جَآءَكُمْ | رَسُوْلٌۢ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پڌرا دليل (معجزا) | ۽ | اسان ڪيس طاقت ڏني | روح القدس (جبرائيل) سان | ڇا پوءِ جڏهن بہ | آيو توهان وٽ | ڪوئي رسول |

پڌرا مُعجزا ڏناسون ۽ ڪين پاڪ روح سان مدد ڏني سون، پوءِ جڏهن بہ ڪنهن پيغمبر اوهان وٽ

| بِمَا | لَا | تَهْوٰٓى | اَنْفُسُكُمُ | اسْتَكْبَرْتُمْ | فَفَرِيْقًا | كَذَّبْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ساڻ ان جي جنهن کي | نہ | پسند ڪندا هئا | توهان جا نفسَ | (تہ) توهان تڪبّر ڪيو | پوءِ هڪ فريق کي | توهان ڪوڙو ڄاتو |

اُهي حُڪم آندا ٿي جن کي اوهان جي دلين نٿي گهريو تڏهن اوهان (ان جي مڃڻ کان) وڏائي ڪئي، پوءِ (پيغمبرن جي)

| وَ | فَرِيْقًا | تَقْتُلُوْنَ (87) | وَ | قَالُوْا | قُلُوْبُنَا | غُلْفٌ | بَلْ | لَّعَنَهُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | هڪ فريق کي | توهان قتل ڪندا رهيا. | ۽ | انهن چيو | اسان جون دليون | غلافن ۾ آهن. | (نہ) بلڪ | لعنت ڪئي آهي انهن تي |

هڪ ٽولي کي ڪُوڙو ڄاتوَ، ۽ ٻئي کي ڪُٺوَ. (٨٧) ۽ چون ٿا تہ اسان جون دليون ڍڪيل آهن، (نہ) بلڪ الله سندن

| اللّٰهُ | بِكُفْرِهِمْ | فَقَلِيْلًا مَّا | يُؤْمِنُوْنَ (88) | وَ | لَمَّا | جَآءَهُمْ | كِتٰبٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | انهن جي ڪفر جي ڪري | تنهن ڪري ٿورا ماڻهوئي | ايمان آڻين ٿا. | ۽ | جڏهن | آيو انهن وٽ | ڪتاب (قرآن) |

ڪفر سببان مٿن لعنت ڪئي آهي پوءِ ٿورا ايمان آڻيندا. (٨٨) ۽ جڏهن الله وٽان ڪتاب (قرآن)

| مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ | مُصَدِّقٌ | لِّمَا | مَعَهُمْ | وَ | كَانُوْا | مِنْ قَبْلُ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي طرفان | (جيڪو) تصديق ڪندڙ آهي | ان (تورات) جي | جيڪو هنن وٽ آهي | ۽ | هئا اهي | هن کان اڳ |

انهي (توريت) جو سچو ڪندڙ آين جيڪو وٽن آهي ۽ (هن کان) اڳ ڪافرن تي سوڀ جون

| يَسْتَفْتِحُوْنَ | عَلَى | الَّذِيْنَ | كَفَرُوْا | فَلَمَّا | جَآءَهُمْ | مَّا | عَرَفُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فتح گهرندڙ | خلاف | انهن جي جن | ڪفر ڪيو. | پوءِ جڏهن | آيو هنن وٽ اهو (حق) | جنهن کي | هنن سڃاڻي ورتو |

(دعائون) گهرندا هئا، پوءِ جڏهن وٽن آيو جنهن کي سڃاتائون تڏهن ان جو انڪار ڪيائون،

| كَفَرُوْا | بِهٖ | فَلَعْنَةُ اللّٰهِ | عَلَى الْكٰفِرِيْنَ (89) | بِئْسَمَا | اشْتَرَوْا | بِهٖٓ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (تہ) انهن ڪفر ڪيو | ان سان | پوءِ الله جي لعنت آهي | ڪافرن تي. | بڇڙي آهي اها شيءِ (جو) | خريديو انهن | ان جي بدلي |

پوءِ ڪافرن تي الله جي لعنت آهي. (٨٩) اُهو بڇڙو (سودو) آهي جنهن ۾ پاڻ ڏئي جيڪي الله

| اَنْفُسَهُمْ | اَنْ | يَّكْفُرُوْا | بِمَآ | اَنْزَلَ | اللّٰهُ | بَغْيًا | اَنْ | يُّنَزِّلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي نفسن کي | هي تہ | هو ڪفر ڪن ٿا | ان سان جيڪو | نازل ڪيو | الله | حسد ڪندي | (ان ڪان) تہ | نازل ڪري |

(مُحَمَّد ﷺ تي) لاٿو آهي تنهن جو نہ مڃڻ هن (ڳالهہ) جي ساڙ ڪري ڳڏائون تہ

| اللّٰهُ | مِنۡ فَضۡلِهٖ | عَلٰى | مَنۡ | يَّشَآءُ | مِنۡ عِبَادِهٖ | فَبَآءُوۡ | بِغَضَبٍ | عَلٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | پنهنجو فضل | مٿان | جنهن جي | گهري | پنهنجي ٻانهن مان | تنهن ڪري اهي ڦريا | غضب سان | مٿان |

الله پنهنجي ٻانهن مان جنهن تي گهرندو آهي تنهن تي پنهنجي ٻاجه سان ڪتاب لاهيندو آهي، پوءِ (الله جي) ڏمر تي

| غَضَبٍ | وَ | لِلۡكٰفِرِيۡنَ | عَذَابٌ | مُّهِيۡنٌ (90) | وَ | اِذَا | قِيۡلَ | لَهُمۡ | اٰمِنُوۡا | بِمَآ | اَنۡزَلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| غضب جي | ۽ | ڪافرن لاءِ | عذاب آهي | خوار ڪندڙ. | ۽ | جڏهن | چيو وڃي ٿو | انهن کي | ايمان آڻيو | ان تي جيڪو | نازل ڪيو |

ڏمر هيٺ وريا، ۽ ڪافرن لاءِ خواري ڏيندڙ عذاب آهي. (٩٠) ۽ جڏهن کين چئبو آهي ته جيڪو (قرآن) الله لاٿو

| اللّٰهُ | قَالُوۡا | نُؤۡمِنُ | بِمَآ | اُنۡزِلَ | عَلَيۡنَا | وَ | يَكۡفُرُوۡنَ | بِمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | (ته) چون ٿا | اسان ايمان آڻيون ٿا | ان تي جيڪو | نازل ڪيو ويو | اسان تي | جڏهن ته | هو انڪار ڪن ٿا | ان جو جيڪو |

تنهن کي مڃيو تڏهن چون ٿا ته جيڪو (توريت) اسان تي لٿل آهي تنهن کي مڃيندا آهيون ۽ جيڪي ان ڪانسواءِ

| وَرَآءَهٗ | وَ | هُوَ | الۡحَقُّ | مُصَدِّقًا | لِّمَا | مَعَهُمۡ | قُلۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ ڪان سواءِ آهي | حالانڪ | اهو (قرآن) | حق آهي | تصديق ڪندڙ | ان (تورات) جي جيڪو | انهن وٽ آهي | چئي ڇڏين |

آهي تنهن کي نه مڃيندا آهن، ۽ (حقيقت ڪري) اهو (قرآن) سچو آهي جيڪو (توريت) وٽن آهي تنهنجو سچو ڪندڙ (ب)

| فَلِمَ | تَقۡتُلُوۡنَ | اَنۡۢبِيَآءَ اللّٰهِ | مِنۡ قَبۡلُ | اِنۡ | كُنۡتُمۡ | مُّؤۡمِنِيۡنَ (91) | وَ | لَقَدۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ ڇو | توهان قتل ڪندا رهيا | الله جي نبين کي | هن کان اڳ | اگر | هئا توهان | مؤمن. | ۽ | البت تحقيق |

آهي، (اي پيغمبر) چؤ ته جيڪڏهن (توريت جا) مڃيندڙ آهيو ته الله جي پيغمبرن کي ڇو ڪُٺو. (٩١) ۽ بيشڪ

| جَآءَكُمۡ | مُّوۡسٰى | بِالۡبَيِّنٰتِ | ثُمَّ | اتَّخَذۡتُمُ | الۡعِجۡلَ | مِنۡۢ بَعۡدِهٖ | وَ | اَنۡتُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آيو توهان وٽ | موسيٰ | پڌرن دليلن (معجزن) سان | پوءِ | توهان بڻايو | گابي کي (معبود) | ان کان پوءِ | ۽ | توهان |

مُوسيٰ اوهان وٽ چٽا معجزا آندا وري ڪانئس پوءِ گابي کي (خدا ڪري) ورتوَ ۽ اوهين

| ظٰلِمُوۡنَ (92) | وَ | اِذۡ | اَخَذۡنَا | مِيۡثَاقَكُمۡ | وَ | رَفَعۡنَا | فَوۡقَكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آهيو ئي ظالم. | ۽ | (ياد ڪريو) جڏهن | اسان ورتو | توهان کان پڪو عهد | ۽ | بلند ڪيو اسان | توهان تي |

ظالم آهيو. (٩٢) ۽ جڏهن اوهان کان انجام ورتوسون ۽ اوهان جي مٿان طُور (جبل) ڪڙو ڪيوسون،

| الطُّوۡرَ | خُذُوۡا | مَآ | اٰتَيۡنٰكُمۡ | بِقُوَّةٍ | وَّ | اسۡمَعُوۡا | قَالُوۡا | سَمِعۡنَا | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| طور (جبل) کي | (۽ چيو) وٺو توهان | جيڪو | اسان توهان کي ڏنو | مضبوطيءَ سان | ۽ | ٻڌو. | هنن چيو | اسان ٻڌو | ۽ |

(چيوسون ته) جيڪو اوهان کي ڏنوسون (يعني توريت) سو سوگهو وٺو ۽ ٻڌو، تڏهن چيائون ته ٻڌوسون ۽

| عَصَيۡنَا | وَ | اُشۡرِبُوۡا | فِىۡ قُلُوۡبِهِمُ | الۡعِجۡلَ | بِكُفۡرِهِمۡ | قُلۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان نافرماني ڪئي. | ۽ | اهي پيئاريا ويا | پنهنجي دلين ۾ | گابي جي (محبت) | سببان پنهنجي ڪفر جي. | چئه (اي نبي[ص]!) |

نه مڃيوسون، ۽ انهن جي دلين ۾ سندن ڪفر سببان گابي جي پريت وڌي وئي، (اي پيغمبر ڪين) چؤ ته اوهان جو ايمان

| بِئْسَمَا | يَأْمُرُكُمْ | بِهٖٓ | اِيْمَانُكُمْ | اِنْ | كُنْتُمْ | مُّؤْمِنِيْنَ ﴿93﴾ | قُلْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بچڙي آهي اها شيءِ | (جو) حڪم ڪريٿو توهانکي | ان جو | توهان جو ايمان | اگر | آهيو توهان | مؤمن. | چئه (اي نبيﷺ!) |

اوهان کي جنهن شيءِ جو حڪم ڪندو آهي سا بچڙي آهي جيڪڏهن اوهين (توريت) جا مڃيندڙ آهيو. (٩٣) (اي پيغمبر

| اِنْ | كَانَتْ | لَكُمُ | الدَّارُ | الْاٰخِرَةُ | عِنْدَ اللّٰهِ | خَالِصَةً | مِّنْ دُوْنِ النَّاسِ | فَتَمَنَّوُا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اگر | آهي | توهان لاءِ (ئي) | گهر | آخرت جو | الله وٽ | خاص طور تي | سواءِ (ٻين) ماڻهن جي | تہ توهان تمنا ڪريو |

ڪين) چئو تہ جيڪڏهن آخرت جو گهرُ الله وٽ ٻين ماڻهن کان سواءِ خلاصو اوهان لاءِ آهي تہ جيڪڏهن

| الْمَوْتَ | اِنْ | كُنْتُمْ | صٰدِقِيْنَ ﴿94﴾ | وَ | لَنْ | يَّتَمَنَّوْهُ | اَبَدًا | بِمَا | قَدَّمَتْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| موت جي | اگر | آهيو توهان | سچا. | ۽ | هرگز نہ | هو تمنا ڪندا موت جي | ڪڏهن بہ | سببان ان جي جو | اڳتي موڪليو |

(پنهنجي چوڻ ۾) سچا آهيو تہ موت گهرو. (٩٤) ۽ جيڪي ڪرتوت سندن هٿن اڳي موڪليا آهن تن سببان

| اَيْدِيْهِمْ | وَ | اللّٰهُ | عَلِيْمٌ | بِالظّٰلِمِيْنَ ﴿95﴾ | وَ | لَتَجِدَنَّهُمْ | اَحْرَصَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جي هٿن | ۽ | الله | خوب ڄاڻندڙ آهي | ظالمن کي. | ۽ | البت تون ضرور لهندين انهن (يهودين) کي | گهڻو حريص |

اُن (موت) کي ڪڏهن بہ نہ گهرندا. ۽ الله ظالمن کي (چڱي طرح) ڄاڻندڙ آهي. (٩٥) ۽ (اي پيغمبر) انهن (يهودين) کي

| النَّاسِ | عَلٰى حَيٰوةٍ | وَ | مِنَ | الَّذِيْنَ | اَشْرَكُوْا | يَوَدُّ | اَحَدُهُمْ | لَوْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سڀني انسانن کان | حياتيءَ تي | ۽ | انهن کان (بہ) | جن | شرڪ ڪيو | گهري ٿو | (هر) هڪ انهن جو | جيڪر |

جيئڻ تي ماڻهن ۽ مشرڪن کان وڌيڪ حرص وارو لهندين، منجهائن هر ڪو گهرندو آهي تہ

| يُعَمَّرُ | اَلْفَ | سَنَةٍ | وَ | مَا | هُوَ | بِمُزَحْزِحِهٖ | مِنَ الْعَذَابِ | اَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو عمر ڏنو وڃي | هزار | سال | حالانڪ | ناهي | اهو (ڊگهي عمر ملڻ) | ڪيس هٽائڻ وارو | عذاب کان | هي تہ |

جيڪر هزار ورهيہ جياريو وڃي ها، ۽ اهو (ايڏو جيئڻ) ڪيس عذاب کان پري ڪرڻ وارو نہ آهي،

| يُّعَمَّرَ | وَ | اللّٰهُ | بَصِيْرٌ | بِمَا | يَعْمَلُوْنَ ﴿96﴾ | قُلْ | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو (ايڏي) عمر ڏنو وڃي | ۽ | الله | خوب ڏسندڙ آهي | ان کي جيڪي | هو عمل ڪن ٿا. | چئه (اي نبيﷺ!) | جيڪو بہ |

۽ جيڪي ڪندا آهن تنهن کي الله ڏسندڙ آهي. (٩٦) (اي پيغمبر ڪين) چئو تہ جيڪو

| كَانَ | عَدُوًّا | لِّجِبْرِيْلَ | فَاِنَّهٗ | نَزَّلَهٗ | عَلٰى | قَلْبِكَ | بِاِذْنِ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آهي | دشمن | جبرائيل جو | تہ انهيءَ | نازل ڪيو آهي هن (قرآن) کي | مٿان | تنهنجي دل جي | الله جي حڪم سان |

جبرائيل جو ويري ٿيندو (سو الله جو ويري آهي) ڇو تہ جبرائيل قرآن کي الله جي حڪم سان تنهنجي دل تي لاٿو

| مُصَدِّقًا | لِّمَا | بَيْنَ يَدَيْهِ | وَ | هُدًى | وَّ | بُشْرٰى | لِلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿97﴾ | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تصديق ڪندڙ | انهيءَ (ڪتاب) جي جيڪو | هن کان اڳ آهي | ۽ | هدايت | ۽ | بشارت آهي | مؤمنن لاءِ. | جيڪو بہ |

آهي جيڪي ڪانئس اڳي آهي تنهن کي سچو ڪندڙ آهي ۽ مؤمنن لاءِ هدايت ۽ خوشخبري آهي. (٩٧) جيڪو

| كَانَ | عَدُوًّا لِّلّٰهِ | وَ | مَلٰٓئِكَتِهٖ | وَ | رُسُلِهٖ | وَ | جِبْرِيْلَ | وَ | مِيْكٰلَ | فَاِنَّ | اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آهي | الله جو دشمن | ۽ | سندس ملائڪن جو | ۽ | سندس رسولن جو | ۽ | جبرائيل | ۽ | ميڪائيل جو | تہ بيشڪ | الله |

الله ۽ سندس ملائڪن ۽ سندس پيغمبرن ۽ جبرائيل ۽ ميڪائيل جو ويري ٻٽبو تہ بيشڪ الله

| عَدُوٌّ | لِّلْكٰفِرِيْنَ ﴿98﴾ | وَ | لَقَدْ | اَنْزَلْنَآ | اِلَيْكَ | اٰيٰتٍۭ | بَيِّنٰتٍ | وَ | مَا | يَكْفُرُ | بِهَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| دشمن آهي | ڪافرن جو. | ۽ | البت تحقيق | نازل ڪيون اسان | توڏانهن | آيتون | پڌريون | ۽ | نٿا | ڪفر ڪن | انهن سان |

(بہ اهڙن) ڪافرن جو ويري آهي. (٩٨) ۽ (اي پيغمبر) بي شڪ تو ڏانهن صاف آيتون موڪليون سون، ۽ بي دينن ڪانسواءِ

| اِلَّا | الْفٰسِقُوْنَ ﴿99﴾ | اَوَكُلَّمَا | عٰهَدُوْا | عَهْدًا | نَّبَذَهٗ | فَرِيْقٌ | مِّنْهُمْ | بَلْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مگر | نافرماني ڪندڙ. | ڇا جڏهن بہ | عهد ڪيو انهن | ڪوئي عهد | (تہ) اڇلايو ان کي | هڪ ٽولي | انهن مان | بلڪ |

ڪوبہ اُن جو منڪر نہ ٿيندو. (٩٩) جڏهن بہ ڪو انجام ٻڌائون ٿي تہ ان کي ڇو منجهائن هڪ ٽوليءَ ڦٽو ڪيو ٿي، بلڪ

| اَكْثَرُهُمْ | لَا | يُؤْمِنُوْنَ ﴿100﴾ | وَ | لَمَّا | جَآءَهُمْ | رَسُوْلٌ | مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ | مُصَدِّقٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اڪثر انهن مان | نٿا | ايمان آڻين. | ۽ | جڏهن | آيو انهن وٽ | ڪوئي رسول | الله وٽان | تصديق ڪندڙ |

منجهائن گهڻا ايمان نہ آڻيندا آهن. (١٠٠) ۽ جڏهن پيغمبر (مُحمّد ﷺ) انهي (يعني توريت) جو سچو ڪندڙ

| لِّمَا | مَعَهُمْ | نَبَذَ | فَرِيْقٌ | مِّنَ الَّذِيْنَ | اُوْتُوا | الْكِتٰبَ | كِتٰبَ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُن (ڪتاب) جي جيڪو | انهن وٽ آهي | (تہ) اڇلائي ڇڏيو | هڪ ٽولي | انهن مان جيڪي | ڏنا ويا هئا | ڪتاب. | الله جو ڪتاب |

جيڪو وٽن آهي الله وٽان آين (تڏهن) جن کي ڪتاب (توريت) ڏنو ويو تن مان هڪ ٽوليءَ الله جي ڪتاب کي پنهنجن

| وَرَآءَ | ظُهُوْرِهِمْ | كَاَنَّهُمْ | لَا | يَعْلَمُوْنَ ﴿101﴾ | وَ | اتَّبَعُوْا | مَا | تَتْلُوا | الشَّيٰطِيْنُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پٺيان | پنهنجي پٺين جي | ڄڻڪ هو | نٿا | ڄاڻن. | ۽ | هنن تابعداري ڪئي | ان جي جيڪو | پڙهندا هئا | شيطانَ |

پُٺين پويان اُڇليو ڄڻڪ اُهي ڄاڻندائي نہ آهن. (١٠١) ۽ اُهي (يهودي توريت جي پيروي ڇڏي) اهڙن (باطل علمن) جي پٺيان

| عَلٰى مُلْكِ سُلَيْمٰنَ | وَ | مَا | كَفَرَ | سُلَيْمٰنُ | وَلٰكِنَّ | الشَّيٰطِيْنَ | كَفَرُوْا | يُعَلِّمُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سليمان جي بادشاهيءَ ۾ | ۽ | نہ | ڪفر ڪيو | سليمان | ۽ پر | شيطانن | ڪفر ڪيو | اهي سيکاريندا هئا |

لڳا جيڪي سليمان جي واري ۾ شيطان پڙهندا هوا، ۽ سليمان (جادو ڪرڻ جو) ڪفر نہ ڪيو پر شيطانن ڪفر ڪيو جو

| النَّاسَ | السِّحْرَ | وَ | مَآ | اُنْزِلَ | عَلَى | الْمَلَكَيْنِ | بِبَابِلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ماڻهن کي | جادو. | ۽ (پيروي ڪئي) | ان جي جيڪو | نازل ڪيو ويو | مٿان | ٻن ملائڪن جي | بابل (شهر) ۾ |

ماڻهن کي جادو سيکاريندا هوا، ۽ پڻ (جادوءَ کي اسماء الٰهيہ ساڻ ٻيجا استعمال ڪرڻ جي پٺيان پيا) جيڪي (اسماء الٰهيہ جا اسرار)

| هَارُوْتَ | وَ | مَارُوْتَ | وَ | مَا | يُعَلِّمٰنِ | مِنْ اَحَدٍ | حَتّٰى | يَقُوْلَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هاروت | ۽ | ماروت | ۽ | نہ | سيکاريندا هئا هو ٻئي (ملائڪ) | ڪنهن کي | ايستائين جو | هو (اڳ ۾) چوندا هئا |

ٻن ملائڪن هاروت ۽ ماروت تي بابل (شهر) ۾ نازل ٿيا هئا، ۽ اُهي ٻئي (انهن سڳورن علمن مان) ڪجھ بہ ايسين ڪنهن

| اِنَّمَا نَحْنُ | فِتْنَةٌ | فَلَا | تَكْفُرْ | فَيَتَعَلَّمُوْنَ | مِنْهُمَا | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان تہ صرف | آزمائش آهيون | تنهن ڪري نہ | تون ڪفر ڪر | پوءِ ماڻهو سکندا هئا | انهن ٻنهي کان | اهو (جادو) |

هڪڙي کي نہ سيکاريندا هوا جيسين (هي) چوندا هئا تہ اسين رڳو پرک آهيون تنهنڪري (انکي بيجا ڪم ۾ آڻي) ڪافر نہ بڻج

| يُفَرِّقُوْنَ | بِهٖ | بَيْنَ | الْمَرْءِ | وَ | زَوْجِهٖ | وَ | مَا | هُمْ | بِضَآرِّيْنَ | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جو) هو جدائي وجهندا هئا | ان سان | وچ ۾ | مڙس | ۽ | سندس زال جي | ۽ | نہ هئا | اهي | نقصان پهچائيندڙ | ان (جادوءَ) سان |

(جو ناجائز ڪمن لاءِ اسماءِ الٰهي ڪم آڻڻ ڪفر آهي) پوءِ ڪائنئن اُهو سکندا هُئا جنهن سان مڙس ۽ سندس زال جي وچ ۾ ڦيٽو

| مِنْ اَحَدٍ | اِلَّا | بِاِذْنِ | اللّٰهِ | وَ | يَتَعَلَّمُوْنَ | مَا | يَضُرُّهُمْ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن کي بہ | مگر | ساڻ حڪم | الله جي | ۽ | سکندا هئا ماڻهو | اهو (علم) جيڪو | انهن کي نقصان ڏيندو هو | ۽ | نہ |

وجهندا هُئا. ۽ اُهي اُن سان ڪنهين هڪڙي کي الله جي حڪم ڌاران ڏکوئيندڙ نہ هُئا. جيڪا ڪين ڏکوئيندي ۽

| يَنْفَعُهُمْ | وَ | لَقَدْ | عَلِمُوْا | لَمَنِ | اشْتَرٰىهُ | مَا | لَهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فائدو ڏيندو هو. | ۽ | البت تحقيق | ڄاڻي ورتو انهن | البت جنهن | خريد ڪيو ان (جادوءَ) کي | نہ هوندو | انهيءَ لاءِ |

فائدو نہ ڏيندي سا سکندا هُئا، ۽ بيشڪ ڄاڻائون ٿي تہ جنهن اها ڳڌي تنهن کي

| فِي الْاٰخِرَةِ | مِنْ خَلَاقٍ | وَ | لَبِئْسَ | مَا | شَرَوْا | بِهٖٓ | اَنْفُسَهُمْ | لَوْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آخرت ۾ | ڪوئي حصو. | ۽ | البت بڇڙي آهي | اها (شيءِ) جو | وڪيو هنن | ان جي بدلي | پنهنجي جانين کي | جيڪر تہ |

آخرت ۾ ڪو نصيب نہ آهي، ۽ جنهن سان پاڻ کي وڪيائون سا ضرور بڇڙي آهي، جيڪر

| كَانُوْا | يَعْلَمُوْنَ ﴿102﴾ | وَ | لَوْ | اَنَّهُمْ | اٰمَنُوْا | وَ | اتَّقَوْا | لَمَثُوْبَةٌ مِّنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هجن ها اهي | ڄاڻندا. | ۽ | جيڪڏهن | بيشڪ هو | ايمان آڻين ها | ۽ | تقويٰ اختيار ڪن ها | (تہ) البت ثواب (ملين ها) |

ڄاڻن ها (تہ پاڻ پلين ها). (١٠٢) ۽ جيڪڏهن اُهي (يهودي) ايمان آڻين ها ۽ پرهيزگار بڻجن ها تہ الله وٽان ضرور چڱو

ع ١٢

| عِنْدِ اللّٰهِ | خَيْرٌ | لَوْ | كَانُوْا | يَعْلَمُوْنَ ﴿103﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | لَا | تَقُوْلُوْا | رَاعِنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله وٽان | ڏاڍو ڀلو. | جيڪر تہ | هجن ها اهي | ڄاڻندا. | اي | اُهي جن | ايمان آندو آهي | نہ | چئو توهان | راعِنا |

بدلو (ملين ها)، جيڪڏهن ڄاڻن ها. (١٠٣) اي ايمان وارؤ (پيغمبر کي عرض ڪرڻ مهل) راعِنا (جو لفظ) نہ چئو

| وَ | قُوْلُوا | انْظُرْنَا | وَ | اسْمَعُوْا | وَ | لِلْكٰفِرِيْنَ | عَذَابٌ | اَلِيْمٌ ﴿104﴾ | مَا | يَوَدُّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بلڪ | چئو توهان | انظرنا | ۽ | (ڌيان سان) ٻڌو. | ۽ | ڪافرن لاءِ | عذاب آهي | ڏاڍو دردناڪ. | نٿا | گهرن |

۽ اُنظرنا (جو لفظ) چئو ۽ (اهو حڪم دل سان) ٻڌو، ۽ ڪافرن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي. (١٠٤) نڪي ڪو

| الَّذِيْنَ | كَفَرُوْا | مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ | وَ | لَا | الْمُشْرِكِيْنَ | اَنْ | يُّنَزَّلَ | عَلَيْكُمْ | مِّنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي جن | ڪفر ڪيو | اهل ڪتاب مان | ۽ | نہ | مشرڪ | هي تہ | نازل ڪئي وڃي | توهان تي (اي مسلمانؤ) | ڪائي |

ڪتاب وارن ڪافرن مان ۽ نڪي ڪو مشرڪن مان اوهان جي پالڻهار کان اوهان تي ڪنهن

| خَيۡرٍ | مِّنۡ رَّبِّكُمۡ | وَ | اللّٰهُ | يَخۡتَصُّ | بِرَحۡمَتِهٖ | مَنۡ | يَّشَآءُ | وَ | اللّٰهُ | ذُو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڀلائي | توهان جي رب وٽان | ۽ | الله | خاص ڪري ٿو | پنهنجي رحمت سان | جنهن کي | گهري ٿو | ۽ | الله | مالڪ آهي |

چڱائيءَ جو لهڻ گهرندو آهي، ۽ الله پنهنجي ٻاجهه سان جنهن کي وڻيس تنهن کي چونڊيندو آهي، ۽ الله

| الۡفَضۡلِ الۡعَظِيۡمِ (105) | مَا | نَنۡسَخۡ | مِنۡ اٰيَةٍ | اَوۡ | نُنۡسِهَا | نَاۡتِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| عظيم فضل جو. | جيڪا | اسان منسوخ ڪريون ٿا | ڪائي آيت | يا | اسان ان کي وسارائي ڇڏيون ٿا | (تہ) اسان آڻيون ٿا |

وڏي فضل وارو آهي. (١٠٥) (اي پيغمبر) جي ڪا آيت منسوخ ڪندا آهيون يا (تنهنجي دل تان) اُها وسارائيندا آهيون

| بِخَيۡرٍ | مِّنۡهَآ | اَوۡ | مِثۡلِهَا | اَ | لَمۡ | تَعۡلَمۡ | اَنَّ | اللّٰهَ | عَلٰى | كُلِّ | شَيۡءٍ | قَدِيۡرٌ (106) | اَ | لَمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بهتر | ان کان | يا | ان جهڙي ئي | ڇا | نہ | تو ڄاتو | (تہ) بيشڪ | الله | مٿان | هر | شيءِ جي | قادر آهي. | ڇا | نہ |

تہ انهي کان چڱي يا جهڙيس آڻيندا آهيون. نہ ڄاڻندو آهين ڇا تہ الله سڀڪنهن شيءِ تي وس وارو آهي؟(١٠٦) (اي

| تَعۡلَمۡ | اَنَّ | اللّٰهَ | لَهٗ | مُلۡكُ | السَّمٰوٰتِ | وَ | الۡاَرۡضِ | وَ | مَا | لَكُمۡ | مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تو ڄاتو | (تہ) بيشڪ | الله | لاءِ ئي آهي | بادشاهي | آسمانن | ۽ | زمين جي | ۽ | ناهي | توهان لاءِ | الله کان سواءِ |

پيغمبر) نہ ڄاڻندو آهين ڇا تہ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي الله جي آهي، ۽ الله کانسواءِ اوهان جو

| مِنۡ وَّلِيٍّ | وَّ | لَا | نَصِيۡرٍ (107) | اَمۡ | تُرِيۡدُوۡنَ | اَنۡ | تَسۡـَٔلُوۡا | رَسُوۡلَكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئي حمايتي | ۽ | نہ | ڪوئي مددگار. | ڇا | توهان گهرو ٿا (اي مسلمانؤ) | هي تہ | توهان سوال ڪريو | پنهنجي رسول کان |

نڪو سنڀاليندڙ ۽ نڪو واهرو آهي؟(١٠٧) (اي مسلمانؤ) اوهين پنهنجي پيغمبر کان ائين سوال ڪرڻ چو ٿا گهرو

| كَمَا | سُئِلَ | مُوۡسٰى | مِنۡ قَبۡلُ | وَ | مَنۡ | يَّتَبَدَّلِ | الۡكُفۡرَ | بِالۡاِيۡمَانِ | فَقَدۡ | ضَلَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيئن | سوال ڪيا ويا | موسيٰ کان | هن کان اڳ | ۽ | جيڪو بہ | بدلائي ٿو | ڪفر کي | ايمان سان | تہ تحقيق | اهو ڀٽڪي ويو |

جيئن اڳ (يهودين) موسيٰ کان پڇيو هو؟ ۽ جيڪو ايمان کي ڪفر سان مٽائيندو سو بيشڪ

| سَوَآءَ السَّبِيۡلِ (108) | وَدَّ | كَثِيۡرٌ | مِّنۡ اَهۡلِ الۡكِتٰبِ | لَوۡ | يَرُدُّوۡنَكُمۡ | مِّنۡۢ بَعۡدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سڌي راهہ کان. | گهرن ٿا | گهڻائي | اهلِ ڪتاب مان | تہ جيڪر | ڦيرائي ڇڏين توهان کي | بعد |

سِڌيءَ واٽ کان ڀُلو. (١٠٨) ڪتاب وارن مان گهڻا گهرندا آهن تہ جيڪر اوهان جي ايمان آڻڻ کان پوءِ بہ اوهان کي

| اِيۡمَانِكُمۡ | كُفَّارًا | حَسَدًا | مِّنۡ عِنۡدِ اَنۡفُسِهِمۡ | مِّنۡۢ بَعۡدِ | مَا | تَبَيَّنَ | لَهُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي ايمان جي | ڪافر. | حسد ڪندي | پنهنجي دلين سان | بعد | ان جي جو | پڌرو ٿي ويو | انهن لاءِ |

ساڙ سببان جو سندين دلين ۾ آهي ڪين جو حق پڌرو ٿي چڪو آهي ان ڪانپوءِ بہ موٽائي ڪافر ڪن،

| الۡحَقُّ | فَاعۡفُوۡا | وَ | اصۡفَحُوۡا | حَتّٰى | يَاۡتِيَ | اللّٰهُ | بِاَمۡرِهٖ | اِنَّ | اللّٰهَ | عَلٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حق | تنهنڪري توهان معاف ڪريو | ۽ | درگذر ڪريو | تانجو | آڻي | الله | پنهنجو حڪم | بيشڪ | الله | مٿان |

پوءِ ايسين ٽري وڃو ۽ مُڙي وڃو جيسين الله پنهنجو حڪم موڪلي، ڇو تہ الله سڀ ڪنهن

الثّلثة

| كُلِّ | شَيْءٍ | قَدِيْرٌ ﴿١٠٩﴾ | وَ | اَقِيْمُوا | الصَّلٰوةَ | وَ | اٰتُوا | الزَّكٰوةَ | وَ | مَا | تُقَدِّمُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هر | شيءِ جي | قادر آهي. | ۽ | توهان قائم ڪريو | نماز | ۽ | توهان ڏيو | زڪوات | ۽ | جيڪي | توهان اڳتي موڪليندؤ |

شيءِ تي وس وارو آهي. (١٠٩) ۽ (اي مسلمانؤ) نماز پڙهو ۽ زڪوٰت ڏيو. ۽ جيڪا چڱائي پاڻ لاءِ اڳي

| لِاَنْفُسِكُمْ | مِّنْ خَيْرٍ | تَجِدُوْهُ | عِنْدَ اللّٰهِ | اِنَّ | اللّٰهَ | بِمَا تَعْمَلُوْنَ | بَصِيْرٌ ﴿١١٠﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي نفسن لاءِ | ڪائي ڀلائي | لهندؤ توهان ان ڪي | الله وٽ. | بيشڪ | الله | جيڪي توهان عمل ڪريو ٿا | ڏسندڙ آهي. |

موڪليندؤ سا الله وٽ لهندؤ جيڪي اوهان ڪندا آهيو تنهن ڪي الله ڏسندڙ آهي. (١١٠)

| وَ | قَالُوْا | لَنْ | يَّدْخُلَ | الْجَنَّةَ | اِلَّا | مَنْ | كَانَ | هُوْدًا | اَوْ | نَصٰرٰى | تِلْكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | هنن چيو | هرگز نه | داخل ٿيندا | جنت ۾ | پر | (اهي) جيڪي | هوندا | يهودي | يا | عيسائي | اهي |

۽ (يهودي ۽ نصاريٰ) چون ٿا ته يهودين ۽ نصارن کانسواءِ بهشت ۾ ڪوئي نه گهڙندو. اِهي سندن

| اَمَانِيُّهُمْ | قُلْ | هَاتُوْا | بُرْهَانَكُمْ | اِنْ | كُنْتُمْ | صٰدِقِيْنَ ﴿١١١﴾ | بَلٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جون (باطل) خواهشون آهن | چئي ڇڏين | توهان آڻيو | پنهنجا دليل | جيڪڏهن | آهيو توهان | سچا. | ڇو نه (اها) |

سڌون آهن. (اي پيغمبر ڪين) چئو ته جيڪڏهن سچا آهيو ته پنهنجو ڪو دليل آڻيو. (١١١) هائو،

| مَنْ | اَسْلَمَ | وَجْهَهٗ | لِلّٰهِ | وَ | هُوَ | مُحْسِنٌ | فَلَهٗ | اَجْرُهٗ | عِنْدَ رَبِّهٖ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنهن | جُهڪايو | پنهنجو منهن | الله لاءِ | ۽ | اهو | نيڪي ڪندڙ آهي | ته انهيءَ لاءِ آهي | سندس اجر | سندس رب وٽ | ۽ |

جنهن پنهنجو مُنهن الله لاءِ نوائڙيو ۽ اُهو ڀلارو هوندو تنهن لاءِ سندس پالڻهار وٽ سندس اجر آهي، ۽

ع ١٣

| لَا | خَوْفٌ | عَلَيْهِمْ | وَ | لَا | هُمْ يَحْزَنُوْنَ ﴿١١٢﴾ | وَ | قَالَتِ | الْيَهُوْدُ | لَيْسَتِ | النَّصٰرٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نه | ڪوئي خوف هوندو | انهن تي | ۽ | نه | اهي غمگين ٿي ٿيندا. | ۽ | چيو | يهودين | نه آهن | عيسائي |

نڪي ڪين ڀؤ آهي ۽ نڪي اُهي غمگين رهندا. (١١٢) ۽ يهودي چون ٿا ته نصاريٰ ڪنهن دين تي

| عَلٰى شَيْءٍ | وَ | قَالَتِ | النَّصٰرٰى | لَيْسَتِ | الْيَهُوْدُ | عَلٰى شَيْءٍ | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن شيءِ (دين حق) تي | ۽ | چيو | عيسائين | نه آهن | يهودي | ڪنهن شيءِ (دين حق) تي | حالانڪ |

نه آهن، ۽ نصاريٰ چون ٿا ته يهودي ڪنهن دين تي نه آهن ۽ (حقيقت ڪري) اُهي ڪتاب

| هُمْ | يَتْلُوْنَ | الْكِتٰبَ | كَذٰلِكَ | قَالَ | الَّذِيْنَ | لَا | يَعْلَمُوْنَ | مِثْلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي (يهودي ۽ عيسائي) | پڙهن ٿا | ڪتاب. | اهڙيءَ طرح | چيو | انهن (به) جيڪي | نٿا | علم رکن | مثل |

(توريت ۽ انجيل) پڙهندا آهن، اهڙي طرح جيڪي نه ڄاڻندا آهن سي (به) سندن چوڻ

| قَوْلِهِمْ | فَاللّٰهُ | يَحْكُمُ | بَيْنَهُمْ | يَوْمَ | الْقِيٰمَةِ | فِيْمَا | كَانُوْا | فِيْهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جي قول جي | آخرڪار الله | فيصلو ڪندو | انهن جي وچ ۾ | ڏينهن | قيامت جي | ان (شيءِ) ۾ جو | هئا هو | ان ۾ |

جهڙو چوندا آهن. پر الله قيامت جي ڏينهن سندن وچ ۾ جنهن (ڳالهه) بابت جهڳڙو ڪندا آهن تنهن جو

| يَخْتَلِفُوْنَ ﴿113﴾ | وَ | مَنْ | اَظْلَمُ | مِمَّنْ | مَّنَعَ | مَسٰجِدَ اللّٰهِ | اَنْ | يُّذْكَرَ | فِيْهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اختلاف ڪندا. | ۽ | ڪير | وڌيڪ ظالم آهي | انهيءَ کان جنهن | منع ڪيو | الله جي مسجدن کان | هي تہ | ياد ڪيو وڃي | انهن ۾ |

نبيرو ڪندو. (١١٣) ۽ ڪير اُن کان وڌيڪ ظالم آهي جنهن الله جي مسجدين کي منجهس سندس نالي جي ياد

| اسْمُهٗ | وَ | سَعٰى | فِيْ خَرَابِهَا ؕ | اُولٰٓئِكَ | مَا | كَانَ | لَهُمْ | اَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ (الله) جو نالو | ۽ | هن ڪوشش ڪئي | انهن کي اجاڙڻ ۾. | اهي (روڪڻ وارا) | نہ | هو (لائق) | ان جي | هي تہ |

ڪرڻ کان جهليو ۽ انهن (مسجدين) جي ڦٽائڻ ۾ ڪوشش ڪيائين؟ اهڙن کي انهن (مسجدين) ۾ ڊڄندڙ ٿي گهڙڻ

| يَّدْخُلُوْهَآ | اِلَّا | خَآئِفِيْنَ ؕ | لَهُمْ | فِي الدُّنْيَا | خِزْيٌ | وَّ | لَهُمْ | فِي الْاٰخِرَةِ | عَذَابٌ عَظِيْمٌ ﴿114﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| داخل ٿين انهن ۾ | مگر | ڊڄندي | انهن لاءِ | دنيا ۾ | خواري آهي | ۽ | انهن لاءِ | آخرت ۾ | وڏو عذاب آهي. | ۽ |

ڏاران (ٻئي طرح گهڙڻ) نہ جڳائيندو آهي، انهن لاءِ دُنيا ۾ خواري آهي ۽ انهن لاءِ آخرت ۾ وڏو عذاب آهي. (١١٤) ۽

| لِلّٰهِ | الْمَشْرِقُ | وَ | الْمَغْرِبُ ۗ | فَاَيْنَمَا | تُوَلُّوْا | فَثَمَّ | وَجْهُ اللّٰهِ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله لاءِ (ئي) آهن | مشرق | ۽ | مغرب. | پوءِ جنهن پاسي بہ | توهان منهن ڪندؤ | تہ اوڏانهن ئي آهي | الله جو منهن |

اوڀر ۽ اولهہ الله جو آهي، پوءِ جاڏي پنهنجي مهاڙ کي ڦيرايو تاڏي الله جي سامهانئي آهي،

| اِنَّ | اللّٰهَ | وَاسِعٌ | عَلِيْمٌ ﴿115﴾ | وَ | قَالُوا | اتَّخَذَ اللّٰهُ | وَلَدًا | سُبْحٰنَهٗ ؕ | بَلْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | ڏاڍو ڪشادگيءَ وارو | خوب ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | هنن چيو | ورتي آهي الله | اولاد | هو (ان کان) پاڪ آهي | بلڪ |

ڇو تہ الله (مهرباني ۾) ڪشادگي وارو ڄاڻندڙ آهي. (١١٥) ۽ (ڪافر) چون ٿا تہ الله پنهنجي لاءِ اولاد ورتو آهي.

| لَّهٗ | مَا | فِي السَّمٰوٰتِ | وَ | الْاَرْضِ ؕ | كُلٌّ | لَّهٗ | قٰنِتُوْنَ ﴿116﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ لاءِ ئي آهي | اهو جيڪي | آسمانن ۾ | ۽ | زمين (۾) آهي. | سڀ | هن لاءِ ئي | عاجزي ڪندڙ آهن. |

(نہ) اهو پاڪ آهي، بلڪ جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو سندس (مِلڪ) آهي، مڙيئي سندس فرمانبردار آهن. (١١٦)

| بَدِيْعُ | السَّمٰوٰتِ | وَ | الْاَرْضِ ؕ | وَ | اِذَا | قَضٰٓى | اَمْرًا | فَاِنَّمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو عجب پيدا ڪندڙ آهي | آسمانن | ۽ | زمين جو | ۽ | جڏهن | هو فيصلو ڪري ٿو | ڪنهن ڪم جو | تہ فقط |

آسمانن ۽ زمين جو ناهيندڙ آهي، ۽ جڏهن ڪوئي ڪم ڪندو آهي تڏهن رڳو چوندو آهي تہ

| يَقُوْلُ | لَهٗ | كُنْ | فَيَكُوْنُ ﴿117﴾ | وَ | قَالَ | الَّذِيْنَ | لَا يَعْلَمُوْنَ | لَوْلَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (هي) چوي ٿو | ان کي | تہ ٿي پئہ | تہ اهو (هڪدم) ٿي پوي ٿو. | ۽ | چيو | انهن جيڪي | نہ علم رکندا هئا | ڇو نہ |

ٿيءُ تہ ٿي پوندو آهي. (١١٧) ۽ جيڪي نہ ڄاڻندا آهن سي چوندا آهن تہ الله اسان سان

| يُكَلِّمُنَا | اللّٰهُ | اَوْ | تَاْتِيْنَآ | اٰيَةٌ ؕ | كَذٰلِكَ | قَالَ | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڳالهائي ٿو اسان سان | الله | يا (ڇو نہ) | اچي ٿي اسان وٽ | ڪا نشاني | ائين ئي | چيو هو | انهن ماڻهن جيڪي |

ڇو نہ ڳالهائيندو آهي يا ڪا نشاني اسان وٽ ڇو نہ ايندي آهي؟ اهڙي طرح جيڪي ڪانئن اڳ هُئا

| مِنْ قَبْلِهِمْ | مِّثْلَ | قَوْلِهِمْ | تَشَابَهَتْ | قُلُوْبُهُمْ | قَدْ | بَيَّنَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن کان اڳ هئا | مثل | هنن جي چوڻ جي | هڪ جهڙيون ٿي ويون | سندن دليون. | تحقيق | اسان بيان ڪيون |

تن سندن چوڻ وانگر چيو، سندن دليون هڪ جهڙيون آهن. بيشڪ انهيءَ قوم لاءِ نشانيون بيان ڪيون

| الْاٰيٰتِ | لِقَوْمٍ | يُّوْقِنُوْنَ (118) | اِنَّآ | اَرْسَلْنٰكَ | بِالْحَقِّ | بَشِيْرًا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| نشانيون | انهيءَ قوم لاءِ | (جيڪي) يقين رکن ٿا. | بيشڪ اسان | موڪليو توکي (اي محمد ﷺ) | حق سان | خوشخبري ڏيندڙ |

اٿئون جيڪي ويساهه رکندا آهن. (١١٨) (اي پيغمبر) بيشڪ اسان توکي سچ سان خوشخبري ڏيندڙ

| وَّ | نَذِيْرًا | وَّ | لَا | تُسْـَٔلُ | عَنْ اَصْحٰبِ الْجَحِيْمِ (119) | وَ | لَنْ | تَرْضٰى | عَنْكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ڊيڄاريندڙ | ۽ | نه | تون سوال پڇيو ويندين | دوزخ وارن بابت. | ۽ | هرگز نه | راضي ٿيندا | توکان |

۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو ۽ (تون) دوزخين بابت نه پڇبين. (١١٩) ۽ (اي پيغمبر) يهودي ايسين توکان

| الْيَهُوْدُ | وَ | لَا | النَّصٰرٰى | حَتّٰى | تَتَّبِعَ | مِلَّتَهُمْ | قُلْ | اِنَّ | هُدَى اللّٰهِ | هُوَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| يهودي | ۽ | نه | عيسائي | تان جو | تون پيروي ڪرين | انهن جي ملت جي | چئي ڇڏين | بيشڪ | الله جي هدايت | ئي |

ڪڏهن راضي نه ٿيندا ۽ نڪي نصاريٰ جيسين تون سندن دين جي تابعداري ڪرين. (ڪين) چؤ ته الله جي هدايت

| الْهُدٰى | وَ | لَئِنِ | اتَّبَعْتَ | اَهْوَآءَهُمْ | بَعْدَ | الَّذِيْ | جَآءَكَ | مِنَ الْعِلْمِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (حقيقي) هدايت آهي | ۽ | البت اگر | تو پيروي ڪئي | انهن جي خواهشن جي | بعد | ان جي جو | آيو تو وٽ | علم (ته) |

اها (اسلام) جي هدايت آهي، ۽ (اي پيغمبر) تو وٽ جو علم آيو آهي تنهن کان پوءِ به جيڪڏهن (تون) سندن سَڌن

وقف منزل

| مَا | لَكَ | مِنَ اللّٰهِ | مِنْ وَّلِيٍّ | وَّ | لَا | نَصِيْرٍ (120) | اَلَّذِيْنَ | اٰتَيْنٰهُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نه ٿيندو | تنهنجي لاءِ | الله کان (بچائڻ وارو) | ڪوئي حمايتي | ۽ | نه | ڪوئي مددگار. | اهي ماڻهو (جو) | اسان ڏنو ڪين |

جي تابعداري ڪندين ته تو لاءِ الله وٽان نڪو سنڀاليندڙ ۽ نڪو واهرو ٿيندو. (١٢٠) جن کي ڪتاب ڏنوسون

| الْكِتٰبَ | يَتْلُوْنَهٗ | حَقَّ | تِلَاوَتِهٖ | اُولٰٓئِكَ | يُؤْمِنُوْنَ | بِهٖ | وَ | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪتاب | هو پڙهن ٿا ان کي | (جيئن) حق آهي | ان جي پڙهڻ جو. | اهي ماڻهو | ايمان آڻيندا آهن | ان سان | ۽ | جيڪو |

سي ان کي اهڙي طرح پڙهندا آهن جهڙو سندس پڙهڻ جو حق آهي، اهي ان کي مڃيندا آهن. ۽ جيڪي

| يَّكْفُرْ | بِهٖ | فَاُولٰٓئِكَ | هُمُ الْخٰسِرُوْنَ (121) | يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ | اذْكُرُوْا | نِعْمَتِيَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪفر ڪري ٿو | ان سان | ته اهي ئي آهن | نقصان پائڻ وارا. | اي بني اسرائيلؤ! | ياد ڪريو توهان | منهنجي نعمت |

اُن کي نه مڃيندا سي ئي ڇيئي وارا آهن. (١٢١) اي بني اسرائيلؤ اُهي مُنهنجا ڳڻ ياد ڪريو جيڪي

ع ١٤

| الَّتِيْٓ | اَنْعَمْتُ | عَلَيْكُمْ | وَ | اَنِّيْ | فَضَّلْتُكُمْ | عَلَى | الْعٰلَمِيْنَ (122) |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اها جيڪا | مون انعام ڪئي | توهان تي | ۽ | بيشڪ مون | توهان کي فضيلت ڏني | مٿان | سيني جهانن جي. |

مون اوهان تي ڪيا ۽ مون جهان (وارن) تي اوهان کي سڳورو ڪيو.(١٢٢)

| وَ | اتَّقُوْا | يَوْمًا | لَّا | تَجْزِيْ | نَفْسٌ | عَنْ نَّفْسٍ | شَيْـًٔا | وَّ | لَا | يُقْبَلُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | توهان ڊڄو | ان ڏينهن کان | (جو) نہ | ڪم ايندو | ڪوئي نفس | ڪنهن نفس جي | ڪجهہ بہ | ۽ | نہ | قبول ڪيو ويندو |

۽ انهيءَ ڏينهن کا ڊڄو جنهن ۾ ڪو جيءُ ڪنهن جيءَ کان ڪجهہ بہ نہ ٽاري سگهندو ۽ نڪي ڪانئس ڪو بدلو قبول

| مِنْهَا | عَدْلٌ | وَّ | لَا | تَنْفَعُهَا | شَفَاعَةٌ | وَّ | لَا | هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿123﴾ | وَ | اِذِ | ابْتَلٰٓى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان کان | ڪوئي عيوضو | ۽ | نہ | ان کي فائدو ڏيندي | ڪائي سفارش | ۽ | نہ | هو مددئي ڏنا ويندا. | ۽ | جڏهن | آزمايو |

ڪبو ۽ نڪي ڪيس ڪا پارت نفعو ڏيندي ۽ نڪي ڪين مدد ڏبي. (١٢٣) ۽ جڏهن ابراهيمؑ کي سندس پالڻهار ڪن ڳالهين

| اِبْرٰهٖمَ | رَبُّهٗ | بِكَلِمٰتٍ | فَاَتَمَّهُنَّ ؕ | قَالَ | اِنِّيْ | جَاعِلُكَ | لِلنَّاسِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ابراهيم کي | سندس رب | ڪن ڳالهين سان | تہ هن اهي (ڪم) پورا ڪيا | (الله) چيو | بيشڪ مان | بڻائيندس توکي | ماڻهن لاءِ |

سان پرکيو پوءِ اُهي پوريون ڪيائين، ۽ (الله) فرمايو تہ آءٌ توکي ماڻهن لاءِ امام مُقرّر ڪرڻ وارو آهيان، (تڏهن ابراهيم)

| اِمَامًا ؕ | قَالَ | وَ | مِنْ ذُرِّيَّتِيْ ؕ | قَالَ | لَا | يَنَالُ | عَهْدِي | الظّٰلِمِيْنَ ﴿124﴾ | وَ | اِذْ | جَعَلْنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| امام. | (ابراهيم) چيو | ۽ | منهنجي اولاد مان (بہ) | (الله) چيو | نٿو | پهچي | منهنجو عهد | ظالمن کي. | ۽ | جڏهن | اسان بڻايو |

چيو تہ منهنجي اولاد مان بہ (امام ڪندين؟ الله) فرمايو تہ ظالمن کي اهو منهنجو انجام نہ پهچندو. (١٢٤) ۽ جڏهن

| الْبَيْتَ | مَثَابَةً | لِّلنَّاسِ | وَ | اَمْنًا ؕ | وَ | اتَّخِذُوْا | مِنْ مَّقَامِ اِبْرٰهٖمَ | مُصَلًّى ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيت الله کي | هر هر موٽڻ جو هنڌ | انسانن لاءِ | ۽ | امن جي جاءِ | ۽ | توهان بڻايو | مقامِ ابراهيم کي | مصلو (نماز جي جاءِ) |

بيت الله کي ماڻهن جي موٽڻ جو ماڳ ۽ امن جو هنڌ مقرر ڪيوسون، ۽ (هن امت کي حُڪم ڪيوسون) تہ مقام ابراهيم

| وَ | عَهِدْنَآ | اِلٰٓى | اِبْرٰهٖمَ | وَ | اِسْمٰعِيْلَ | اَنْ | طَهِّرَا | بَيْتِيَ | لِلطَّآئِفِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | حڪم ڪيو اسان | ڏانهن | ابراهيم | ۽ | اسماعيل جي | هي تہ | پاڪ ڪريو توهان ٻئي | منهنجو گهر | طواف ڪندڙن لاءِ |

کي (بہ) نماز پڙهڻ جي جاءِ ڪري وٺو، ۽ ابراهيم ۽ اسمٰعيل کي وصيّت ڪئي سون تہ منهنجي گهر کي طواف ڪندڙن

| وَ | الْعٰكِفِيْنَ | وَ | الرُّكَّعِ | السُّجُوْدِ ﴿125﴾ | وَ | اِذْ | قَالَ | اِبْرٰهٖمُ | رَبِّ | اجْعَلْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | اعتڪاف ڪندڙن | ۽ | رڪوع ڪندڙن | سجدن ڪندڙن لاءِ | ۽ | جڏهن | چيو | ابراهيم | اي منهنجا ربّ! | تون بڻاءِ |

۽ اعتڪاف وارن ۽ رڪوع ( ۽ ) سجدي ڪندڙن لاءِ پاڪ رکو. (١٢٥) ۽ جڏهن ابراهيم چيو تہ اي منهنجا پالڻهار هن

| هٰذَا | بَلَدًا | اٰمِنًا | وَّ | ارْزُقْ | اَهْلَهٗ | مِنَ الثَّمَرٰتِ | مَنْ | اٰمَنَ | مِنْهُمْ | بِاللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن (هنڌ کي) | شهر | امن وارو | ۽ | رزق ڏي | هن جي رهاڪن کي | ميون مان | جنهن (بہ) | ايمان آندو | انهن مان | الله تي |

شهر (مڪي) کي امن جو هنڌ ڪر ۽ سندس رهندڙن مان انهن کي ميون جي روزي ڏي جيڪي منجهائن الله

| وَ | الْيَوْمِ | الْاٰخِرِ ؕ | قَالَ | وَ | مَنْ | كَفَرَ | فَاُمَتِّعُهٗ | قَلِيْلًا | ثُمَّ | اَضْطَرُّهٗٓ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ڏينهن | آخرت تي | (الله) چيو | ۽ | جنهن | ڪفر ڪيو | تہ مان ان کي فائدو ڏيندس | ٿورڙو | وري | ان کي مجبور ڪندس |

۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃين، (تڏهن الله) فرمايو تہ جنهن نہ مڃيو (تنهن کي بہ) پوءِ اُن کي (حياتيءَ جا) ٿورڙا ڏينهن

| اِلٰى | عَذَابِ | النَّارِ | وَ | بِئْسَ | الْمَصِيْرُ ﴿126﴾ | وَ | اِذْ | يَرْفَعُ | اِبْرٰهٖمُ | الْقَوَاعِدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏانهن | عذاب | جهنم جي | ۽ | بڇڙي آهي اها | جاءِ موٽڻ جي. | ۽ | جڏهن | بلند ڪري رهيو هو | ابراهيم | بنياد |

آسودو ڪندس وري ڪيس باھ جي عذاب ڏانهن بيوس ڪندس، ۽ اُها بُڇڙي جاءِ آهي. (١٢٦) ۽ جڏهن ابراهيم ۽ اسمٰعيل

| مِنَ الْبَيْتِ | وَ | اِسْمٰعِيْلُ | رَبَّنَا | تَقَبَّلْ | مِنَّا | اِنَّكَ اَنْتَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| بيت الله جا | ۽ | اسماعيل (ؑ) | (هي چوندي تہ) اي اسان جا ربّ! | تون قبول ڪر | (هيءَ نيڪي) اسان کان | بيشڪ تون ئي آهين |

بيت (الله) جا بنياد اوساريندا هُئا (تڏهن چوندا هُئا تہ) اي اسان جا پالڻهار (هيءُ پورهيو) اسان کان قبول ڪر، ڇوتہ تون

| السَّمِيْعُ | الْعَلِيْمُ ﴿127﴾ | رَبَّنَا | وَ | اجْعَلْنَا | مُسْلِمَيْنِ | لَكَ | وَ | مِنْ ذُرِّيَّتِنَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وڏو ٻڌندڙ | خوب ڄاڻندڙ. | اي اسان جا ربّ! | ۽ | تون بڻاءِ اسان کي | فرمانبردار | پنهنجو | ۽ | (بڻاءِ) اسان جي اولاد مان (بہ) |

ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهين. (١٢٧) ۽ اسان جا پالڻهار اسان کي پنهنجو فرمانبردار ڪر ۽ اسان جي اولاد مان (بہ)

| اُمَّةً | مُّسْلِمَةً | لَّكَ | وَ | اَرِنَا | مَنَاسِكَنَا | وَ | تُبْ | عَلَيْنَا | اِنَّكَ اَنْتَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هڪ جماعت | فرمانبردار | پنهنجي | ۽ | سيکار اسان کي | اسان جي عبادت جا طريقا | ۽ | موٽ | اسان تي. | بيشڪ تون ئي آهين |

هڪ ٽوليءَ کي پنهنجو فرمانبردار ڪر، ۽ اسان کي اسان جي حج جا ارڪان سيکار ۽ اسان جون (خطائون) معاف ڪر،

| التَّوَّابُ | الرَّحِيْمُ ﴿128﴾ | رَبَّنَا | وَ | ابْعَثْ | فِيْهِمْ | رَسُوْلًا | مِّنْهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وڏو توبہ قبول ڪندڙ | نهايت رحم ڪرڻ وارو. | اي اسان جا ربّ! | ۽ | تون موڪل | هنن ۾ | هڪ رسول | هنن مان |

ڇو تہ تون ئي وڏو معاف ڪندڙ مهربان آهين. (١٢٨) ۽ اي اسان جا پالڻهار منجهائن هڪ پيغمبر منجهن موڪل

| يَتْلُوْا | عَلَيْهِمْ | اٰيٰتِكَ | وَ | يُعَلِّمُهُمُ | الْكِتٰبَ | وَ | الْحِكْمَةَ | وَ | يُزَكِّيْهِمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪو تلاوت ڪري | هنن تي | تنهنجون آيتون | ۽ | هنن کي سيکاري | ڪتاب | ۽ | حڪمت | ۽ | هنن کي پاڪ ڪري |

جو تنهنجون آيتون مٿن پڙهي ۽ کين ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ۽ کين سڌاري،

| اِنَّكَ اَنْتَ | الْعَزِيْزُ | الْحَكِيْمُ ﴿129﴾ | وَ | مَنْ | يَّرْغَبُ عَنْ | مِّلَّةِ | اِبْرٰهٖمَ | اِلَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ تون ئي آهين | زبردست | داناءُ. | ۽ | ڪير | نفرت ڪري ٿو | ملت | ابراهيم کان | سواءِ |

ڇو تہ تون ئي غالب حڪمت وارو آهين. (١٢٩) ۽ جنهن پاڻ کي بي سمجھ ڪيو تنهن کانسواءِ (ٻيو) ڪير

| مَنْ | سَفِهَ | نَفْسَهٗ | وَ | لَقَدِ | اصْطَفَيْنٰهُ | فِي الدُّنْيَا | وَ | اِنَّهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي جنهن | ناداني ڪئي | پنهنجي نفس (جي معاملي) ۾ | ۽ | البت تحقيق | اسان چونڊيو هن کي | دنيا ۾ | ۽ | بيشڪ هو |

ابراهيم جي دين کان مُڙندو، ۽ بيشڪ ڪيس دنيا ۾ چونڊيو سون، ۽ اُهو آخرت ۾

| فِي الْاٰخِرَةِ | لَمِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿130﴾ | اِذْ | قَالَ | لَهٗ | رَبُّهٗٓ | اَسْلِمْ | قَالَ | اَسْلَمْتُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آخرت ۾ | البت نيڪن مان آهي. | جڏهن | چيو | هن کي | هن جي ربّ | تون فرمانبردار ٿيءُ | هن چيو | مان فرمانبردار ٿيس |

ضرور ڀلارن مان آهي. (١٣٠) جڏهن ڪيس سندس پالڻهار چيو تہ منهنجا حڪم مڃ (تڏهن) چيائين تہ جهان جي پالڻهار

| لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ﴿131﴾ | وَ | وَصّٰى | بِهَآ | اِبْرٰهٖمُ | بَنِيْهِ | وَ | يَعْقُوْبُ | يٰبَنِيَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| رب العالمين لاءِ. | ۽ | وصيت ڪئي | هن (اسلام) جي | ابراهيم | پنهنجي پٽن کي | ۽ | يعقوب (ڪي) | اي منهنجا پٽؤ! |

جا (سڀ) حڪم مڃيم. (١٣١) ۽ ابراهيم ۽ يعقوب پنهنجي پٽن کي ان ڳالهه جي وصيت ڪئي، تہ

| اِنَّ | اللّٰهَ | اصْطَفٰى | لَكُمُ | الدِّيْنَ | فَلَا تَمُوْتُنَّ | اِلَّا | وَ | اَنْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | چونڊيو آهي | توهان جي لاءِ | هي دين | پوءِ هرگز نہ مرجو توهان | مگر | هن حال ۾ جو | توهان |

اي اسانجا اولاد (هن) دين کي الله اوهان لاءِ چونڊيو آهي پوءِ اوهين مسلمان هجڻ ڪانسواءِ

| مُّسْلِمُوْنَ﴿132﴾ | اَمْ | كُنْتُمْ | شُهَدَآءَ | اِذْ | حَضَرَ | يَعْقُوْبَ | الْمَوْتُ | اِذْ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مسلمان هجو. | ڇا | هئؤ توهان | موجود | جڏهن | آيو | يعقوب کي | موت | جڏهن | چيو (هن) |

نہ مرجو. (١٣٢) (اي ڪتاب وارؤ) اوهين تڏهن حاضر هيؤ ڇا؟ جڏهن يعقوب کي موت ويجهو ٿيو جڏهن

| لِبَنِيْهِ | مَا | تَعْبُدُوْنَ | مِنْۢ بَعْدِيْ | قَالُوْا | نَعْبُدُ |
|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي پٽن کي | ڪنهن جي | عبادت ڪندؤ توهان | مون کان پوءِ | هنن چيو | اسان عبادت ڪنداسين |

پنهنجن پٽن کي چيائين تہ مون کان پوءِ ڪنهن جي عبادت ڪندؤ؟ (تڏهن) چيائون تہ تنهنجي

| اِلٰهَكَ | وَ | اِلٰهَ اٰبَآئِكَ | اِبْرٰهٖمَ | وَ | اِسْمٰعِيْلَ | وَ | اِسْحٰقَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهنجي معبود جي | ۽ | تنهنجي پيءُ ڏاڏي جي معبود جي | (يعني) ابراهيم | ۽ | اسماعيل | ۽ | اسحاق |

خُدا ۽ تنهنجي پيءُ ڏاڏي ابراهيم ۽ اسمٰعيل ۽ اسحٰق جي خدا جي جو اڪيلو خدا آهي عبادت

| اِلٰهًا | وَّاحِدًا | وَّ | نَحْنُ | لَهٗ | مُسْلِمُوْنَ﴿133﴾ | تِلْكَ | اُمَّةٌ | قَدْ | خَلَتْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جي) معبود | اڪيلي جي. | ۽ | اسان | ان جائي | فرمانبردار آهيون. | اها | هڪ جماعت آهي | تحقيق | گذري وئي. |

ڪنداسون، ۽ اسين سندس حڪم مڃيندڙ آهيون. (١٣٣) اها ٽولي بيشڪ گذري وئي،

| لَهَا | مَا | كَسَبَتْ | وَ | لَكُمْ | مَّا | كَسَبْتُمْ | وَ | لَا | تُسْـَٔلُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهن لاءِ آهي | جيڪي | هن ڪمايو | ۽ | توهان جي لاءِ آهي | جيڪي | توهان ڪمايو. | ۽ | نہ | توهان پڇيا ويندؤ |

جيڪي انهن ڪمايو سو انهن لاءِ آهي ۽ جيڪي اوهان ڪمايو سو اوهان لاءِ آهي ۽ جيڪي (اُهي) ڪندا تنهن

| عَمَّا | كَانُوْا | يَعْمَلُوْنَ﴿134﴾ | وَ | قَالُوْا | كُوْنُوْا | هُوْدًا | اَوْ | نَصٰرٰى | تَهْتَدُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان بابت جيڪي | هئا هو | عمل ڪندا. | ۽ | هنن چيو | ٿي وڃو توهان | يهودي | يا | عيسائي | (تہ) وات لهندؤ. |

بابت اوهين نہ پڇبؤ. (١٣٤) ۽ (ڪتاب وارا مسلمانن کي) چون ٿا تہ يهودي يا نصاريٰ ٿيو تہ هدايت وارا ٿيندؤ.

| قُلْ | بَلْ | مِلَّةَ | اِبْرٰهٖمَ | حَنِيْفًا | وَ | مَا | كَانَ | مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ (135) |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چئي ڇڏين | بَلڪ (پيروي ڪريو) | ملت | ابراهيم جي | (جيڪو) حنيف هو | ۽ | نہ | هئو اهو | مشرڪن مان. |

(اي پيغمبر ڪين) چئۇ تہ اسين ابراهيم حنيف (هڪ طرفي) جي دين جا تابعدار آهيون، ۽ اُهو مشرڪن مان نہ هو. (١٣٥)

| قُوْلُوْٓا | اٰمَنَّا | بِاللّٰهِ | وَ | مَآ | اُنْزِلَ | اِلَيْنَا | وَ | مَآ اُنْزِلَ | اِلٰٓى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چئو توهان | اسان ايمان آندو آهي | الله تي | ۽ | (ان تي) جيڪو | نازل ڪيو ويو | اسان ڏانهن | ۽ | جيڪو نازل ڪيو ويو | ڏانهن |

(ڪين) چئو تہ الله ڪي مڃيو اٿئون ۽ (پڻ) جيڪو (قرآن) اسان ڏانهن لاٿو ويو ۽ جيڪي (صحيفا)

| اِبْرٰهٖمَ | وَ | اِسْمٰعِيْلَ | وَ | اِسْحٰقَ | وَ | يَعْقُوْبَ | وَ | الْاَسْبَاطِ | وَ | مَآ | اُوْتِيَ | مُوْسٰى | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ابراهيم | ۽ | اسماعيل | ۽ | اسحاق | ۽ | يعقوب | ۽ | (سندس) اولاد جي | ۽ | جيڪي | ڏنا ويا | موسيٰ | ۽ |

ابراهيم ۽ اسمٰعيل ۽ اسحٰق ۽ يعقوب ۽ يعقوب جي اولاد ڏانهن لاٿا ويا آهن ۽ جيڪي موسيٰ ۽

| عِيْسٰى | وَ | مَآ | اُوْتِيَ | النَّبِيُّوْنَ | مِنْ رَّبِّهِمْ | لَا | نُفَرِّقُ | بَيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| عيسيٰ | ۽ | جيڪي | ڏنا ويا | نبيءَ | پنهنجي رب جي طرفان. | نہ ٿا | اسان فرق ڪريون | وچ ۾ |

عيسيٰ ڪي ڏنو ويو ۽ جيڪي ٻين پيغمبرن ڪي سندن پالڻهار ڪان ڏنو ويو، تنهن (سڀ ڪي مڃيون ٿا) منجهائن ڪنهن

| اَحَدٍ | مِّنْهُمْ | وَ | نَحْنُ | لَهٗ | مُسْلِمُوْنَ (136) | فَاِنْ | اٰمَنُوْا | بِمِثْلِ مَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن هڪ جي | انهن مان. | ۽ | اسان | ان جائي | فرمانبردار آهيون. | پوءِ اگر | هو ايمان آڻين | ساڻ ان شيءِ جي (جو) |

هڪ جي وچ ۾ وِٿي نہ ٿا پائيون، ۽ اسين اُن (هڪ الله) ڪي مڃيندڙ آهيون. (١٣٦) پوءِ جيڪڏهن الله ڪي

| اٰمَنْتُمْ | بِهٖ | فَقَدِ | اهْتَدَوْا | وَ | اِنْ | تَوَلَّوْا | فَاِنَّمَا هُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آڻيو ٿا توهان | جنهن سان | تہ پڪ | هو هدايت وارا ٿي ويا | ۽ | جيڪڏهن | هو منهن موڙين | تہ اهي ئي آهن |

اوهان جي مڃڻ جهڙو مڃين تہ بيشڪ هدايت وارا ٿيندا، ۽ جيڪڏهن ڦرندا تہ اُهي ڦيٽي ۾

| فِيْ شِقَاقٍ | فَسَيَكْفِيْكَهُمُ | اللّٰهُ | وَ | هُوَ | السَّمِيْعُ | الْعَلِيْمُ (137) |
|---|---|---|---|---|---|---|
| مخالفت ۾ | پوءِ ضرور ڪافي ٿيندو توهان لاءِ انهن ڪان | الله | ۽ | اهوئي آهي | وڏو ٻڌندڙ | خوب ڄاڻندڙ. |

ئي پوندا، پوءِ الله توکي انهن (جي شر) ڪان ڪافي ٿيندو، ۽ اهو ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. (١٣٧)

| صِبْغَةَ اللّٰهِ | وَ | مَنْ | اَحْسَنُ | مِنَ اللّٰهِ | صِبْغَةً | وَّ | نَحْنُ | لَهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي رڱائي (اختيار ڪريو) | ۽ | ڪير آهي | وڌيڪ ڀلو | الله جي | رڱڻ ڪان؟ | ۽ | اسان | ان جائي |

الله (پنهنجي دين جي رنگ سان) اسان ڪي رنگيو آهي، ۽ رڱڻ ۾ الله ڪان وڌيڪ چڱو ڪير آهي؟ ۽ اسين سندس

| عٰبِدُوْنَ ﴿138﴾ | قُلْ | اَتُحَآجُّوْنَنَا | فِي اللّٰهِ | وَ | هُوَ | رَبُّنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| عبادت ڪندڙ آهيون. | چئه (اي نبيﷺ!) | ڇا توهان اسان سان تڪرار ڪريو ٿا | الله بابت | حالانڪ | اهو | اسان جو بہ رب آهي |

عبادت ڪندڙ آهيون. (١٣٨) (اي پيغمبر ڪين) چئو تہ الله (جي دين) بابت اسان سان تڪرار ڪريو ٿا ڇا؟

| وَ | رَبُّكُمْ | وَ | لَنَآ | اَعْمَالُنَا | وَ | لَكُمْ | اَعْمَالُكُمْ | وَ | نَحْنُ | لَهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | توهان جو (بہ) رب آهي | ۽ | اسان لاءِ آهن | اسان جا عمل | ۽ | توهان لاءِ آهن | توهان جا عمل | ۽ | اسان (تہ) | انهيءَ لاءِ ئي |

۽ (حقيقت ڪري) اُهو اسانجو پالڻهار ۽ اوهانجو پالڻهار آهي، ۽ اسان لاءِ اسانجا ڪم ۽ اوهان لاءِ اوهان جا ڪرتوت

| مُخْلِصُوْنَ ﴿139﴾ | اَمْ | تَقُوْلُوْنَ | اِنَّ | اِبْرٰهٖمَ | وَ | اِسْمٰعِيْلَ | وَ | اِسْحٰقَ | وَ | يَعْقُوْبَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خالص (عمل ڪندڙ) آهيون. | ڇا | توهان چئو ٿا | بيشڪ | ابراهيم | ۽ | اسماعيل | ۽ | اسحاق | ۽ | يعقوب |

آهن، ۽ سندس نِلا ٻانها آهيون. (١٣٩) يا چئو ٿا تہ ابراهيم ۽ اسمٰعيل ۽ اسحٰق ۽ يعقوب

| وَ | الْاَسْبَاطَ | كَانُوْا | هُوْدًا | اَوْ | نَصٰرٰى | قُلْ | ءَ | اَنْتُمْ | اَعْلَمُ | اَمِ | اللّٰهُ | وَ | مَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | (ان جي) اولاد | هئا اهي | يهودي | يا | عيسائي؟ | چئه (اي نبيﷺ!) | ڇا | توهان | وڌيڪ ڄاڻو ٿا | يا | الله؟ | ۽ | ڪير |

۽ يعقوب جو اولاد يهودي يا نصاريٰ هُئا. (اي پيغمبر ڪين) چئو تہ اوهين وڌيڪ ڄاڻندڙ آهيو يا الله (وڌيڪ ڄاڻندڙ

| اَظْلَمُ | مِمَّنْ | كَتَمَ | شَهَادَةً | عِنْدَهٗ | مِنَ اللّٰهِ | وَ | مَا | اللّٰهُ | بِغَافِلٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وڌو ظالم آهي | ان کان جنهن | لڪائي | (اها) شاهدي | جيڪا وٽس آهي | الله جي طرفان | ۽ | نہ آهي | الله | غافل |

آهي)؟ ۽ جيڪو اهڙي شاهدي لڪائي جا الله وٽان وٽس هجي تنهن کان وڌيڪ ظالم ڪير آهي؟ ۽ جيڪي ڪندا آهيو

| عَمَّا | تَعْمَلُوْنَ ﴿140﴾ | تِلْكَ | اُمَّةٌ | قَدْ | خَلَتْ | لَهَا | مَا | كَسَبَتْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان کان جيڪي | توهان عمل ڪريو ٿا. | اها | هڪ جماعت هئي | تحقيق | گذري وئي. | ان لاءِ آهي | جيڪي | هن ڪمايو | ۽ |

تنهن کان الله بيخبر نہ آهي. (١٤٠) اِها ٽولي بيشڪ گذري وئي، جيڪي ڪمايائون سو انهن لاءِ آهي ۽

| لَكُمْ | مَّا | كَسَبْتُمْ | وَ | لَا | تُسْـَٔلُوْنَ | عَمَّا | كَانُوْا | يَعْمَلُوْنَ ﴿141﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي لاءِ آهي | جيڪي | توهان ڪمايو | ۽ | نہ | توهان پڇيا ويندؤ | ان بابت جيڪي | هئا اهي | عمل ڪندا. |

جيڪي اوهان ڪمايو سو اوهان لاءِ آهي، ۽ جيڪي اُهي ڪندا هُئا تنهن بابت (اوهين) نہ پڇيا ويندؤ. (١٤١)

ع ١٦

| سَيَقُوْلُ | السُّفَهَآءُ | مِنَ النَّاسِ | مَا | وَلّٰىهُمْ | عَنْ قِبْلَتِهِمُ | الَّتِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سِگھوئي چوندا | بيوقوف | ماڻھن مان (تہ) | ڪھڙي ڳالھ | ڦيرايو انھن (مسلمانن) کي | سندن قبلي کان | اھي جيڪي |

ماڻھن منجھان ڪي بي سمجھ سگھو چوندا تہ اُنھن (يعني مسلمانن) کي سندن اُھو قبلو جنھن ڏي (نماز پڙھندا) ھئا

| كَانُوْا | عَلَيْهَا ؕ | قُلْ | لِّلّٰهِ | الْمَشْرِقُ | وَ | الْمَغْرِبُ ؕ | يَهْدِيْ | مَنْ | يَّشَآءُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ھئا | ان (قبلي) تي. | چئہ | الله جي لاءِ ئي آھي | اوڀر | ۽ | اولھ. | ھو ھدايت ڏئي ٿو | جنھن کي | گھري ٿو |

تنھن کان ڪھڙيءَ ڳالھ ڦيرايوَ؟ (اي پيغمبر کين) چؤ تہ اوڀر ۽ اولھ الله جو آھي، جنھن کي گھرندو آھي تنھن کي

| اِلٰى | صِرَاطٍ | مُّسْتَقِيْمٍ (142) | وَ | كَذٰلِكَ | جَعَلْنٰكُمْ | اُمَّةً | وَّسَطًا | لِّتَكُوْنُوْا | شُهَدَآءَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏانھن | رستي | سڌي جي. | ۽ | اھڙيءَ ريت | اسان بڻايو توھانکي | امت | وچ واري | تہ جيئن ٿيو توھان | شاھد |

سِڌيءَ واٽ ڏانھن دڳ ڏيکاريندو آھي(۱۴۲) ۽ (جھڙي طرح اوھان جو قبلو پلو ڪيوسين) اھڙيءَ طرح اوھان کي پلي

| عَلَى | النَّاسِ | وَ | يَكُوْنَ | الرَّسُوْلُ | عَلَيْكُمْ | شَهِيْدًا ؕ | وَ | مَا | جَعَلْنَا | الْقِبْلَةَ | الَّتِيْ | كُنْتَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مٿان | ماڻھن جي | ۽ | ھجي | رسول | توھان تي | شاھد. | ۽ | نہ | اسان بڻايو | ھن قبلي کي | اھو جو | ھئا توھان |

ٽولي ڪئي سون تہ ماڻھن تي شاھد ھجو ۽ پيغمبر (مُحَمَّدْ ﷺ) اوھان تي شاھد ھجي، ۽ (اي پيغمبر) جنھن (طرف) تي

| عَلَيْهَآ | اِلَّا | لِنَعْلَمَ | مَنْ | يَّتَّبِعُ | الرَّسُوْلَ | مِمَّنْ | يَّنْقَلِبُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ھن تي | پر | تہ جيئن اسان ڄاڻون | انھيءَ (شخص) کي جيڪو | تابعداري ڪندو | رسول جي | ان کان جيڪو | ڦرندو |

(اڳي) ھئين تنھن کي قبلو مقرر نہ ڪيو ھو سون مگر ھن لاءِ تہ جيڪو پيغمبر جي پٺيان لڳي تنھن کي اُنھيءَ کان

| عَلٰى | عَقِبَيْهِ ؕ | وَ | اِنْ | كَانَتْ | لَكَبِيْرَةً | اِلَّا | عَلَى | الَّذِيْنَ | هَدَى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مٿان | پنھنجي ٻن کُڙين جي. | ۽ | بيشڪ | (اھا ڳالھ) آھي | ڏاڍي ڳوري | سواءِ | مٿان | (انھن جي) جن کي | ھدايت ڏني |

نکيڙيون جيڪو پنھنجين کڙين (پر پوءِ) تي ڦري، ۽ بيشڪ (اِھو) جن کي الله ھدايت ڪئي تن کان سواءِ (ٻين) تي ضرور ڏکيو

| اللّٰهُ ؕ | وَ | مَا | كَانَ | اللّٰهُ | لِيُضِيْعَ | اِيْمَانَكُمْ ؕ | اِنَّ | اللّٰهَ | بِالنَّاسِ | لَرَءُوْفٌ | رَّحِيْمٌ (143) |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله. | ۽ | نہ | آھي | الله | جو وڃائي ڇڏي | توھان جو ايمان | بيشڪ | الله | انسانن تي | ڏاڍو شفيق | نھايت مھربان آھي. |

آھي، ۽ الله جو شان اھڙو نہ آھي جو اوھان جي ايمان کي وڃائي، ڇو تہ الله ماڻھن سان ضرور شفقت ڪندڙ مھربان آھي(۱۴۳)

| قَدْ | نَرٰى | تَقَلُّبَ | وَجْهِكَ | فِي السَّمَآءِ ۚ | فَلَنُوَلِّيَنَّكَ |
|---|---|---|---|---|---|
| تحقيق | اسان ڏسون ٿا | ھر ھر مٿي ٿيڻ | تنھنجي منھن جو | آسمان ڏانھن | سو البت اسان ضرور ڦيرائينداسين توکي |

(اي پيغمبر) آسمان ڏانھن تنھنجو منھن (ھرھر) ڦيرائڻ بيشڪ ڏسون ٿا، پوءِ جنھن قبلي کي پسند ڪرين ٿو

| قِبْلَةً | تَرْضٰهَا ۪ | فَوَلِّ | وَجْهَكَ | شَطْرَ | الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (ان) قبلي ڏانھن (جو) | تون پسند ڪرين ٿو جنھن کي | تنھن ڪري ڦيراءِ تون | منھن پنھنجو | ڏانھن | مسجد حرام جي. | ۽ |

(اوڏانھن) توکي ضرور ڦيرائينداسين، پوءِ (اي پيغمبر) پنھنجي مُنھن کي تعظيم واريءَ مسجد ڏانھن ڦيراءِ،

| حَيۡثُ مَا | كُنۡتُمۡ | فَوَلُّوۡا | وُجُوۡهَكُمۡ | شَطۡرَهٗ ؕ | وَ | اِنَّ | الَّذِيۡنَ | اُوۡتُوا | الۡكِتٰبَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جتي به | آهيو توهان | ته ڦيرايو | پنهنجا منهن | انهيءَ ڏانهن | ۽ | بيشڪ | اهي جيڪي | ڏنا ويا | ڪتاب |

۽ (اي مسلمانؤ) اوهين جتي هجو تتي پنهنجا منهن اوڏانهن ڦيرايو، ۽ جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي سي ضرور

| لَيَعۡلَمُوۡنَ | اَنَّهُ | الۡحَقُّ | مِنۡ رَّبِّهِمۡ ؕ | وَ | مَا | اللّٰهُ | بِغَافِلٍ | عَمَّا | يَعۡمَلُوۡنَ ﴿144﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پڪ اهي ڄاڻن ٿا | (ته) بيشڪ اهو | حق آهي | سندن رب جي طرفان. | ۽ | ناهي | الله | غافل | ان ڪان جيڪي | هو ڪن ٿا. |

ڄاڻن ٿا ته اِهو (ڦيرائڻ) سندن پالڻهار وٽان بلڪل سچ آهي، ۽ جيڪي ڪندا آهن تنهن ڪان الله بي خبر نه آهي(١٤٤)

| وَ | لَئِنۡ | اَتَيۡتَ | الَّذِيۡنَ | اُوۡتُوا | الۡكِتٰبَ | بِكُلِّ | اٰيَةٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | البت جيڪڏهن | تون (اي محمدؐ) آڻين | انهن ماڻهن وٽ جيڪي | ڏنا ويا | ڪتاب | هر قسم جي | نشاني |

۽ (قسم آهي) ته جن کي ڪتاب ڏنو ويو آهي تن وٽ جيڪڏهن (تون) سڀ دليل آڻين ته (به) تنهنجي

| مَّا | تَبِعُوۡا | قِبۡلَتَكَ ۚ | وَ | مَاۤ | اَنۡتَ | بِتَابِعٍ | قِبۡلَتَهُمۡ ۚ | وَ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (تڏهن به هو) نه | پيروي ڪندا | تنهنجي قبلي جي | ۽ | نه | تون | پيروي ڪندڙ آهين | انهن جي قبلي جي | ۽ | نه |

قبلي جي تابعداري نه ڪندا، ۽ نڪي تون سندن قبلي جي تابعداري ڪندڙ آهين، ۽ نڪي اُنهن مان ڪي

| بَعۡضُهُمۡ | بِتَابِعٍ | قِبۡلَةَ بَعۡضٍ ؕ | وَ | لَئِنِ | اتَّبَعۡتَ | اَهۡوَآءَهُمۡ | مِّنۡۢ بَعۡدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جا ڪي | پيروي ڪندڙ آهن | ڪن جي قبلي جي | ۽ | البت جيڪڏهن | تو پيروي ڪئي | انهن جي خواهشن جي | پوءِ |

ڪن جي قبلي جي تابعداري ڪندڙ آهن، ۽ (قسم آهي) ته ان ڪانپوءِ جو تو وٽ علم آيو جيڪڏهن سندن

وقف لازم

| مَا | جَآءَكَ | مِنَ الۡعِلۡمِ ۙ | اِنَّكَ | اِذًا | لَّمِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿145﴾ | اَلَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (ان جي) جو | اچي ويو تو وٽ | علم | (ته) پڪ تون | ان وقت | البت (ٿي پوندين) ظالمن مان. | اُهي |

سَڌن جي تابعداري ڪندين ته تون اُن مهل ظالمن مان آهين(١٤٥) جن کي ڪتاب (توريت)

| اٰتَيۡنٰهُمُ | الۡكِتٰبَ | يَعۡرِفُوۡنَهٗ | كَمَا | يَعۡرِفُوۡنَ | اَبۡنَآءَهُمۡ ؕ | وَ | اِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جو) اسان ڏنو (هو) ڪين | ڪتاب | اهي سڃاڻن ٿا هن (رسول) کي | جيئن | هو سڃاڻن ٿا | پنهنجي پٽن کي | ۽ | بيشڪ |

ڏنوسون سي اُن (قبلي جي ڦير) کي اِئين سڃاڻندا آهن جئن پنهنجن پٽن کي سڃاڻندا آهن، ۽ منجهانئن

وقف منزل

| فَرِيۡقًا | مِّنۡهُمۡ | لَيَكۡتُمُوۡنَ | الۡحَقَّ | وَ | هُمۡ | يَعۡلَمُوۡنَ ﴿146﴾ | اَلۡحَقُّ | مِنۡ رَّبِّكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هڪ ٽولو آهي | انهن مان | جيڪو لڪائي ٿو | حق کي | حالانڪ | اهي | ڄاڻن ٿا. | (هي) حق آهي | تنهنجي رب جي طرفان |

ڪا ٽولي ڄاڻ هوندي بيشڪ سچ کي لڪائيندي آهي(١٤٦) اِهو تنهنجي پالڻهار وٽان سچ آهي تنهنڪري

ع ١٦

| فَلَا تَكُوۡنَنَّ | مِنَ الۡمُمۡتَرِيۡنَ ﴿147﴾ ع | وَ | لِكُلٍّ | وِّجۡهَةٌ | هُوَ | مُوَلِّيۡهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهنڪري هرگز نه ٿيءُ تون | شڪ ڪندڙن مان. | ۽ | هر هڪ لاءِ | هڪ طرف آهي | اهو | (منهن) ڦيرڻ وارو آهي ان ڏانهن |

تون شڪ وارن مان بنهه نه ٿيءُ(١٤٧) ۽ سڀ ڪنهن لاءِ (ڪو) هڪڙو قبلو آهي جنهن ڏانهن اُهو مهاڙ ڪندو

وقف النبي صلی الله عليه وسلم

| فَاسْتَبِقُوا | الْخَيْرٰتِ | اَيْنَ مَا | تَكُوْنُوْا | يَاْتِ | بِكُمُ | اللّٰهُ | جَمِيْعًا | اِنَّ | اللّٰهَ | عَلٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهنڪري توهان اڳ ڪٽو | نيڪين ۾ | جتي (بہ) | توهان هوندؤ | آڻيندو | توهانکي | الله | سڀني کي | بيشڪ | الله | مٿان |

آهي پوءِ چڱاين ڏانهن اڳرائي ڪريو، جتي هوندؤ (اُتان) الله اُوهان کي گڏ ڪري آڻيندو، ڇوتہ الله سڀ ڪنهن

| كُلِّ | شَيْءٍ | قَدِيْرٌ (148) | وَ | مِنْ حَيْثُ | خَرَجْتَ | فَوَلِّ | وَجْهَكَ | شَطْرَ | الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هر | شيءِ جي | خوب قادر آهي. | ۽ | جتان (اي محمدؐ) | تون نڪرين | تہ ڦيراءِ | پنهنجو منهن | ڏانهن | مسجد حرام جي |

شيءِ تي وس وارو آهي(۱۴۸) ۽ (اي پيغمبر) جتان (بہ) نڪرين تہ پنهنجو منهن تعظيم واريءَ مسجد ڏانهن ڦيراءِ،

| وَ | اِنَّهٗ | لَلْحَقُّ | مِنْ رَّبِّكَ | وَ | مَا | اللّٰهُ | بِغَافِلٍ | عَمَّا | تَعْمَلُوْنَ (149) | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | بيشڪ اهو | حق آهي | تنهنجي رب جي طرفان | ۽ | ناهي | الله | غافل | ان ڪان جيڪي | توهان ڪريو ٿا. | ۽ |

۽ بيشڪ اِهو (ڦيرائڻ) تنهنجي پالڻهار وٽان بلڪل سچ آهي، ۽ جيڪي ڪندا آهيو تنهن کان الله بي خبر نہ آهي(۱۴۹) ۽

| مِنْ حَيْثُ | خَرَجْتَ | فَوَلِّ | وَجْهَكَ | شَطْرَ | الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ | وَ | حَيْثُ مَا | كُنْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جتان (اي محمدؐ) | تون نڪرين | تہ ڦيراءِ | پنهنجو منهن | ڏانهن | مسجد حرام جي | ۽ | جتي (بہ) | هجو توهان |

جتان (بہ) نڪرين تہ پنهنجو منهن تعظيم واريءَ مسجد ڏانهن ڦيراءِ، ۽ جتي هجو (تتي) پنهنجا منهن

| فَوَلُّوْا | وُجُوْهَكُمْ | شَطْرَهٗ | لِئَلَّا | يَكُوْنَ | لِلنَّاسِ | عَلَيْكُمْ | حُجَّةٌ | اِلَّا | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ ڦيرايو | پنهنجا منهن | ان ڏانهن | (اِن) لاءِ تہ نہ | ٿئي | انسانن لاءِ | توهان جي خلاف | ڪائي حُجت | سواءِ | انهن جي جن |

ان ڏانهن ڦيرايو (هن لاءِ) تہ منجهائن جن ظلم ڪيو تن کان سواءِ ٻين ماڻهن کي اوهان تي ڪا حجت

| ظَلَمُوْا | مِنْهُمْ | فَلَا | تَخْشَوْهُمْ | وَ | اخْشَوْنِيْ | وَ | لِاُتِمَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ظلم ڪيو | انهن مان | تنهنڪري نہ | ڊڄو توهان انهن کان | ۽ (بلڪ) | مون کان ئي ڊڄو | ۽ | تہ جيئن پوري ڪريان |

نہ رهي، پوءِ ڪائن نہ ڊڄو ۽ مون کان ڊڄو، ۽ (هن لاءِ) تہ (آءٌ) پنهنجي نعمت اوهان تي پوري ڪريان

| نِعْمَتِيْ | عَلَيْكُمْ | وَ | لَعَلَّكُمْ | تَهْتَدُوْنَ (150) | كَمَآ | اَرْسَلْنَا | فِيْكُمْ | رَسُوْلًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي نعمت | توهان تي | ۽ | شايد تہ توهان | هدايت پرايو. | جيئن | اسان موڪليو | توهان ۾ | هڪ رسول |

۽ مانَ اوهين هدايت وارا ٿيو(۱۵۰) جهڙيءَ طرح اوهان تي نعمت پوري ڪئي سون (تهڙيءَ طرح) اوهان منجهان

| مِّنْكُمْ | يَتْلُوْا | عَلَيْكُمْ | اٰيٰتِنَا | وَ | يُزَكِّيْكُمْ | وَ | يُعَلِّمُكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان منجهان (ئي) | اهو تلاوت ڪري ٿو | توهان تي | اسان جون آيتون | ۽ | پاڪ ڪري ٿو توهانکي | ۽ | سيکاري ٿو توهانکي |

پيغمبر اوهان ۾ موڪليوسون جو اسان جون آيتون اوهان تي پڙهندڙ آهي ۽ اوهان کي پاڪ ڪندو آهي ۽

معانقة ۳

| الْكِتٰبَ | وَ | الْحِكْمَةَ | وَ | يُعَلِّمُكُمْ | مَّا | لَمْ | تَكُوْنُوْا | تَعْلَمُوْنَ (151) |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪتاب | ۽ | دانائي | ۽ | سيکاري ٿو توهانکي (اهي ڳالهيون) | جيڪي | نہ | هئا توهان | ڄاڻندا. |

اوهان کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاريندو آهي ۽ جيڪي نہ ڄاڻندا هيؤ سو (پڻ) اوهان کي سيکاريندو آهي(۱۵۱)

| فَاذْكُرُوْنِيْٓ | اَذْكُرْكُمْ | وَ | اشْكُرُوْا | لِيْ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تنهنڪري توهان مون کي ياد ڪريو | مان توهان کي ياد ڪندس | ۽ | توهان شڪر ڪريو | منهنجي لاءِ | ۽ | نہ |
| تنهنڪري مون کي ياد ڪريو تہ آءٌ اوهان کي ياد ڪريان ۽ منهن جو شڪر ڪريو ۽ منهن جي | | | | | | |

ع ۱۸ ۵

| تَكْفُرُوْنِ ﴿152﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوا | اسْتَعِيْنُوْا | بِالصَّبْرِ | وَ | الصَّلٰوةِ | اِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ناشڪري ڪريو منهنجي. | اي | اُهي | جن ايمان آندو آهي | توهان مدد گهرو | صبر سان | ۽ | نماز سان | بيشڪ |
| بي شڪري نہ ڪريو(١٥٢) اي مؤمنؤ صبر ۽ نماز سان مدد وٺو، چوتہ | | | | | | | | |

| اللّٰهَ | مَعَ | الصّٰبِرِيْنَ ﴿153﴾ | وَ | لَا | تَقُوْلُوْا | لِمَنْ | يُّقْتَلُ | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ساٿي آهي | صبر ڪندڙن جو. | ۽ | (بلڪل) نہ | چئجو اوهان | انهن کي جيڪي | قتل ڪيا وڃن | الله جي راهہ ۾ |
| الله صابرن سان آهي(١٥٣) ۽ جيڪي الله جي واٽ ۾ ڪُسن تن کي مئل نہ چئو، | | | | | | | | |

| اَمْوَاتٌ | بَلْ | اَحْيَآءٌ | وَّلٰكِنْ | لَّا | تَشْعُرُوْنَ ﴿154﴾ | وَ | لَنَبْلُوَنَّكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مئل، | بلڪ | اهي زنده آهن | ۽ پر | نٿا | توهان سمجهو. | ۽ | البت اسان ضرور آزمائينداسين توهانکي |
| بلڪ (اُهي) جيئرا آهن پر اوهين نہ ٿا پروڙيو(١٥٤) ۽ اوهان کي ڀوَ ۽ بک | | | | | | | |

| بِشَيْءٍ | مِّنَ الْخَوْفِ | وَ | الْجُوْعِ | وَ | نَقْصٍ | مِّنَ الْاَمْوَالِ | وَ | الْاَنْفُسِ | وَ | الثَّمَرٰتِ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن شيءِ سان | خوف سان | ۽ | بک (سان) | ۽ | ڪوٽ (وڃهڻ سان) | مال ۾ | ۽ | جانين (۾) | ۽ | ميون (۾). | ۽ |
| ۽ مالن جي ۽ جندن جي ۽ ميون جي گهٽتائيءَ مان ڪنهن شيءِ سان ضرور پرکينداسون، ۽ (اي پيغمبر) | | | | | | | | | | | |

| بَشِّرِ | الصّٰبِرِيْنَ ﴿155﴾ | الَّذِيْنَ | اِذَآ | اَصَابَتْهُمْ | مُّصِيْبَةٌ | قَالُوْٓا | اِنَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خوشخبري ڏئي ڇڏ | صبر ڪندڙن کي. | اُهي | (جو) جڏهن | اچي ٿي انهن تي | ڪائي مصيبت | (تہ) چون ٿا | بيشڪ اسان |
| اُنهن صابرن کي خُوشخبري ڏي(١٥٥) جن کي جڏهن ڪا اوڪائي پهچي ٿي (تڏهن) چون ٿا تہ اسين | | | | | | | |

| لِلّٰهِ | وَ | اِنَّآ | اِلَيْهِ | رٰجِعُوْنَ ﴿156﴾ | اُولٰٓئِكَ | عَلَيْهِمْ | صَلَوٰتٌ | مِّنْ رَّبِّهِمْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله لاءِ (ئي) آهيون | ۽ | پڪ اسان | ان ڏانهن ئي | موٽڻ وارا آهيون. | اهي ئي آهن | جن لاءِ آهي | بخشش | سندن رب جي طرفان | ۽ |
| الله جا (ٻانها) آهيون ۽ اسين ان ڏانهن موٽندڙ آهيون(١٥٦) اُنهن تي سندن پالڻهار وٽان مهربانيون ۽ ٻاجھ | | | | | | | | | |

| رَحْمَةٌ | وَ | اُولٰٓئِكَ هُمُ | الْمُهْتَدُوْنَ ﴿157﴾ | اِنَّ | الصَّفَا | وَ | الْمَرْوَةَ | مِنْ شَعَآئِرِ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| رحمت. | ۽ | اهي ئي آهن | هدايت وارا. | بيشڪ | صفا | ۽ | مروه | الله جي (عظمت جي) نشانين مان آهن |
| آهي، ۽ اِهي ئي سڌيءَ واٽ وارا آهن(١٥٧) صفا ۽ مروه (جبل) الله (جي عبادت) جي نشانين مان آهن، | | | | | | | | |

| فَمَنْ | حَجَّ | الْبَيْتَ | اَوِ | اعْتَمَرَ | فَلَا | جُنَاحَ | عَلَيْهِ | اَنْ | يَّطَّوَّفَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ جيڪو | حج ڪري | بيت الله جو | يا | عمرو ڪري | تہ پوءِ ناهي | ڪوئي گناهہ | ان تي | اهو جو | هو طواف ڪري |
| پوءِ جيڪو بيت الله جو حج ڪري يا عمرو بجاءِ آڻي تنهن کي ٻنهي جي طواف ڪرڻ ۾ گناهہ نہ آهي، | | | | | | | | | |

| بِهِمَا ؕ | وَ | مَنۡ | تَطَوَّعَ | خَيۡرًا ۙ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | شَاكِرٌ | عَلِيۡمٌ ﴿158﴾ | اِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن ٻنهي جو | ۽ | جيڪو | خوشيءَ سان ڪري | ڪائي نيڪي | تہ بيشڪ | الله | وڏو قدردان | خوب ڄاڻندڙ آهي. | بيشڪ |

۽ جيڪو وڌيڪ چڱائي ڪندو (تنهن جي الله قبول ڪندو) ڇو تہ الله قبول ڪندڙ ڄاڻندڙ آهي(۱۵۸) جيڪي

| الَّذِيۡنَ | يَكۡتُمُوۡنَ | مَآ | اَنۡزَلۡنَا | مِنَ الۡبَيِّنٰتِ | وَ | الۡهُدٰى | مِنۡۢ بَعۡدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُهي جيڪي | لڪائين ٿا | ان ڪي جيڪي | اسان نازل ڪيا | پڌرا دليل | ۽ | هدايت (جون ڳالهيون) | پوءِ |

پڌريون ڳالهيون ۽ هدايتون لاٿيون اٿئون تن ڪي جيڪي (ماڻهو) اُن ڪانپوءِ جي اُنهن ڪي ماڻهن لاءِ

| مَا | بَيَّنّٰهُ | لِلنَّاسِ | فِى الۡكِتٰبِ ۙ | اُولٰٓئِكَ | يَلۡعَنُهُمُ | اللّٰهُ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان ڪان جو | اسان اهي کولي بيان ڪيا | ماڻهن لاءِ | ڪتاب ۾ | اهي ئي آهن | جن تي لعنت ڪري ٿو | الله | ۽ |

ڪتاب (توريت) ۾ ظاهر ڪيوسون، لڪائيندا آهن تن تي الله لعنت ڪندو آهي ۽

| يَلۡعَنُهُمُ | اللّٰعِنُوۡنَ ﴿159﴾ ۙ | اِلَّا | الَّذِيۡنَ | تَابُوۡا | وَ | اَصۡلَحُوۡا | وَ | بَيَّنُوۡا | فَاُولٰٓئِكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| لعنت ڪن ٿا انهن تي | لعنت ڪندڙ. | مگر | اُهي جن | توبهہ ڪئي | ۽ | (پاڻ) سڌاريو | ۽ | کولي بيان ڪيو | تہ اِهي |

لعنت ڪندڙ (بہ) انهن تي لعنت ڪندا آهن(۱۵۹) پر جن توبہ ڪئي ۽ (پاڻ) سڌاريائون ۽ بيان ڪيائون

| اَتُوۡبُ | عَلَيۡهِمۡ ۚ | وَ | اَنَا | التَّوَّابُ | الرَّحِيۡمُ ﴿160﴾ | اِنَّ | الَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مان(الله) موٽان ٿو | انهن تي | ۽ | مان | وڏو توبهہ قبول ڪندڙ | نهايت رحم وارو آهيان. | بيشڪ | اُهي جن |

تن تي (ٻاجهہ سان) موٽندس، ۽ آءٌ ڏاڍو ٻاجهہ سان موٽندڙ مهربان آهيان(۱۶۰) جن

| كَفَرُوۡا | وَ | مَاتُوۡا | وَ | هُمۡ | كُفَّارٌ | اُولٰٓئِكَ | عَلَيۡهِمۡ | لَعۡنَةُ | اللّٰهِ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪفر ڪيو | ۽ | مري ويا | هن حال ۾ | (جو) اُهي | ڪافر (ئي) هئا | (تہ) اِهي | مٿانئن | لعنت آهي | الله جي | ۽ |

ڪفر ڪيو ۽ اُهي ڪافر ٿي مُئا تن تي الله ۽ ملائڪن ۽ مڙني

| الۡمَلٰٓئِكَةِ | وَ | النَّاسِ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿161﴾ ۙ | خٰلِدِيۡنَ | فِيۡهَا ۚ | لَا | يُخَفَّفُ | عَنۡهُمُ | الۡعَذَابُ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ملائڪن جي | ۽ | سڀني انسانن جي. | اهي هميشہ رهندا | انهيءَ (لعنت) ۾ | نہ | گهٽايو ويندو | انهن تان | عذاب | ۽ |

ماڻهن جي لعنت آهي(۱۶۱) اُن لعنت ۾ سدائين رهڻ وارا آهن، ڪانئن عذاب هلڪو نہ ڪبو ۽

| لَا | هُمۡ | يُنۡظَرُوۡنَ ﴿162﴾ | وَ | اِلٰهُكُمۡ | اِلٰهٌ | وَّاحِدٌ ۚ | لَآ | اِلٰهَ | اِلَّا | هُوَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نہ | اهي | مهلت (ئي) ڏنا ويندا. | ۽ | معبود توهان جو | معبود | هڪڙوئي آهي | ناهي | ڪوئي معبود (برحق) | مگر | اهوئي |

نڪي ڪين مهلت ڏبي(۱۶۲) ۽ اوهان جو خدا اڪيلو خدا آهي، ان ڪانسواءِ ڪوئي عبادت جو لائق نہ آهي،

۱۹ ع ۳

| الرَّحۡمٰنُ | الرَّحِيۡمُ ﴿163﴾ ع | اِنَّ | فِىۡ خَلۡقِ | السَّمٰوٰتِ | وَ | الۡاَرۡضِ | وَ | اخۡتِلَافِ | الَّيۡلِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وڏو مهربان | نهايت رحم ڪندڙ آهي. | بيشڪ | پيدائش ۾ | آسمانن جي | ۽ | زمين جي | ۽ | وري جاءِ وٺڻ ۾ | رات |

(اُهو) ٻاجهارو مهربان آهي(۱۶۳) آسمانن ۽ زمين جي بڻائڻ ( ۾)، ۽ رات ۽ ڏينهن جي ڦيرگهير ( ۾)،

| وَ | النَّهَارِ | وَ | الْفُلْكِ | الَّتِيْ | تَجْرِيْ | فِي الْبَحْرِ | بِمَا | يَنْفَعُ | النَّاسَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ڏينهن جي | ۽ | ٻيڙين (۾) | اهي جيڪي | هلن ٿيون | سمنڊ ۾ | ساڻ انهن شين جي جيڪي | فائدو ڏين ٿيون | انسانن کي |

۽ ٻيڙيون جي اُنهيءَ (سامان) سان جو ماڻهن کي نفعو ڏيندو آهي درياءَ ۾ ترنديون آهن تن ( ۾)،

| وَ | مَآ | اَنْزَلَ | اللّٰهُ | مِنَ السَّمَآءِ | مِنْ مَّآءٍ | فَاَحْيَا | بِهِ | الْاَرْضَ | بَعْدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | (ان ۾) جيڪو | نازل ڪيو آهي | الله | آسمانن مان | ڪجھ پاڻي | پوءِ هن جيئاريو | ساڻ ان جي | زمين کي | بعد |

۽ جيڪي آسمان کان (مينهن جو) پاڻي الله وسايو پوءِ اُن سان زمين کي ان جي وسامڻ کانپوءِ آباد ڪيائين

| مَوْتِهَا | وَ | بَثَّ | فِيْهَا | مِنْ كُلِّ | دَآبَّةٍ | وَّ | تَصْرِيْفِ | الرِّيٰحِ | وَ | السَّحَابِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي موت جي | ۽ | (جيڪي) هن پکيڙيا | انهيءَ ۾ | هر قسم جا | جانور | ۽ | ڦيرائڻ (۾) | هوائن جي | ۽ | (هنن) ڪڪرن (۾) |

تنهن ( ۾)، ۽ اُن (زمين) ۾ سڀ جنس جا جانور پکيڙيائين تنهن ( ۾)، ۽ هوائن جي گهلڻ (۾)،

| الْمُسَخَّرِ | بَيْنَ | السَّمَآءِ | وَ | الْاَرْضِ | لَاٰيٰتٍ | لِّقَوْمٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (جيڪي) پابند ڪيا ويا آهن | وچ ۾ | آسمان | ۽ | زمين جي | پڪ (انهن سڀني ۾) نشانيون آهن | انهن ماڻهن لاءِ |

۽ آسمانن ۽ زمين جي وچ ۾ نوايلن ڪڪرن ۾، سمجھ واريءَ قوم لاءِ ضرور نشانيون

| يَّعْقِلُوْنَ ﴿164﴾ | وَ | مِنَ | النَّاسِ | مَنْ | يَّتَّخِذُ | مِنْ دُوْنِ | اللّٰهِ | اَنْدَادًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جيڪي) عقل وارا آهن. | ۽ | کي | انسان (اهي آهن) | جيڪي | بڻائن ٿا | سواءِ | الله جي (ٻين کي) | شريڪ |

آهن(١٦٤) ۽ ماڻهن مان ڪي (اهڙا) آهن جي الله کانسواءِ (ٻين کي) الله جهڙو ڪري وٺندا آهن الله جي پيار وانگر

| يُّحِبُّوْنَهُمْ | كَحُبِّ | اللّٰهِ | وَ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْٓا | اَشَدُّ | حُبًّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي ساڻن محبت ڪن ٿا | جيئن محبت (جڳائي) | الله سان. | ۽ | اهي جن | ايمان آندو | وڌيڪ سخت آهن | محبت ڪرڻ ۾ |

پيارو رکندا اٿن، ۽ جن ايمان آندو سي الله جي دوستيءَ ۾ ڏاڍا زور آهن، ۽ جن ظلم ڪيو

| لِلّٰهِ | وَ | لَوْ | يَرَى | الَّذِيْنَ | ظَلَمُوْٓا | اِذْ | يَرَوْنَ | الْعَذَابَ | اَنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله سان | ۽ | جيڪڏهن | (دنيا ۾) ڏسن | اُهي جن | ظلم ڪيو | (ان وقت کي) جڏهن | هو ڏسندا | عذاب کي | (تہ جاڻندا تہ) بيشڪ |

سي جيڪڏهن (هن ڳالھ کي هاڻي) سمجهن تہ جنهن مهل (قيامت جي ڏينهن) عذاب ڏسندا(۽ سمجهندا)

| الْقُوَّةَ | لِلّٰهِ | جَمِيْعًا | وَّ | اَنَّ | اللّٰهَ | شَدِيْدُ | الْعَذَابِ ﴿165﴾ | اِذْ | تَبَرَّاَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| طاقت | الله جي لاءِ ئي آهي | سڀ. | ۽ | (هي تہ) بيشڪ | الله | شديد | عذاب ڏيندڙ آهي. | جڏهن | بيزار ٿي ويندا |

تہ سموري سگھ الله کي آهي ۽ الله سخت عذاب ڪرڻ وارو آهي (تہ جيڪر ڏاڍا پشيمان ٿين(١٦٥) جنهن مهل

| الَّذِيْنَ | اتُّبِعُوْا | مِنَ | الَّذِيْنَ | اتَّبَعُوْا | وَ | رَاَوُا | الْعَذَابَ | وَ | تَقَطَّعَتْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي جن جي | پيروي ڪئي وئي | انهن کان | جن | پيروي ڪئي هئي | جڏهن تہ | اُهي ڏسندا | عذاب کي | ۽ | ڪٽجي ويندا |

اڳواڻ پنيان لڳندڙن کان بيزار ٿيندا ۽ عذاب کي ڏسندا ۽ سندن (سڀ)

| بِهِمُ | الْاَسْبَابُ ﴿166﴾ | وَ | قَالَ | الَّذِيْنَ | اتَّبَعُوْا | لَوْ | اَنَّ | لَنَا | كَرَّةً |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جا | (سڀ) لاڳاپا. | ۽ | چوندا | اُهي جن | پيروي ڪئي هئي | جيڪر | تہ | (هجي) اسان جي لاءِ | هڪ ڀيرو موٽڻ (دنيا ۾) |

لاڳاپا ڇڄندا(١٦٦) ۽ (تنهن مهل) پٺيءَ لڳندڙ چوندا تہ جيڪر اسان کي (وري دنيا ۾) موٽڻو هجي ها

| فَنَتَبَرَّاَ | مِنْهُمْ | كَمَا | تَبَرَّءُوْا | مِنَّا ؕ | كَذٰلِكَ | يُرِيْهِمُ | اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ بيزار ٿينداسين اسان (بہ) | انهن کان | جيئن | هو بيزار ٿيا آهن | اسان کان. | اهڙيءَ طرح | ڏيکاريندو انهن کي | الله |

تہ ڪائنئن ائين بيزار ٿيون ها جئن اسان کان بيزار ٿيا آهن، اهڙي طرح الله سندن ڪرتوتن کي مٿن

ع

| اَعْمَالَهُمْ | حَسَرٰتٍ | عَلَيْهِمْ ؕ | وَ | مَا | هُمْ | بِخٰرِجِيْنَ | مِنَ النَّارِ ﴿167﴾ ع | يٰۤاَيُّهَا | النَّاسُ | كُلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جا عمل | حسرتون بڻائي | مٿان انهن جي. | ۽ | ناهن | اُهي | نڪرڻ وارا (ڪڏهن بہ) | باهہ مان. | اي | انسانؤ! | ڪائو |

پشيمانيون بڻائي ڏيکاريندو، ۽ اُهي باهہ مان نڪرڻ وارا نہ آهن(١٦٧) اي ماڻهؤ جيڪي

| مِمَّا | فِى الْاَرْضِ | حَلٰلًا | طَيِّبًا ۖ | وَّ | لَا | تَتَّبِعُوْا | خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ؕ | اِنَّهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن (شين) مان جيڪي | زمين ۾ آهن | حلال | پاڪ | ۽ | نہ | پٺيان هلو | شيطان جي قدمن جي | بيشڪ هو |

شيون زمين ۾ آهن تن مان پاڪ حلال ڪائو، ۽ شيطان جي وکن تي نہ هلو، ڇوتہ اُهو اوهان جو

| لَكُمْ | عَدُوٌّ | مُّبِيْنٌ ﴿168﴾ | اِنَّمَا | يَاْمُرُكُمْ | بِالسُّوْٓءِ | وَ | الْفَحْشَآءِ | وَ | اَنْ | تَقُوْلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جو | دشمن آهي | پڌرو. | صرف | هو (تہ) حڪم ڏئي ٿو توهانکي | برائيءَ جو | ۽ | بيحيائيءَ جو | ۽ | هي تہ | توهان چئو |

پڌرو ويري آهي(١٦٨) (شيطان) رڳو اوهان کي بڇڙائيءَ ۽ بي حيائيءَ جو حڪم ڪري ٿو ۽ هيءُ تہ جيڪي

| عَلَى اللّٰهِ | مَا | لَا | تَعْلَمُوْنَ ﴿169﴾ | وَ | اِذَا | قِيْلَ | لَهُمُ | اتَّبِعُوْا | مَآ | اَنْزَلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله تي | جيڪي | نٿا | توهان ڄاڻو. | ۽ | جڏهن | چيو وڃي ٿو | انهن کي | توهان (پيروي) ڪريو | ان جي جيڪو | نازل ڪيو |

ڳالهيون نہ ڄاڻندا آهيو سي الله جي نسبت ۾ چئو(١٦٩) ۽ جڏهن کين چئجي ٿو تہ جيڪي الله لاٿو تنهن جي

| اللّٰهُ | قَالُوْا | بَلْ | نَتَّبِعُ | مَآ | اَلْفَيْنَا | عَلَيْهِ | اٰبَآءَنَا ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | (تہ) چون ٿا | (نہ) بلڪ | اسان (تہ) پيروي ڪنداسين | ان جي جو | لڌو اسان | ان تي | پنهنجي ابن ڏاڏن کي |

تابعداري ڪريو (تڏهن) چون ٿا تہ (نہ) بلڪ جنهن تي پنهنجن پئن ڏاڏن کي ڏٺوسون تنهن جي پٺيان

| اَوَلَوْ | كَانَ | اٰبَآؤُهُمْ | لَا | يَعْقِلُوْنَ | شَيْـًٔا | وَّ | لَا | يَهْتَدُوْنَ ﴿170﴾ | وَ | مَثَلُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇا (هو پيروي ڪندا) توڙي ڪٽي | هئا | سندن ابا ڏاڏا | نہ | سمجهہ رکندا (هئا) | ٿوري بہ | ۽ | نہ | اهي هدايت وارا هئا. | ۽ | مثال |

لڳنداسون، جيتوڻيڪ سندن ابا ڏاڏا ڪجهہ بہ نہ ڄاڻندا هُئا ۽ نڪي سڌيءَ واٽ تي هُئا(١٧٠) ۽ (ڪي ڪافرن

| الَّذِيْنَ | كَفَرُوْا | كَمَثَلِ | الَّذِىْ | يَنْعِقُ | بِمَا | لَا | يَسْمَعُ | اِلَّا | دُعَآءً | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جو جن | ڪفر ڪيو | مثال وانگر | ان جي آهي جيڪو | سڏي ٿو | ان کي جيڪو | نٿو | ٻڌي اهو | سواءِ | پڪار | ۽ |

سڏيندڙ) جو مثال اُن ماڻهوءَ جي مثال وانگر آهي جو اهڙِيءَ شي کي واڪو ڪري ٻڌائي جا سڏ ۽ ڪوڪ ڪانسواءِ

| نِدَآءً ؕ | صُمٌّۢ | بُكْمٌ | عُمْيٌ | فَهُمْ | لَا | يَعْقِلُوْنَ ﴿171﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | كُلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سڏ جي | (اهي) ٻوڙا | گونگا | انڌا آهن | بس اهي | نٿا | عقل رکن. | اي | اُهي جن | ايمان آندو آهي | کائو |

(ڪجھ) نہ ٻڌي. (ڪافر) ٻوڙا، گونگا، انڌا آهن تنهنڪري اُهي (ڪجھ بہ) نہ ٿا سمجھن. (١٧١) اي مؤمنؤ جيڪا

| مِنْ طَيِّبٰتِ | مَا | رَزَقْنٰكُمْ | وَ | اشْكُرُوْا | لِلّٰهِ | اِنْ | كُنْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (انهن) پاڪ شين مان | جيڪو | اسان توهان کي رزق ڏنو | ۽ | توهان شڪر ڪريو | الله جو | جيڪڏهن | آهيو توهان |

اوهان کي روزي ڏني سون تنهن مان سٺيون شيون کائو ۽ جيڪڏهن اوهين نلو الله جي

| اِيَّاهُ | تَعْبُدُوْنَ ﴿172﴾ | اِنَّمَا | حَرَّمَ | عَلَيْكُمُ | الْمَيْتَةَ | وَ | الدَّمَ | وَ | لَحْمَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خاص ان جي ئي | عبادت ڪندڙ. | بيشڪ | هن حرام ڪيو آهي | توهان تي | مردار | ۽ | رَتُ | ۽ | گوشت |

عبادت ڪندڙ آهيو تہ سندس شڪرانو ادا ڪريو. (١٧٢) اوهان تي رڳو مُئل ۽ رَت ۽ سُوئر

| الْخِنْزِيْرِ | وَ | مَآ | اُهِلَّ بِهٖ | لِغَيْرِ اللّٰهِ ۚ | فَمَنِ | اضْطُرَّ | غَيْرَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سوئر جو | ۽ | اها جيڪا | نالي ڪئي وئي | غير الله جي لاءِ. | پوءِ جيڪو | لاچار ڪيو ويو | (بشرطيڪ) نہ هجي اهو |

جو ماس ۽ جنهن شي تي الله کانسواءِ ٻئي جو نالو پڪارجي سا حرام ڪيائين، پوءِ جيڪو نڪي

| بَاغٍ | وَّ | لَا | عَادٍ | فَلَآ | اِثْمَ | عَلَيْهِ ؕ | اِنَّ | اللّٰهَ | غَفُوْرٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سرڪشي ڪندڙ | ۽ | نہ | حد کان لنگهندڙ | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ | ان تي | بيشڪ | الله | ڏاڍو بخشيندڙ |

بي فرماني ڪندڙ ۽ نڪي حد کان لنگهندڙ ٿي لاچار ٿئي (۽ ڪائي) تنهن تي گناہ نہ آهي، ڇوتہ الله بخشڻهار

| رَّحِيْمٌ ﴿173﴾ | اِنَّ | الَّذِيْنَ | يَكْتُمُوْنَ | مَآ | اَنْزَلَ | اللّٰهُ | مِنَ الْكِتٰبِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نهايت رحم وارو آهي. | بيشڪ | اُهي جيڪي | لڪائين ٿا | ان کي جيڪو | نازل ڪيو | الله | ڪتاب مان |

مهربان آهي(١٧٣) الله ڪتاب مان جيڪي لاٿو سو جيڪي ماڻهو لڪائيندا آهن ۽ اُن جي بدلي

| وَ | يَشْتَرُوْنَ | بِهٖ | ثَمَنًا | قَلِيْلًا ۙ | اُولٰٓئِكَ | مَا | يَاْكُلُوْنَ | فِيْ بُطُوْنِهِمْ | اِلَّا | النَّارَ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | وٺن ٿا | ان جي بدلي | مُلهہ | ٿورڙو | اهي | نٿا | ڀرين اهو | پنهنجي پيٽن ۾ | پر | باهہ (ئي) | ۽ | نہ |

ٿورو ملهہ وٺندا آهن اِهي پنهنجن پيٽن ۾ باهہ کانسواءِ نہ کائيندا آهن ۽ الله ساڻن قيامت جي ڏينهن نہ

| يُكَلِّمُهُمُ | اللّٰهُ | يَوْمَ | الْقِيٰمَةِ | وَ | لَا | يُزَكِّيْهِمْ ۚ | وَ | لَهُمْ | عَذَابٌ | اَلِيْمٌ ﴿174﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڳالهائيندو انهن سان | الله | ڏينهن | قيامت جي | ۽ | نہ | هو انهن کي پاڪ ڪندو | ۽ | انهن لاءِ | عذاب آهي | دردناڪ. |

ڳالهائيندو ۽ نڪي کين سنواريندو، ۽ اُنهن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي. (١٧٤)

| اُولٰٓئِكَ | الَّذِيْنَ | اشْتَرَوُا | الضَّلٰلَةَ | بِالْهُدٰى | وَ | الْعَذَابَ | بِالْمَغْفِرَةِ ۚ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اِهي ئي آهن | جن | خريد ڪئي | گمراهي | هدايت جي بدلي | ۽ | عذاب | مغفرت جي بدلي. |

اِهي (اُهي) آهن جن هدايت جي بدران گمراهي ۽ بخشش جي بدران عذاب ڳڌو، پوءِ عجب آهي تہ ڪين (دوزخ جي)

| فَمَآ اَصْبَرَهُمْ | عَلَى النَّارِ ﴿175﴾ | ذٰلِكَ | بِاَنَّ | اللّٰهَ | نَزَّلَ | الْكِتٰبَ | بِالْحَقِّ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ ڪيڏو صبر ڪندڙ آهن اُهي | باهہ تي. | اهو | ان ڪري (تہ) بيشڪ | الله | نازل ڪيو | ڪتاب | حق سان | ۽ |

باه تي ڪهڙيءَ (ڳالھ) صبر ڪرايو(١٧٥) اِهو هِن ڪري (آهي) جو الله سچ سان ڪتاب (توريت) لاٿو، ۽

| اِنَّ | الَّذِيْنَ | اخْتَلَفُوْا | فِي الْكِتٰبِ | لَفِيْ شِقَاقٍ | بَعِيْدٍ ﴿176﴾ | لَيْسَ | الْبِرَّ | اَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | اُهي جن | اختلاف ڪيو | ڪتاب ۾ | پڪ اُهي مخالفت ۾ آهن | تمام پرانهين. | ناهي | نيڪي | اها جو |

جن ڪتاب بابت تڪرار ڪيو سي ضرور وڏي ڦيٽي ۾ آهن(١٧٦) اوڀر ۽ اولھ ڏانهن اوهان جو

| تُوَلُّوْا | وُجُوْهَكُمْ | قِبَلَ الْمَشْرِقِ | وَ | الْمَغْرِبِ | وَلٰكِنَّ | الْبِرَّ | مَنْ | اٰمَنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڦيريو | پنهنجا منهن | اوڀر ڏانهن | ۽ | اولھ (ڏانهن) | ۽ پر | نيڪي اها آهي | جيڪو | ايمان آڻي |

پنهنجن مُنهَن کي ڦيرائڻ ڪا چڱائي نہ آهي پر (اصل) چڱائي (ان لاءِ) آهي جنهن الله ۽ قيامت

| بِاللّٰهِ | وَ | الْيَوْمِ | الْاٰخِرِ | وَ | الْمَلٰٓئِكَةِ | وَ | الْكِتٰبِ | وَ | النَّبِيّٖنَ | وَ | اٰتَى | الْمَالَ | عَلٰى | حُبِّهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله تي | ۽ | ڏينهن | آخرت تي | ۽ | ملائڪن | ۽ | ڪتابن | ۽ | نبين تي | ۽ | ڏئي | مال | هوندي | ان جي محبت جي |

جي ڏينهن ۽ ملائڪن ۽ ڪتابن ۽ پيغمبرن کي مڃيو، ۽ جنهن (ماڻھوءَ پنهنجو) مال اُن جي پيار هوندي (بہ)

| ذَوِي الْقُرْبٰى | وَ | الْيَتٰمٰى | وَ | الْمَسٰكِيْنَ | وَ | ابْنَ السَّبِيْلِ | وَ | السَّآئِلِيْنَ | وَ | فِي الرِّقَابِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مائٽن کي | ۽ | يتيمن کي | ۽ | مسڪينن کي | ۽ | مسافرن کي | ۽ | سائلن کي | ۽ | گردنن کي (آجو ڪرائڻ) ۾. |

مٽيءَ وارن ۽ ڇورن ۽ مسڪينن ۽ مسافرن ۽ سوال ڪندڙن کي ۽ ٻانهَن جي گردنين (آجي ڪرڻ) ۾ ڏنو،

| وَ | اَقَامَ | الصَّلٰوةَ | وَ | اٰتَى | الزَّكٰوةَ | وَ | الْمُوْفُوْنَ | بِعَهْدِهِمْ | اِذَا | عٰهَدُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | قائم ڪري | نماز | ۽ | ڏئي | زڪوات | ۽ | (اهي جيڪي) پاڙڻ وارا آهن | پنهنجي عهد کي | جڏهن | اهي عهد ڪن. |

۽ نماز پڙهيائين ۽ زڪوٰة ڏنائين، ۽ (اُهي ماڻھو جي) جڏهن انجام ڪندا آهن تڏهن پنهنجو انجام پاڙيندا آهن،

| وَ | الصّٰبِرِيْنَ | فِي الْبَاْسَآءِ | وَ | الضَّرَّآءِ | وَ | حِيْنَ | الْبَاْسِ | اُولٰٓئِكَ | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | (اُهي) جيڪي صبر ڪندڙ آهن | تنگدستيءَ ۾ | ۽ | تڪليف ۾ | ۽ | وقت | جنگ جي. | اهي ئي آهن | جن |

۽ سچائيءَ ۽ اوکائيءَ ۾ ۽ جنگ مهل صبر ڪرڻ وارا آهن، اِهي سچا

| صَدَقُوْا | وَ | اُولٰٓئِكَ | هُمُ الْمُتَّقُوْنَ ﴿177﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | كُتِبَ | عَلَيْكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سچ چيو. | ۽ | اهي ئي | متقي آهن. | اي | اُهي | جن ايمان آندو آهي | لکيو ويو آهي | توهان تي |

آهن، ۽ اِهي ئي پرهيزگار آهن(١٧٧) اي مؤمنؤ خون ڪيلن بابت اوهان تي بدلي وٺڻ ۾ برابري لازم ڪئي

| الْقِصَاصُ | فِي الْقَتْلٰى | اَلْحُرُّ | بِالْحُرِّ | وَ | الْعَبْدُ | بِالْعَبْدِ | وَ | الْاُنْثٰى | بِالْاُنْثٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| قصاص وٺڻ | قتل ڪيلن ۾. | آزاد | بدلي آزاد جي | ۽ | غلام | بدلي غلام جي | ۽ | عورت | بدلي عورت جي. |

ويئي، (جئن تہ) آجي جي عيوض آجو ٻانهي جي عيوض ٻانهو ۽ زال جي عيوض زال آهي، پوءِ جنهن کي سندس

| فَمَنْ | عُفِيَ | لَهٗ | مِنْ اَخِيْهِ | شَيْءٌ | فَاتِّبَاعٌ | بِالْمَعْرُوْفِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ اهو جنهنکي | معاف ڪيو ويو | ان ڪي | سندس ڀاءُ (مقتول جي وليءَ) پاران | ڪجهه | تہ پيروي ڪرڻي آهي | دستور موجب |

ڀاءُ جي طرفان ڪجهه ڇڏيو وڃي تہ پوءِ (خون بها وٺڻ ۾) چڱيءَ ريت سان (ان جي) پويان پوڻ گهرجي ۽ ان (وارث)

| وَ | اَدَآءٌ | اِلَيْهِ | بِاِحْسَانٍ | ذٰلِكَ | تَخْفِيْفٌ | مِّنْ رَّبِّكُمْ | وَ | رَحْمَةٌ | فَمَنِ | اعْتَدٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ادا ڪرڻو آهي | ان ڪي | چڱائيءَ سان. | اها | هلڪائي آهي | توهان جي رب طرفان | ۽ | رحمت آهي | پوءِ جنهن | ڏاڍائي ڪئي |

ڏانهن (خون جي بها) چڱيءَ ريت سان پهچائڻ گهرجي، اِهو (حڪم) اوهان جي پالڻهار وٽان هلڪائي ۽ ٻاجھ آهي،

| بَعْدَ | ذٰلِكَ | فَلَهٗ | عَذَابٌ | اَلِيْمٌ ﴿178﴾ | وَ | لَكُمْ | فِي الْقِصَاصِ | حَيٰوةٌ | يّٰاُولِي الْاَلْبَابِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بعد | ان جي | تہ انهيءَ لاءِ آهي | عذاب | دردناڪ. | ۽ | توهان لاءِ | هڪ جيترو بدلو وٺڻ ۾ | بقا آهي | اي عقل وارؤ! |

پوءِ جيڪو هن (حڪم) ڪانپوءِ حد کان لنگهندو تنهن لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي(١٧٨) اي ڏيان وارؤ اوهان لاءِ قصاص

| لَعَلَّكُمْ | تَتَّقُوْنَ ﴿179﴾ | كُتِبَ | عَلَيْكُمْ | اِذَا | حَضَرَ | اَحَدَكُمُ | الْمَوْتُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ مَنَ توهان | (خونريزيءَ کان) بچو. | لکيو ويو آهي | توهان تي | جڏهن | اچڻ لڳي | توهان مان ڪنهن کي | موت |

(وٺڻ) ۾ حياتي آهي تہ مانَ اوهين پرهيزگاري ڪريو(١٧٩) جڏهن اوهان مان (ڪنهن) هڪ کي موت ويجهو ٿئي

| اِنْ | تَرَكَ | خَيْرَا ۨ | الْوَصِيَّةُ | لِلْوَالِدَيْنِ | وَ | الْاَقْرَبِيْنَ | بِالْمَعْرُوْفِ | حَقًّا | عَلَى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪڏهن | هو ڇڏي ويندو هجي | مال. | وصيت ڪرڻ | والدين لاءِ | ۽ | مائٽن لاءِ | دستور موجب. | اهو حق آهي | مٿان |

(اُهو) جيڪڏهن (ڪُجهه) مال ڇڏي تہ تڏهن اوهان تي ماءُ پيءُ ۽ مِٽن لاءِ چڱائيءَ سان وصيّت ڪرڻ لازم ڪئي ويئي،

| الْمُتَّقِيْنَ ﴿180﴾ | فَمَنْ | بَدَّلَهٗ | بَعْدَ | مَا | سَمِعَهٗ | فَاِنَّمَآ | اِثْمُهٗ | عَلَى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| متقين جي. | پوءِ جيڪو | انهيءَ (وصيت) کي بدلائي | پوءِ | ان کان جو | هن اها ٻڌي | تہ فقط | ان جو گناهہ | مٿان |

اِهو پرهيزگارن تي لازم آهي(١٨٠) پوءِ جيڪو اُن (وصيّت) کي اُن جي ٻڌڻ ڪانپوءِ ڦيرائيندو تہ اُن (ڦيرائڻ) جو

| الَّذِيْنَ | يُبَدِّلُوْنَهٗ | اِنَّ | اللّٰهَ | سَمِيْعٌ | عَلِيْمٌ ﴿181﴾ | فَمَنْ | خَافَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي ٿي آهي جيڪي | بدلائيندا ان کي. | بيشڪ | الله | خوب ٻڌندڙ | ڄاڻندڙ آهي. | پوءِ جيڪو | سمجهي |

گُناهہ اُن جي ڦيرائيندڙن ڪانسواءِ ٻين تي نہ آهي، ڇوتہ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي(١٨١) پوءِ جيڪو وصيّت ڪندڙ

| مِنْ مُّوْصٍ | جَنَفًا | اَوْ | اِثْمًا | فَاَصْلَحَ | بَيْنَهُمْ | فَلَآ | اِثْمَ | عَلَيْهِ | اِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وصيت ڪندڙ جي طرفان | حق تلفي | يا | گناهہ | پوءِ هو اصلاح ڪرائي | انهن ۾ | تہ ناهي | ڪو گناهہ | اُن تي. | بيشڪ |

جي طرفداري يا گناهہ ڄاڻي سو انهن (وصيّت ڪيل ۽ وارثن) جي وچ ۾ پرچاءُ ڪري تہ مٿس گناهہ نہ آهي،

| اللّٰهَ | غَفُوْرٌ | رَّحِيْمٌ ﴿182﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | كُتِبَ | عَلَيْكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | وڏو بخشيندڙ | نهايت رحم ڪندڙ آهي. | اي | اُهي | جن ايمان آندو آهي | فرض ڪيو ويو آهي | توهان تي |

ڇوتہ الله بخشڻهار مهربان آهي(١٨٢) اي مؤمنؤ جئن اوهان کان اڳين تي (روزا) فرض ڪيا ويا هئا

ع ٢٢

| الصِّيَامُ | كَمَا | كُتِبَ | عَلَى | الَّذِيْنَ | مِنْ قَبْلِكُمْ | لَعَلَّكُمْ | تَتَّقُوْنَ ﴿183﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| روزا رکڻ | جيئن | فرض ڪيو ويو هو | مٿان | انهن جي جيڪي | توهان کان اڳ هئا | (تہ) مَنَ توهان | متقي ٿيو. |

تئن اوهان تي (بہ) روزا فرض ڪيا ويا آهن تہ مانَ اوهين پرهيزگاري ڪريو(۱۸۳)

| اَيَّامًا | مَّعْدُوْدٰتٍ | فَمَنْ | كَانَ | مِنْكُمْ | مَّرِيْضًا | اَوْ | عَلٰى سَفَرٍ | فَعِدَّةٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چند ڏينهن | ڳڻپ جيترا. | پوءِ جيڪو | هجي | توهان مان | بيمار | يا | سفر ۾ | تہ ڳڻپ (پوري ڪرڻي) آهي |

(روزا) ڳڻيل ڏينهن آهن، پوءِ اوهان مان جيڪو بيمار (هجي) يا مسافريءَ تي هجي (تنهن تي) ٻين ڏينهن مان ڳڻي رکڻ

| مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ | وَ | عَلَى | الَّذِيْنَ | يُطِيْقُوْنَهٗ | فِدْيَةٌ | طَعَامُ | مِسْكِيْنٍ | فَمَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻين ڏينهن مان. | ۽ | مٿان | انهن جي جيڪي | طاقت رکن ٿا ان جي | فديو آهي | کاڌو | هڪ مسڪين جو | پوءِ جيڪو |

(لازم) آهي، ۽ جن کي (مسڪين جي کاڌي ڏيڻ جي) سگهہ آهي تن تي هڪ مسڪين جو کاڌو فديہ (يعني فطرانو ڏيڻ)

| تَطَوَّعَ | خَيْرًا | فَهُوَ | خَيْرٌ | لَّهٗ | وَ | اَنْ | تَصُوْمُوْا | خَيْرٌ | لَّكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خوشيءَ سان ڪري | نيڪي | تہ اها | گهڻو ڀلي آهي | انهيءَ لاءِ. | ۽ | هي تہ | توهان روزا رکو | (ڏاڍو) ڀلو آهي | توهان جي لاءِ |

لازم آهي، پوءِ جيڪو چڱائي وڌيڪ ڪندو تنهن لاءِ اُها ڀلي آهي، ۽ جيڪڏهن عِلم وارا آهيو (تہ اوهين سمجهي چڪا هوندؤ)

| اِنْ كُنْتُمْ | تَعْلَمُوْنَ ﴿184﴾ | شَهْرُ | رَمَضَانَ | الَّذِيْٓ | اُنْزِلَ | فِيْهِ | الْقُرْاٰنُ | هُدًى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪڏهن آهيو توهان | علم رکندڙ. | مهينو | رمضان جو | اهو جو | نازل ڪيو ويو | انهيءَ ۾ | قرآن | هدايت آهي |

اوهان جو روزو رکڻ اوهان لاءِ ڀلو آهي(۱۸۴) رمضان جو مهينو اهڙو (ڀلو) آهي جنهن ۾ قرآن لاٿو ويو جو ماڻهن

| لِّلنَّاسِ | وَ | بَيِّنٰتٍ | مِّنَ الْهُدٰى | وَ | الْفُرْقَانِ | فَمَنْ | شَهِدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انسانن لاءِ | ۽ | پڌرا دليل | هدايت جا | ۽ | حق کي باطل کان ڌار ڪرڻ جا. | تنهنڪري جيڪو | حاضر هجي |

لاءِ سڌو رستو ڏيکاريندڙ آهي ۽ (اُن ۾) هدايت ڪرڻ ۽ (سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾) سَنڌي وجهڻ جون چٽيون ڳالهيون آهن،

| مِنْكُمُ | الشَّهْرَ | فَلْيَصُمْهُ | وَ | مَنْ | كَانَ | مَرِيْضًا | اَوْ | عَلٰى سَفَرٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان مان | (هن) مهيني ۾ | تہ گهرجيس تہ اهو هن جا روزا رکي. | ۽ | جيڪو | هجي | بيمار | يا | سفر ۾ |

پوءِ اوهان مان جيڪو اُنهيءَ مهيني ۾ (گهر ۾) حاضر هجي تنهن کي اُن ۾ روزو رکڻ گهرجي، ۽ جيڪو بيمار هُجي يا سفر تي (هُجي)

| فَعِدَّةٌ | مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ | يُرِيْدُ | اللّٰهُ | بِكُمُ | الْيُسْرَ | وَ | لَا | يُرِيْدُ | بِكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ ڳڻپ (پوري ڪرڻي) آهي | ٻين ڏينهن مان. | گهري ٿو | الله | توهان سان | آساني | ۽ | نہ (ٿو) | هُو گهري | توهان سان |

تنهن کي ٻين ڏينهن مان (اوترو) ڳاڻاٽو (لازم) آهي. الله اوهان تي آساني ڪرڻ گهرندو آهي ۽ اوهان تي (ڪا) اوکائي

| الْعُسْرَ | وَ | لِتُكْمِلُوا | الْعِدَّةَ | وَ | لِتُكَبِّرُوا اللّٰهَ | عَلٰى مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سختي | ۽ | تہ جيئن توهان پوري ڪريو | ڳڻپ | ۽ | تہ جيئن توهان الله جي وڏائي (بيان) ڪريو | ان تي جيڪا |

ڪرڻ نہ گهرندو آهي، ۽ (گهرندو آهي) تہ اوهين ڳڻ پوري ڪريو ۽ جيڪا اوهان کي هدايت ڪيائين تنهن تي

| هٰدٰىكُمْ | وَ | لَعَلَّكُمْ | تَشْكُرُوْنَ (185) | وَ | اِذَا | سَاَلَكَ | عِبَادِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هدايت ڏني هن توهان کي | ۽ | شايد توهان | شڪر ڪريو. | ۽ | جڏهن | (اي نبيﷺ!) توکان پڇن | منهنجا ٻانها |

الله کي وڏائيندا رهو ۽ مانَ اوهين شُڪرانو ڪريو(١٨٥) ۽ (اي پيغمبر) جڏهن مُنهنجا ٻانها توکان مُنهنجي

| عَنِّيْ | فَاِنِّيْ | قَرِيْبٌ | اُجِيْبُ | دَعْوَةَ | الدَّاعِ | اِذَا | دَعَانِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| منهنجي باري ۾ | تہ بيشڪ مان | قريب آهيان | مان قبول ڪريان ٿو | سڏ | سڏيندڙ جو | جڏهن (بہ) | هو مون کي سڏي ٿو |

پُڇا ڪن (تڏهن چئُ) تہ آءٌ ويجهو آهيان. جڏهن (ڪو) مُون کي سڏي ٿو تڏهن سڏيندڙ جو سڏ ورنايان ٿو

| فَلْيَسْتَجِيْبُوْا | لِيْ | وَلْيُؤْمِنُوْا | بِيْ | لَعَلَّهُمْ | يَرْشُدُوْنَ (186) |
|---|---|---|---|---|---|
| تہ گهرجين تہ مڃين هو (بہ) | منهنجو حڪم | ۽ گهرجي تہ هو ايمان آڻين | مون تي | تہ جيئن هو | هدايت پرائن. |

تنهنڪري مُنهنجو حُڪم قبول ڪرڻ گهرجين ۽ مون تي ايمان آڻڻ گهرجين تہ مانَ اُهي سُڌرن(١٨٦)

| اُحِلَّ | لَكُمْ | لَيْلَةَ الصِّيَامِ | الرَّفَثُ | اِلٰى نِسَآئِكُمْ | هُنَّ لِبَاسٌ | لَّكُمْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حلال ڪيو ويو آهي | توهان لاءِ | روزي جي رات جو | صحبت ڪرڻ | پنهنجي عورتن سان | اُهي لباس آهن | توهان لاءِ | ۽ |

روزي جي رات ۾ اوهان لاءِ پنهنجين زالن سان صُحبت ڪرڻ حلال ڪئي ويئي، (جو) اُهي اوهان جو ڍڪ آهن ۽

| اَنْتُمْ | لِبَاسٌ | لَّهُنَّ | عَلِمَ اللّٰهُ | اَنَّكُمْ | كُنْتُمْ | تَخْتَانُوْنَ | اَنْفُسَكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان | لباس آهيو | انهن لاءِ. | الله ڄاڻي ورتو | (تہ) بيشڪ توهان | هئا | خيانت ڪندا | پنهنجي جانين ۾ |

اوهين اُنهن جو ڍڪ آهيو. الله ڄاتو تہ اوهين پاڻ سان خيانت ڪندا هيؤ

| فَتَابَ | عَلَيْكُمْ | وَ | عَفَا | عَنْكُمْ | فَالْئٰنَ | بَاشِرُوْهُنَّ | وَ | ابْتَغُوْا | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ هن ڌيان ڏنو | توهان تي | ۽ | معاف ڪيو | توهان کي | پوءِ هاڻي | توهان مباشرت ڪريو انهن سان | ۽ | ڳوليو | اهو جيڪو |

پوءِ اوهان تي (ٻاجهہ سان) موٽيو ۽ اوهان کي معاف ڪيائين، پوءِ هاڻي ساڻن صُحبت ڪريو ۽ الله اوهان لاءِ

| كَتَبَ اللّٰهُ | لَكُمْ | وَ | كُلُوْا | وَ | اشْرَبُوْا | حَتّٰى | يَتَبَيَّنَ | لَكُمُ | الْخَيْطُ | الْاَبْيَضُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| لکيو آهي الله | توهان جي لاءِ | ۽ | کائو | ۽ | پيئو | تان جو | پڌرو ٿئي | توهان جي لاءِ | ڌاڳو | اڇو |

جيڪي (اولاد) لکيو آهي تنهن جي طلب ڪريو ۽ (ايستائين) کائو ۽ پيئو جيستائين ڪاري ڌاڳي کان ٻاک

| مِنَ الْخَيْطِ الْاَسْوَدِ | مِنَ الْفَجْرِ | ثُمَّ | اَتِمُّوا | الصِّيَامَ | اِلَى الَّيْلِ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪاري ڌاڳي کان | فجر جو. | پوءِ | توهان پورو ڪريو | روزو | رات تائين. | ۽ | نہ |

جو اڇو ڌاڳو اوهان لاءِ پڌرو ٿئي، پوءِ روزو رات توڻي پورو ڪريو. ۽ جنهن حالت ۾ اوهين مسجدين ۾

| تُبَاشِرُوْهُنَّ | وَ | اَنْتُمْ | عٰكِفُوْنَ | فِي الْمَسٰجِدِ | تِلْكَ | حُدُوْدُ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| مباشرت ڪريو توهان انهن (عورتن) سان | جڏهن | توهان | اعتڪاف ڪندا هجو | مسجدن ۾. | اهي | الله جون مقرر حدون آهن |

اعتڪاف وارا هجو تہ اُنهن (زالن) سان صُحبت نہ ڪريو. اِهي الله جون حدون آهن پوءِ اُنهن کي ويجها نہ

| فَلَا | تَقْرَبُوْهَا ؕ | كَذٰلِكَ | يُبَيِّنُ | اللّٰهُ | اٰيٰتِهٖ | لِلنَّاسِ | لَعَلَّهُمْ | يَتَّقُوْنَ ﴿187﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ نہ | ويجھا وڃو انهن جي. | اهڙيءَ ريت | بيان ڪري ٿو | الله | پنهنجون آيتون | انسانن جي لاءِ | تہ مَنَ هو | متقي ٿين. |

وڃو. اهڙيءَ طرح الله ماڻهن لاءِ پنهنجا حُڪم پڌرا ڪندو آهي تہ مانَ اُهي پرهيزگاري ڪن(١٨٧)

| وَ | لَا | تَاْكُلُوْٓا | اَمْوَالَكُمْ | بَيْنَكُمْ | بِالْبَاطِلِ | وَ | تُدْلُوْا | بِهَآ | اِلَى | الْحُكَّامِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | نہ | توهان ڪائو | پنهنجا مال | پاڻ ۾ | ناجائز طريقي سان | ۽ | (نہ) ڪٽي وڃو توهان | اُهي | ڏانهن | حاڪمن جي |

۽ اوهين پنهنجا مال پاڻ ۾ ناحق سان نہ ڪائو ۽ اُن (مال) کي حاڪمن ڏانهن هن لاءِ (وڍيءَ طور) نہ پهچايو

| لِتَاْكُلُوْا | فَرِيْقًا | مِّنْ اَمْوَالِ النَّاسِ | بِالْاِثْمِ | وَ | اَنْتُمْ | تَعْلَمُوْنَ ﴿188﴾ ع |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ جيئن توهان ڪائو | ڪجھ حصو | انسانن جي مال مان | گناھ سان | حالانڪ | توهان | ڄاڻو ٿا. |

ع ٢٣ ٧

تہ ماڻهن جي مال مان ڪجھ (ڀاڱو) ڏوھ سان ڪائو هن هوندي بہ جو اوهين ڄاڻندا آهيو(١٨٨)

| يَسْـَٔلُوْنَكَ | عَنِ الْاَهِلَّةِ | قُلْ | هِيَ | مَوَاقِيْتُ | لِلنَّاسِ | وَ | الْحَجِّ ؕ | وَ | لَيْسَ | الْبِرُّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توکان (اي محمدﷺ!) پڇن ٿا | چنڊ بابت. | چَوين تہ | اهي | مقرر وقت آهن | انسانن لاءِ | ۽ | حج (لاءِ) | ۽ | ناهي | نيڪي |

(اي پيغمبر) توکان چنڊن (يعني مهينن) بابت پڇن ٿا، چئُ تہ اِهي ماڻهن ۽ حج لاءِ وقت مُقرر ٿيل آهن، ۽ چڱائي

| بِاَنْ | تَاْتُوا | الْبُيُوْتَ | مِنْ ظُهُوْرِهَا | وَلٰكِنَّ | الْبِرَّ | مَنِ | اتَّقٰى ۚ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اها تہ | توهان اچو | (پنهنجي) گهرن ڏانهن | انهن جي پٺين پاسن کان | ۽ پر | نيڪي تہ (ان جي) آهي | جيڪو | پرهيزگار هجي | ۽ |

(هن ۾) نہ آهي تہ (احرام جي حالت ۾) گهرن ۾ سندن پٺين پاسن کان اچو پر (اصل) چڱائي (اُنهيءَ لاءِ) آهي

| اْتُوا | الْبُيُوْتَ | مِنْ اَبْوَابِهَا ۖ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ | لَعَلَّكُمْ | تُفْلِحُوْنَ ﴿189﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان اچو | (پنهنجي) گهرن مان | انهن جي دروازن مان | ۽ | ڊڄو الله کان | تہ مَنَ توهان | ڇوٽڪارو ماڻيو. | ۽ |

جيڪو (الله کان) ڊڄي، ۽ گهرن ۾ سندن درن کان اچو، ۽ الله کان ڊڄو تہ مانَ اوهين ڇٽو(١٨٩) ۽

| قَاتِلُوْا | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | الَّذِيْنَ | يُقَاتِلُوْنَكُمْ | وَ | لَا تَعْتَدُوْا ؕ | اِنَّ | اللّٰهَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان وڙهو | الله جي راھ ۾ | انهن سان جيڪي | توهان سان وڙهن ٿا | ۽ | نہ توهان ڏاڍائي ڪريو. | بيشڪ | الله | نٿو |

جيڪي اوهان سان وڙهن تن سان الله جي واٽ ۾ وڙهو ۽ حد کان نہ لنگهو. ڇوتہ الله حد کان لنگهندڙن کي

| يُحِبُّ | الْمُعْتَدِيْنَ ﴿190﴾ | وَ | اقْتُلُوْهُمْ | حَيْثُ | ثَقِفْتُمُوْهُمْ | وَ | اَخْرِجُوْهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پسند ڪري | ڏاڍائي ڪندڙن کي. | ۽ | توهان قتل ڪريو انهن کي | جتي | توهان لَهو انهن کي | ۽ | توهان ڪڍو انهن کي |

پيارو نہ رکندو آهي(١٩٠) ۽ جتي لَهونِ اتي ڪُهونِ ۽ جتان اوهان کي لوڏيائون اُتان

| مِّنْ | حَيْثُ اَخْرَجُوْكُمْ | وَ | الْفِتْنَةُ | اَشَدُّ | مِنَ الْقَتْلِ ۚ | وَ | لَا | تُقٰتِلُوْهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جتان | انهن توهان کي ڪڍيو هو | ۽ | فتنو | وڌيڪ شديد آهي | قتل کان | ۽ | نہ | قتل ڪريو توهان انهن کي |

لوڏيونِ ۽ فتنو (يعني شرڪ) ويڙھ کان ڏاڍو (بچڙو) آهي، ۽ اوهين تعظيم واريءَ مسجد وٽ

| عِنۡدَ | الۡمَسۡجِدِ الۡحَرَامِ | حَتّٰى | يُقٰتِلُوۡكُمۡ | فِيۡهِ ۚ | فَاِنۡ | قٰتَلُوۡكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ويجهو | مسجد حرام جي | جيستائين | هو قتل (نہ) ڪن توهانکي | ان ۾. | پوءِ جيڪڏهن | هُو توهان سان وڙهن |

(ايسين) نہ وڙهو جيسين منجهس اوهان سان (نہ) وڙهن. پوءِ جيڪڏهن اوهان سان وڙهن تہ

| فَاقۡتُلُوۡهُمۡ ؕ | كَذٰلِكَ | جَزَآءُ | الۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۱۹۱﴾ | فَاِنِ | انۡتَهَوۡا | فَاِنَّ | اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ توهان (بہ) قتل ڪريو انهن کي. | اها آهي | سزا | ڪافرن جي. | پوءِ جيڪڏهن | هو مُڙي وڃن | تہ بيشڪ | الله |

اُنهن کي ماريو. ڪافرن جي سزا اِئين آهي(۱۹۱) ۽ جيڪڏهن بس ڪن (تہ اوهين بہ بس ڪريو ڇو) تہ الله

| غَفُوۡرٌ | رَّحِيۡمٌ ﴿۱۹۲﴾ | وَ | قٰتِلُوۡهُمۡ | حَتّٰى | لَا | تَكُوۡنَ | فِتۡنَةٌ | وَّ | يَكُوۡنَ | الدِّيۡنُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏاڍو بخشيندڙ | نهايت رحم وارو آهي. | ۽ | توهان انهن سان وڙهو | جيستائين | نہ | رهي | فتنو | ۽ | ٿي وڃي | دين |

بخشڻهار مهربان آهي(۱۹۲) ۽ ايستائين اُنهن سان وڙهو جيستائين فتنو (يعني شرڪ) نہ رهي ۽ خاص الله جو دين

| لِلّٰهِ ؕ | فَاِنِ | انۡتَهَوۡا | فَلَا | عُدۡوَانَ | اِلَّا | عَلَى | الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۱۹۳﴾ | اَلشَّهۡرُ | الۡحَرَامُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (فقط) الله جي لاءِ. | پوءِ جيڪڏهن | هو رڪجي وڃن | تہ ناهي | ڏاڍائي | مگر | مٿان | ظالمن جي. | مهينو | حرمت وارو |

ٿئي، پوءِ جيڪڏهن بس ڪن تہ ظالمن ڪانسواءِ ڪنهين تي وڌيڪ هلت ڪرڻ نہ جڳائي(۱۹۳) تعظيم وارو مهينو

| بِالشَّهۡرِ الۡحَرَامِ | وَ | الۡحُرُمٰتُ | قِصَاصٌ ؕ | فَمَنِ | اعۡتَدٰى | عَلَيۡكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| حرمت واري مهيني جي بدلي ۾ آهي | ۽ | سڀئي حرمتون | قصاص ۾ برابر آهن | پوءِ جيڪو | ڏاڍائي ڪري | توهان تي |

تعظيم واري مهيني جي بدلي آهي ۽ تعظيمون (هڪ ٻئي جون) آڙ پاڙ آهن. پوءِ جيڪو اوهان تي وڌيڪ

| فَاعۡتَدُوۡا | عَلَيۡهِ | بِمِثۡلِ | مَا اعۡتَدٰى | عَلَيۡكُمۡ ۪ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ | وَ | اعۡلَمُوۡۤا | اَنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ توهان (بہ) ڏاڍائي ڪريو | ان تي | وانگر | هن جي ڏاڍائي ڪرڻ جي | توهان تي | ۽ | ڊڄو الله کان | ۽ | ڄاڻو | (تہ) بيشڪ |

هلت ڪري تنهن تي اوتري وڌيڪ هلت ڪريو جيتري اوهان تي وڌيڪ هلت ڪيائين، ۽ الله کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ

| اللّٰهَ | مَعَ | الۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۱۹۴﴾ | وَ | اَنۡفِقُوۡا | فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ | وَ | لَا | تُلۡقُوۡا | بِاَيۡدِيۡكُمۡ | اِلَى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ساڻ آهي | متقين جي. | ۽ | توهان خرچ ڪريو | الله جي راهہ ۾ | ۽ | نہ | وجهو | پنهنجي هٿن کي | طرف |

الله پرهيزگارن ساڻ آهي(۱۹۴) ۽ الله جي واٽ ۾ خرچيو ۽ (پاڻ کي) پنهنجي هٿن سان هلاڪت ۾ نہ

مع

| التَّهۡلُكَةِ ۛۚ | وَ | اَحۡسِنُوۡا ۛۚ | اِنَّ | اللّٰهَ | يُحِبُّ | الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۱۹۵﴾ | وَ | اَتِمُّوا | الۡحَجَّ | وَ | الۡعُمۡرَةَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هلاڪت جي | ۽ | نيڪي ڪريو | بيشڪ | الله | پسند ڪري ٿو | نيڪوڪارن کي. | ۽ | پورو ڪريو | حج | ۽ | عمرو |

وجهو، ۽ چڱائي ڪريو، ڇو تہ الله چڱائي ڪندڙن کي دوست رکندو آهي(۱۹۵) ۽ حج ۽ عُمرو الله (جي راضپي)

| لِلّٰهِ ؕ | فَاِنۡ | اُحۡصِرۡتُمۡ | فَمَا | اسۡتَيۡسَرَ | مِنَ الۡهَدۡىِ ۚ | وَ | لَا | تَحۡلِقُوۡا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي لاءِ | پوءِ جيڪڏهن | توهان جهليا وڃو | تہ جيڪي | موجود هجي | قربانيءَ مان (اها ڪريو) | ۽ | نہ | ڪوڙايو توهان |

لاءِ پورو ڪريو، پوءِ جيڪڏهن روڪيا وڃو تہ جا قرباني آسانيءَ سان لڀي (سا لازم آهي)، ۽ پنهنجا مٿا تيسين نہ

| رُءُوْسَكُمْ | حَتّٰى | يَبْلُغَ | الْهَدْيُ | مَحِلَّهٗ ؕ | فَمَنْ | كَانَ | مِنْكُمْ | مَّرِيْضًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجا مٿا | جيستائين | پهچي وڃي | قرباني | پنهنجي (حلال ٿيڻ جي) هنڌ تي | پوءِ جيڪو | هجي | توهان مان | مريض |

ڪوڙايو جيسين قرباني پنهنجيءَ جاءِ تي (نہ) پهچي. پوءِ اوهان مان جيڪو بيمار هجي

| اَوْ | بِهٖۤ | اَذًى | مِّنْ رَّاْسِهٖ | فَفِدْيَةٌ | مِّنْ صِيَامٍ | اَوْ | صَدَقَةٍ | اَوْ | نُسُكٍ ۚ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| يا (هجي) | ڪيس | ڪائي تڪليف | سندس مٿي ۾ | تہ فديو ڏيڻو آهي | روزن سان | يا | صدقي (سان) | يا | قربانيءَ (سان) |

يا سندس مٿي ۾ اهنج هجي (تہ جي وقت کان اڳيئي ئي ڪوڙايائين) تہ روزا يا خيرات يا قرباني عوض ڏيڻ

| فَاِذَآ | اَمِنْتُمْ ۟ | فَمَنْ | تَمَتَّعَ | بِالْعُمْرَةِ | اِلَى الْحَجِّ | فَمَا | اسْتَيْسَرَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ جڏهن | توهان امن ۾ ٿيو | تہ جنهن | فائدو پاتو | عمري سان گڏ | حج (جي احرام) تائين | تہ جيڪي | سهنجو هجي |

(لازم) آهي، پوءِ جڏهن بي پِوَا ٿيو تڏهن جيڪو فائدو وٺي (يعني) عمري کي حج سان (گڏي) سو جا قرباني

| مِنَ الْهَدْيِ ۚ | فَمَنْ | لَّمْ | يَجِدْ | فَصِيَامُ | ثَلٰثَةِ اَيَّامٍ | فِي الْحَجِّ | وَ | سَبْعَةٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| قربانيءَ مان (اها ڪري) | پوءِ جيڪو | نہ | لهي (قرباني) | تہ روزا (رکڻا آهن) | ٽي ڏينهن | حج (جي ڏينهن) ۾ | ۽ | ست |

آسانيءَ سان لڀي (سا ڪري). پوءِ جيڪو (قرباني) نہ لهي (تنهن تي) حج (جي ڏينهن) ۾ ٽي ڏينهن روزا لازم

| اِذَا | رَجَعْتُمْ ؕ | تِلْكَ | عَشَرَةٌ | كَامِلَةٌ ؕ | ذٰلِكَ | لِمَنْ | لَّمْ | يَكُنْ | اَهْلُهٗ | حَاضِرِي |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جڏهن | توهان موٽي اچو | اهي | آهن ڏهہ | پورا. | اهو (حڪم) | انهيءَ لاءِ آهي | (جو) نہ | هجن | سندس گهر وارا | رهندڙ ويجهو |

آهن ۽ ست تڏهن جڏهن (سفر کان) موٽو. اِهي پورا ڏهہ (روزا) آهن. اِهو (حُڪم) اُنهيءَ لاءِ آهي جنهنجو ڪٽنب

ع ۲۴ ۸

| الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ ؕ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ | وَ | اعْلَمُوْٓا | اَنَّ | اللّٰهَ | شَدِيْدُ | الْعِقَابِ ﴿196﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مسجد حرام جي. | ۽ | توهان ڊڄو الله کان | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | (تہ) بيشڪ | الله | سخت | سزا ڏيندڙ آهي. |

تعظيم واريءَ مسجد جي ويجهو رهندڙ نہ هجي، ۽ الله کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ الله ڏاڍو عذاب ڪندڙ آهي(١٩٦)

| اَلْحَجُّ | اَشْهُرٌ | مَّعْلُوْمٰتٌ ۚ | فَمَنْ | فَرَضَ | فِيْهِنَّ | الْحَجَّ | فَلَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حج (جو وقت) | چند مهينا آهن | ڄاتل. | پوءِ جنهن | فرض ڪيو | انهن ۾ | حج کي | تہ نہ |

حج (جو وقت) معلوم مهينا آهن، پوءِ جنهن منجهن (احرام ٻڌڻ سان پاڻتي) حج فرض ڪيو تہ حج ۾ نہ

| رَفَثَ | وَ | لَا | فُسُوْقَ ۙ | وَ | لَا | جِدَالَ | فِي الْحَجِّ ؕ | وَ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| شهوت جون ڳالهيون ڪري | ۽ | نہ | نافرماني ڪري | ۽ | نہ | جهيڙو ڪري | حج ۾ | ۽ | جيڪي |

جماع جائز آهي ۽ نہ گار ۽ نہ جهيڙو، ۽ جيڪا چڱائي ڪريو ٿا

وقف النبي صلى الله عليه وسلم

| تَفْعَلُوْا | مِنْ خَيْرٍ | يَّعْلَمْهُ | اللّٰهُ ؕ | وَ | تَزَوَّدُوْا | فَاِنَّ | خَيْرَ | الزَّادِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڪريو ٿا | نيڪي | اها ڄاڻي ٿو | الله. | ۽ | سفر جو سامان ڪٺو | پوءِ بيشڪ | بهترين | سفر جو سامان |

تنهن کي الله ڄاڻندڙ آهي، ۽ سَمر ڪٺو ڇو تہ پلو سَمر پرهيزگاري آهي،

النّصف

| التَّقْوٰى | وَ | اتَّقُوْنِ | يٰٓاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿197﴾ | لَيْسَ | عَلَيْكُمْ | جُنَاحٌ | اَنْ | تَبْتَغُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تقويٰ آهي | ۽ | مون کان ڊڄو | اي عقل وارؤ! | نہ آهي | توهان تي | ڪو گناهہ | هي تہ | توهان ڳوليو |

۽ ڏيان وارؤ مون کان ڊڄو(١٩٧) (حج ۾) پنهنجي پالڻهار کان روزيءَ گھرڻ ۾ اوهان تي ڪو

| فَضْلًا | مِّنْ رَّبِّكُمْ | فَاِذَآ | اَفَضْتُمْ | مِّنْ عَرَفٰتٍ | فَاذْكُرُوا اللّٰهَ | عِنْدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| روزگار | پنهنجي رب کان حج جي ڏينهن. | پوءِ جڏهن | توهان موٽو | عرفات کان | تہ ياد ڪريو الله کي | ويجهو |

گناهہ ڪونهي، پوءِ جڏهن عَرفات کان موٽو تڏهن مَشۡعَرالۡحَرام (يعني مزدلفه) وٽ الله کي ياد

| الْمَشْعَرِ الْحَرَامِ | وَ | اذْكُرُوْهُ | كَمَا | هَدٰىكُمْ | وَ | اِنْ | كُنْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مشعر حرام جي. | ۽ | هن کي ياد ڪريو | جيئن | هن توهان کي هدايت ڪئي | ۽ | تحقيق | هئا توهان |

ڪريو، ۽ جئن اوهان کي سڌو رستو ڏيکاريائين تئن اوهين (بہ) کيس ياد ڪريو، ۽ بيشڪ اُن کان اڳ

| مِّنْ قَبْلِهٖ | لَمِنَ الضَّآلِّيْنَ ﴿198﴾ | ثُمَّ | اَفِيْضُوْا | مِنْ حَيْثُ | اَفَاضَ | النَّاسُ | وَاسْتَغْفِرُوا اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن کان اڳ | گمراهن مان. | پوءِ | توهان موٽو | جتان | موٽن | سڀ ماڻهو | ۽ الله کان مغفرت گھرو |

(اوهين) اڻڄاڻن مان هيؤ(١٩٨) پوءِ (اوهين) اُتان (عرفات کان) موٽو جتان عام ماڻهو موٽن ٿا ۽ الله کان بخشش

| اِنَّ | اللّٰهَ | غَفُوْرٌ | رَّحِيْمٌ ﴿199﴾ | فَاِذَا | قَضَيْتُمْ | مَّنَاسِكَكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | ڏاڍو بخشڻهار | نهايت رحم ڪندڙ آهي. | پوءِ جڏهن | توهان پورا ڪريو | پنهنجي حج جا ارڪان |

گھرو، ڇوتہ الله بخشڻهار مهربان آهي(١٩٩) پوءِ جڏهن پنهنجي حج جا اَرڪان پُورا ڪريو تڏهن (مِنيٰ ۾)

| فَاذْكُرُوا | اللّٰهَ | كَذِكْرِكُمْ | اٰبَآءَكُمْ | اَوْ | اَشَدَّ | ذِكْرًا | فَمِنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ ياد ڪريو | الله کي | وانگر ياد ڪرڻ جي توهان جي | پنهنجن ابن ڏاڏن جي | بلڪ | ان کان بہ وڌيڪ | ياد ڪرڻ | پوءِ ڪجھہ |

اوهين پنهنجن اَبن ڏاڏن جي ياد ڪرڻ وانگر بلڪ (اُن کان وڌيڪ) گھڻي قدر الله کي ياد ڪريو. پوءِ ماڻهن

| النَّاسِ | مَنْ | يَّقُوْلُ | رَبَّنَآ | اٰتِنَا | فِي الدُّنْيَا | وَ | مَا | لَهٗ | فِي الْاٰخِرَةِ | مِنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انسان (اهڙا آهن) | جيڪي | چون ٿا | اي اسان جا رب! | اسان کي ڏي | دنيا ۾ | ۽ | ناهي | ان لاءِ | آخرت ۾ | ڪوئي |

مان ڪي (اهڙا) آهن جي چوندا آهن تہ اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ (ئي چڱائي) ڏي تن کي آخرت ۾ (ڪا) چڱائي

| خَلَاقٍ ﴿200﴾ | وَمِنْهُمْ | مَّنْ | يَّقُوْلُ | رَبَّنَآ | اٰتِنَا | فِي الدُّنْيَا | حَسَنَةً | وَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حصو. | ۽ انهن مان ڪجھہ | اُهي آهن | چون ٿا | اي اسان جا رب! | اسان کي ڏي | دنيا ۾ | ڀلائي | ۽ |

نصيب نہ آهي(٢٠٠) ۽ منجهائن ڪي (اهڙا) آهن جي چوندا آهن تہ اي اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ (بہ) چڱائي ۽

| فِي الْاٰخِرَةِ | حَسَنَةً | وَّ | قِنَا | عَذَابَ النَّارِ ﴿201﴾ | اُولٰٓئِكَ | لَهُمْ | نَصِيْبٌ | مِّمَّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آخرت ۾ | ڀلائي | ۽ | اسان کي بچاءِ | باهہ جي عذاب کان. | اهي ماڻهو | واسطي انهن جي | حصو آهي | ان مان جيڪي |

آخرت ۾ (بہ) چڱائي ڏي ۽ اسان کي باهہ جي عذاب کان بچاءِ(٢٠١) اُهي ماڻهو جيڪي ڪمايائون تنهن مان ڪين

النّصف

| كَسَبُوْا ؕ | وَ | اللّٰهُ | سَرِيْعُ الْحِسَابِ ﴿202﴾ | وَ | اذْكُرُوا | اللّٰهَ | فِيْٓ اَيَّامٍ مَّعْدُوْدٰتٍ ؕ | فَمَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هنن ڪمايو. | ۽ | الله | جلد حساب وٺندڙ آهي. | ۽ | توهان ياد ڪريو | الله کي | ڳڻيل ڏينهن ۾ | پوءِ جنهن |

نصيب آهي، ۽ الله سگهو حساب ڪندڙ آهي(٢٠٢) ۽ ڳڻيل ڏينهن (مِنىٰ وارن) ۾ الله کي ياد ڪريو، پوءِ جيڪو

| تَعَجَّلَ | فِيْ يَوْمَيْنِ | فَلَآ | اِثْمَ | عَلَيْهِ ۚ | وَ | مَنْ | تَاَخَّرَ | فَلَآ | اِثْمَ | عَلَيْهِ ۙ | لِمَنِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تڪڙ ڪئي | ٻن ڏينهن ۾ | تہ ناهي | ڪو گناهہ | ان تي | ۽ | جنهن | دير ڪئي | تہ ناهي | ڪو گناهہ | ان تي (بہ) | لاءِ ان جي جيڪو |

ٻن ڏينهن ۾ تڪڙو نڪري تنهن تي گناهہ ڪونهي، ۽ جيڪو دير ڪري تنهن تي (بہ) گناهہ نہ آهي (اهو حُڪم) اُن لاءِ

| اتَّقٰى ؕ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ | وَ | اعْلَمُوْٓا | اَنَّكُمْ | اِلَيْهِ | تُحْشَرُوْنَ ﴿203﴾ | وَ | مِنَ | النَّاسِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڊنو. | ۽ | توهان الله کان ڊڄو | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | تہ بيشڪ توهان | ان ڏانهن ئي | گڏ ڪيا ويندؤ. | ۽ | ڪجهہ | انسان |

آهي جيڪو پرهيزگاري ڪري، ۽ الله کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ اوهين ڏانهس گڏ ڪيا ويندؤ(٢٠٣) ۽ ماڻهن مان ڪو (اهڙو)

| مَنْ | يُّعْجِبُكَ | قَوْلُهٗ | فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا | وَ | يُشْهِدُ | اللّٰهَ | عَلٰى | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي آهن جو | توکي ڀلي لڳي ٿي | ان جي ڳالهہ | دنيا جي حياتيءَ ۾ | ۽ | هو شايد بڻائي ٿو | الله کي | مٿان | ان جي جيڪي |

آهي جو سندس ڳالهائڻ دنيا جي حياتيءَ ۾ توکي عجب ۾ وجهندو آهي ۽ جيڪي سندس دل ۾ آهي تنهن تي الله کي

| فِيْ قَلْبِهٖ ۙ | وَ | هُوَ | اَلَدُّ | الْخِصَامِ ﴿204﴾ | وَ | اِذَا | تَوَلّٰى | سَعٰى | فِي الْاَرْضِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن جي دل ۾ آهي | حالانڪ | اهو | سخت | جهڳڙالو آهي. | ۽ | جڏهن | هو پٺي ڏئي وڃي ٿو | (تہ) ڪوشش ڪري ٿو | زمين ۾ |

شاهد ڪندو آهي هن هوندي بہ جو اُهو وڏو جهيڙاڪر آهي(٢٠٤) ۽ جڏهن توکان موٽندو آهي تڏهن ملڪ ۾ هن لاءِ

| لِيُفْسِدَ | فِيْهَا | وَ | يُهْلِكَ | الْحَرْثَ | وَ | النَّسْلَ ؕ | وَ | اللّٰهُ | لَا | يُحِبُّ | الْفَسَادَ ﴿205﴾ | وَ | اِذَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ جيئن فساد ڪري | ان ۾ | ۽ | برباد ڪري | فصل | ۽ | نسل. | ۽ | الله | نٿو | پسند ڪري | فساد کي. | ۽ | جڏهن |

ڪوشش ڪندو آهي تہ منجهس فساد وجهي ۽ پوک ۽ نسل ناس ڪري، ۽ الله فساد کي پسند نہ ڪندو آهي(٢٠٥) ۽ جڏهن

| قِيْلَ | لَهُ | اتَّقِ | اللّٰهَ | اَخَذَتْهُ | الْعِزَّةُ | بِالْاِثْمِ | فَحَسْبُهٗ | جَهَنَّمُ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چيو وڃي ٿو | ان کي تہ | تون ڊڄ | الله کان | اڀاري ٿو ان کي | تڪبر | گناهہ تي | پوءِ ان کي ڪافي آهي | جهنم. | ۽ |

اُن کي چئبو آهي تہ الله کان ڊڄ تڏهن وڏائي ڪيس گناهہ تي آڪڙائيندي آهي پوءِ ڪيس (سزا) دوزخ بس آهي، ۽

| لَبِئْسَ | الْمِهَادُ ﴿206﴾ | وَ | مِنَ النَّاسِ | مَنْ | يَّشْرِيْ | نَفْسَهُ | ابْتِغَآءَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ (اهو) بڇڙو | هنڌ آهي. | ۽ | ڪي انسان | اهي آهن جيڪي | وڪڻن ٿا | پنهنجو نفس | ڳولهڻ لاءِ |

اُهو ضرور بڇڙو هنڌ آهي(٢٠٦) ماڻهن مان ڪو اهڙو آهي جو الله جي راضپي حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي

| مَرْضَاتِ اللّٰهِ ؕ | وَ | اللّٰهُ | رَءُوْفٌ | بِالْعِبَادِ ﴿207﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوا | ادْخُلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جو راضپو. | ۽ | الله | ڏاڍو شفيق آهي | پنهنجي ٻانهن سان. | اي | اُهي | جن ايمان آندو آهي | توهان داخل ٿيو |

وڪڻندو آهي، ۽ الله ٻانهن تي مهربان آهي(٢٠٧) اي ايمان وارؤ پورا اسلام ۾

| فِي السِّلْمِ | كَآفَّةً ۨ | وَ | لَا | تَتَّبِعُوْا | خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ؕ | اِنَّهٗ | لَكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسلام ۾ | پوري جا پورا | ۽ | نہ | توهان پيروي ڪريو | شيطان جي قدمن جي. | بيشڪ اهو (شيطان) | توهان جو |

داخل ٿيو، ۽ شيطان جي وِڪن تي نہ هلو، ڇوتہ اُهو اوهان جو پڌرو

| عَدُوٌّ | مُّبِيْنٌ ﴿208﴾ | فَاِنْ | زَلَلْتُمْ | مِّنْۢ بَعْدِ | مَا | جَآءَتْكُمُ | الْبَيِّنٰتُ | فَاعْلَمُوْٓا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| دشمن آهي | پڌرو. | پوءِ جيڪڏهن | توهان ٿڙ تَرَ ۾پئو | بعد | ان جي جو | آيا توهان وٽ | پڌرا دليل | پوءِ ڄاڻو تہ |

ويري آهي(٢٠٨) پوءِ جيڪڏهن اوهين ان ڪانپوءِ جو اوهان وٽ چٽا دليل آيا (اِسلام ڪان) ٿڙندؤ تہ ڄاڻو تہ

| اَنَّ | اللّٰهَ | عَزِيْزٌ | حَكِيْمٌ ﴿209﴾ | هَلْ | يَنْظُرُوْنَ | اِلَّآ | اَنْ | يَّاْتِيَهُمُ | اللّٰهُ | فِيْ ظُلَلٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | ڏاڍو غالب | داناءُ آهي. | ٿا | اهي انتظار ڪن | پر | هي تہ | اچي انهن وٽ | الله | پاڇن ۾ |

الله غالِب حڪمت وارو آهي(٢٠٩) (ڪافر) هن ڪان سواءِ انتظار نہ ڪندا آهن تہ الله (جو عذاب) جُهڙ جي پاڇن ۾

ع ٢٥ ٩

| مِّنَ الْغَمَامِ | وَ | الْمَلٰٓئِكَةُ | وَ | قُضِيَ | الْاَمْرُ ؕ | وَ | اِلَى اللّٰهِ | تُرْجَعُ | الْاُمُوْرُ ﴿210﴾ ع | سَلْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪڪرن جي | ۽ | ملائڪ (بہ) | ۽ | نبيريو وڃي | معاملو | ۽ | الله ڏانهن | موٽايا وڃن ٿا | سڀ ڪم. | پڇين |

وٽن اچي ۽ ملائڪ (بہ) ۽ ڪم فيصل ڪيو وڃي، ۽ الله ڏانهن سڀ ڪم موٽايا ويندا آهن(٢١٠) (اي پيغمبر)

| بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ | كَمْ | اٰتَيْنٰهُمْ | مِّنْ اٰيَةٍ | بَيِّنَةٍ ؕ | وَ | مَنْ | يُّبَدِّلْ | نِعْمَةَ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بني اسرائيل ڪان | ڪيتريون ئي | اسان ڏنيون انهن کي | نشانيون | پڌريون | ۽ | جيڪو | بدلائي ٿو | الله جي نعمت کي |

بني اِسرائيلن ڪان پُڇا ڪر تہ ڪين ڪيتريون چٽيون نشانيون ڏنيون سين، ۽ جيڪي الله جي نعمت کي

| مِنْۢ بَعْدِ | مَا | جَآءَتْهُ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | شَدِيْدُ | الْعِقَابِ ﴿211﴾ | زُيِّنَ | لِلَّذِيْنَ | كَفَرُوا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ | ان ڪان جو | اها وٽس آئي | تہ پڪ | الله | شديد | سزا ڏيندڙ آهي. | سينگاري وئي | انهن لاءِ جن | ڪفر ڪيو |

پاڻ وٽ اچڻ ڪانپوءِ مٽائيندو تہ بيشڪ الله سخت عذاب ڪندڙ آهي(٢١١) ڪافرن لاءِ دُنيا جي حياتي

وقف لازم

| الْحَيٰوةُ | الدُّنْيَا | وَ | يَسْخَرُوْنَ | مِنَ الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا ۘ | وَ | الَّذِيْنَ | اتَّقَوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حياتي | دنيا جِي | ۽ | اهي مذاق ڪن ٿا | انهن سان جن | ايمان آندو | ۽ | اُهي جيڪي | متقي آهن |

سينگاري ويئي ۽ مؤمنن سان ٺٺوليون ڪندا آهن، ۽ جيڪي پرهيزگار آهن سي قيامت جي ڏينهن

| فَوْقَهُمْ | يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ | وَ | اللّٰهُ | يَرْزُقُ | مَنْ | يَّشَآءُ | بِغَيْرِ | حِسَابٍ ﴿212﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن ڪان مٿانهان هوندا | قيامت جي ڏينهن | ۽ | الله | رزق ڏئي ٿو | جنهنکي | گهري ٿو | بغير | حساب جي. |

اُنهن (ڪافرن) جي مٿئون هوندا، ۽ الله جنهن کي گهرندو آهي تنهن کي اَڻ ڳڻي روزي ڏيندو آهي(٢١٢)

| كَانَ | النَّاسُ | اُمَّةً | وَّاحِدَةً ۣ | فَبَعَثَ | اللّٰهُ | النَّبِيّٖنَ | مُبَشِّرِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هئا | انسان (اڳ) | امت | هڪ (ئي پوءِ فرقا ٿي ويا) | تہ موڪليا | الله | نبي | خوشخبري ڏيندڙ |

سڀ ماڻهو هڪ ٽولي هُئا، پوءِ (ڦري اِختلاف ۾ پيا تنهنڪري) الله پيغمبرن کي خوشخبري ڏيندڙ

| وَ | مُنْذِرِيْنَ | وَ | اَنْزَلَ | مَعَهُمُ | الْكِتٰبَ | بِالْحَقِّ | لِيَحْكُمَ | بَيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ڊيڄاريندڙ | ۽ | هن نازل ڪيا | انهن سان گڏ | ڪتاب | حق سان | تہ جيئن اهو (ڪتاب) فيصلو ڪري | وچ ۾ |

۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو، ۽ ساڻن سچ سان ڪتاب هن لاءِ لاٿائين تہ (اُهو ڪتاب) ماڻهن جي وچ ۾

| النَّاسِ | فِيْمَا | اخْتَلَفُوْا | فِيْهِ | وَ | مَا | اخْتَلَفَ | فِيْهِ | اِلَّا | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ماڻهن جي | انهن ڳالهين ۾ جو | انهن اختلاف ڪيو | انهن ۾ | ۽ | نہ | اختلاف ڪيو | انهن ۾ | پر | انهن ئي جيڪي |

جنهن (ڳالھ) بابت جهڳڙو ڪندا آهن (تنهن بابت) نبيرو ڪري، ۽ اُنهيءَ بابت (ٻئي ڪنهن بہ) تڪرار نہ ڪيو پر

| اُوْتُوْهُ | مِنْۢ بَعْدِ مَا | جَآءَتْهُمُ | الْبَيِّنٰتُ | بَغْيًاۢ بَيْنَهُمْ | فَهَدَى | اللّٰهُ | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُهي (ڪتابَ) ڏنا ويا | ان ڪان پوءِ جو | آيا انهن وٽ | پڌرا دليل | پاڻ ۾ ضد جي ڪري | پوءِ هدايت ڏني | الله | انهن کي جن |

جن کي اُهو (ڪتاب) ڏنو ويو تن پڌرن حڪمن اچڻ کانپوءِ پاڻ ۾ ساڙ پيل سببان (تڪرار ڪيو)، پوءِ الله اُها سچي

| اٰمَنُوْا | لِمَا | اخْتَلَفُوْا | فِيْهِ | مِنَ الْحَقِّ | بِاِذْنِهٖ | وَ | اللّٰهُ | يَهْدِيْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو | لاءِ انهيءَ (ڳالھ) جي جو | هنن اختلاف ڪيو | ان ۾ | حق سان | پنهنجي حڪم سان | ۽ | الله | هدايت ڏئي ٿو |

ڳالھ جنهن بابت جهڳڙو ڪيائون تنهن ڏانهن پنهنجي حُڪم سان مؤمنن کي سڌو رستو ڏيکاريو، ۽ الله جنهن کي

| مَنْ | يَّشَآءُ | اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ (213) | اَمْ | حَسِبْتُمْ | اَنْ | تَدْخُلُوا | الْجَنَّةَ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنهن کي | گهري ٿو | سڌي راھ ڏانهن. | ڇا | توهان گمان ڪيو | (هي) تہ | داخل ٿي ويندؤ توهان | جنت ۾ | حالانڪ |

گهرندو آهي تنهن کي سڌو رستو ڏيکاريندو آهي(٢١٣) (اي مسلمانؤ اوهين) هن هوندي بہ بهشت ۾ گهڙڻ جو

| لَمَّا | يَاْتِكُمْ | مَّثَلُ | الَّذِيْنَ | خَلَوْا | مِنْ قَبْلِكُمْ | مَسَّتْهُمُ | الْبَاْسَآءُ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اڃان نہ | آيون توهان تي (ڏکيائيون) | وانگر | انهن جي جيڪي | ٿي گذريا | توهان کان اڳ | پهتي انهن کي | سختي | ۽ |

گمان ڪندا آهيو ڇا؟ جو اڃان اوهان کي اُنهن جي حالت نہ آئي آهي جيڪي اوهان کان اڳ گذريا، جن کي سختي ۽

| الضَّرَّآءُ | وَ | زُلْزِلُوْا | حَتّٰى | يَقُوْلَ | الرَّسُوْلُ | وَ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | مَعَهٗ | مَتٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تڪليف | ۽ | اهي جهوٻا ڏنا ويا | ايستائين جو | چوڻ لڳا | رسول | ۽ | اهي جن | ايمان آندو | ان سان گڏ | ڪڏهن (ايندي) |

ڏک پُهتو ۽ ايستائين لوڏيا ويا جيستائين پيغمبر ۽ جي مؤمن ساڻس هُئا (تن دُعا گُهري) چيو ٿي تہ الله جي مدد

| نَصْرُ اللّٰهِ | اَلَآ | اِنَّ | نَصْرَ اللّٰهِ | قَرِيْبٌ (214) | يَسْـَٔلُوْنَكَ | مَاذَا | يُنْفِقُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مدد الله جي؟ | خبردار! | بيشڪ | مدد الله جي | قريب ئي آهي. | توکان (اي محمدؐ!) پڇن ٿا (تہ) | ڇا | هو خرچ ڪن؟ |

ڪڏهن پهچندي؟ (چيو وين تہ) هوشيار رهو تہ الله جي مدد ويجهي آهي(٢١٤) (اي پيغمبر) توکان پڇن ٿا تہ

| قُلْ | مَآ | اَنْفَقْتُمْ | مِّنْ خَيْرٍ | فَلِلْوَالِدَيْنِ | وَ | الْاَقْرَبِيْنَ | وَ | الْيَتٰمٰى | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (کين) چئہ | جيڪي بہ | توهان خرچ ڪريو | ڪو مال | تہ (اهو) پيءُ ماءُ جي لاءِ آهي | ۽ | مائٽن | ۽ | يتيمن | ۽ |

(اُهي) ڇا خرچين؟ (کين) چؤ تہ جيڪو مال خرچي سو ماءُ پيءُ ۽ مائٽن ۽ ڇورن (ٻارن) ۽

| الْمَسٰكِيْنِ | وَ | ابْنِ السَّبِيْلِ | وَ | مَا | تَفْعَلُوْا | مِنْ خَيْرٍ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مسڪينن | ۽ | مسافرن جي (واسطي). | ۽ | جيڪي (بہ) | توهان ڪندؤ | ڪا ڀلائي | تہ بيشڪ | الله | ان ڪي |

مسڪينن ۽ مسافرن ڪي (ڏيڻ) جڳائي، ۽ جيڪا چڱائي ڪندؤ (سا لهندؤ) ڇوتہ الله اُنکي

| عَلِيْمٌ ﴿215﴾ | كُتِبَ | عَلَيْكُمُ | الْقِتَالُ | وَ | هُوَ | كُرْهٌ | لَّكُمْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خوب ڄاڻندڙ آهي. | فرض ڪيو ويو آهي | توهان تي | لڙائي (جهاد) ڪرڻ | جڏهن جو | اهو | اڻ وڻندڙ آهي | توهان لاءِ. | ۽ |

ڄاڻندڙ آهي(٢١٥) (اي مؤمنؤ) اوهان تي (ڪافرن سان) ويڙهہ ڪرڻ فرض ڪئي ويئي آهي ۽ اُها اوهان ڪي

| عَسٰٓى | اَنْ تَكْرَهُوْا | شَيْئًا | وَّ | هُوَ | خَيْرٌ | لَّكُمْ | وَ | عَسٰٓى | اَنْ تُحِبُّوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ممڪن آهي تہ | توهان ڪي نہ وڻي | ڪائي شيءِ | ۽ (پر) | اها | بهتر هجي | توهان جي لاءِ. | ۽ | ممڪن آهي تہ | توهان پسند ڪريو |

ناخوش لڳندي آهي، ۽ شايد (اوهين) ڪنهن شي ڪي ناخوش ڀانيو ۽ (حقيقت ڪري) اُها اوهان لاءِ ڀلي هُجي،

ع ٢٦ ١٠

| شَيْئًا | وَّ | هُوَ | شَرٌّ | لَّكُمْ | وَ | اللّٰهُ | يَعْلَمُ | وَ | اَنْتُمْ | لَا | تَعْلَمُوْنَ ﴿216﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن شيءِ ڪي | ۽ (پر) | اها | بڇڙي هجي | توهان جي لاءِ. | ۽ | الله | ڄاڻي ٿو | ۽ | توهان | نٿا | ڄاڻو. |

۽ شايد ڪنهن شي ڪي پيارو رکو ۽ اُها اوهان لاءِ بڇڙي هجي، ۽ الله ڄاڻندو آهي ۽ اوهين نہ ڄاڻندا آهيو(٢١٦)

| يَسْـَٔلُوْنَكَ | عَنِ الشَّهْرِ الْحَرَامِ | قِتَالٍ | فِيْهِ | قُلْ | قِتَالٌ | فِيْهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توکان (اي محمدﷺ!) هو پڇن ٿا | حرمت وارن مهينن بابت | لڙائي ڪرڻ لاءِ | انهن ۾. | چئہ | لڙائي ڪرڻ | انهن ۾ |

(اي پيغمبر) توکان تعظيم وارن مهينن ۾ وڙهڻ بابت پُڇن ٿا، چؤ تہ مَنجهن ويڙهہ ڪرڻ وَڏو گناهہ آهي،

| كَبِيْرٌ | وَ | صَدٌّ | عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | وَ | كُفْرٌۢ | بِهٖ | وَ | الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ | وَ | اِخْرَاجُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تمام وڏو (گناهہ) آهي | ۽ | جهلڻ | الله جي راهہ ڪان | ۽ | ڪفر ڪرڻ | ان سان | ۽ | (روڪڻ) مسجد حرام ڪان | ۽ | تڙڻ |

۽ الله جي واٽ ڪان جهلڻ ۽ الله ڪي نہ مڃڻ ۽ تعظيم واريءَ مسجد ڪان روڪڻ، ۽ سندس رهڻ وارن ڪي منجهائنس

| اَهْلِهٖ | مِنْهُ | اَكْبَرُ | عِنْدَ اللّٰهِ | وَ | الْفِتْنَةُ | اَكْبَرُ | مِنَ الْقَتْلِ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اتان جي رهاڪن ڪي | ان مان | سڀ ڪان وڏو (گناهہ) آهي | الله وٽ | ۽ | فتنو | وڏو (گناهہ) آهي | قتل ڪان. | ۽ |

لوڏڻ الله وٽ (اُن ڪان) تمام وڏو گناهہ آهي، ۽ فتنو (يعني شرڪ) خون ڪرڻ ڪان بلڪل وڏو ڏوهہ آهي. ۽

| لَا يَزَالُوْنَ | يُقَاتِلُوْنَكُمْ | حَتّٰى | يَرُدُّوْكُمْ | عَنْ دِيْنِكُمْ | اِنِ |
|---|---|---|---|---|---|
| اهي (ڪافر تہ) هميشہ | توهان سان وڙهندا رهندا | ايستائين جو | اهي ڦيرائين توهان ڪي | توهان جي دين ڪان | جيڪڏهن |

(ڪافر) جيڪڏهن پڄي سگهندا تہ اوهان سان ايستائين سدائين پيا وڙهندا جيستائين اوهان ڪي اوهان جي

| اسْتَطَاعُوْا | وَ | مَنْ | يَّرْتَدِدْ | مِنْكُمْ | عَنْ دِيْنِهٖ | فَيَمُتْ | وَ | هُوَ | كَافِرٌ | فَاُولٰٓئِكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو طاقت رکن. | ۽ | جيڪو | ڦري وڃي | توهان مان | پنهنجي دين تان | پوءِ اهو مري وڃي | ۽ | اهو | ڪافرئي هجي | تہ اهي |

دين (اسلام) ڪان ڦيرائين، ۽ اوهان مان جيڪي پنهنجي دين ڪان ڦرندا پوءِ اُهي ڪافر ٿي مرندا تن جي

| حَبِطَتْ | اَعْمَالُهُمْ | فِي الدُّنْيَا | وَ | الْاٰخِرَةِ | وَ | اُولٰٓئِكَ | اَصْحٰبُ النَّارِ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ ﴿217﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| برباد ٿي ويا | سندن عمل | دنيا ۾ | ۽ | آخرت (۾) | ۽ | اهي آهن | دوزخ وارا | اهي | ان ۾ | هميشہ رهندا. |

ڪئي ڪمائي دُنيا ۽ آخرت ۾ ڪُٽ ٿي ويئي، ۽ اُهي دوزخي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن(٢١٧)

| اِنَّ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | وَ | الَّذِيْنَ | هَاجَرُوْا | وَ | جٰهَدُوْا | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | اُولٰٓئِكَ | يَرْجُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | اُهي جن | ايمان آندو | ۽ | اُهي جن | هجرت ڪئي | ۽ | جهاد ڪيو | الله جي راهہ ۾ | اُهي | اميد رکندا آهن |

جن ايمان آندو ۽ جن الله جي واٽ ۾ وطن ڇڏيو ۽ جهاد ڪيو سي الله جي ٻاجھ جا اميدوار

| رَحْمَتَ اللّٰهِ | وَ | اللّٰهُ | غَفُوْرٌ | رَّحِيْمٌ ﴿218﴾ | يَسْئَلُوْنَكَ | عَنِ الْخَمْرِ وَالْمَيْسِرِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي رحمت جي. | ۽ | الله | وڏو بخشڻهار | نهايت رحم وارو آهي. | توکان (اي محمدﷺ!) پڇن ٿا | شراب ۽ جوا بابت. |

آهن، ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي(٢١٨) (اي پيغمبر) توکان شراب ۽ جؤا بابت پڇن ٿا،

| قُلْ | فِيْهِمَآ | اِثْمٌ | كَبِيْرٌ | وَّ | مَنَافِعُ | لِلنَّاسِ | وَ | اِثْمُهُمَآ | اَكْبَرُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (کين) چئہ | انهن ٻنهي ۾ | گناهہ آهي | وڏو | ۽ | ڪجهہ فائدا (بہ) آهن | انسانن لاءِ | ۽ | انهن ٻنهي جو گناهہ | تمام وڏو آهي |

چؤ تہ اُنهن ۾ وڏو گناهہ ۽ ماڻهن لاءِ (ڪجهہ) فائدا آهن، ۽ سندن فائدي ڪان اُنهن جو

| مِنْ نَّفْعِهِمَا | وَ | يَسْئَلُوْنَكَ | مَاذَا | يُنْفِقُوْنَ | قُلِ |
|---|---|---|---|---|---|
| انهن ٻنهي جي فائدي ڪان. | ۽ | توکان (اي محمدﷺ!) پڇن ٿا (تہ) | ڇا | هو خرچ ڪن؟ | (کين) چئہ |

گناهہ تمام وڏو آهي. ۽ (پڻ) توکان پڇن ٿا تہ (اُهي) ڇا خرچين، چؤ تہ (گهرج ڪان)

| الْعَفْوَ | كَذٰلِكَ | يُبَيِّنُ | اللّٰهُ | لَكُمُ | الْاٰيٰتِ | لَعَلَّكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪي ضرورت ڪان وڌيڪ هجي. | اهڙيءَ طرح | بيان ڪري ٿو | الله | توهان جي لاءِ | (پنهنجا) حڪمَ | تہ مَنَ توهان |

وڌيڪ (خرچيو) اهڙيءَ طرح الله اوهان لاءِ آيتون بيان ڪندو آهي تہ مانَ اوهين

| تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿219﴾ | فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ | وَ | يَسْئَلُوْنَكَ | عَنِ الْيَتٰمٰى | قُلْ | اِصْلَاحٌ لَّهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| سوچ ويچار ڪريو. | دنيا ۽ آخرت بابت. | ۽ | توکان (اي محمدﷺ!) پڇن ٿا | يتيمن بابت | (کين) چئہ | انهن کي سڌارڻ |

ڌيان رکو(٢١٩) دنيا ۽ آخرت (جي ڪمن) ۾. ۽ (اي پيغمبر) توکان يتيمن بابت پڇن ٿا. چؤ تہ اُنهن لاءِ سڌار

| خَيْرٌ | وَ | اِنْ | تُخَالِطُوْهُمْ | فَاِخْوَانُكُمْ | وَ | اللّٰهُ | يَعْلَمُ | الْمُفْسِدَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڀلو آهي. | ۽ | جيڪڏهن | اوهان انهن کي پاڻ سان ملائيندا | تہ اهي اوهان جا ڀائر آهن | ۽ | الله | ڄاڻي ٿو | فساديءَ کي |

ڀلي آهي، جيڪڏهن کين (کاڌي پيتي ۾ پاڻ سان) گڏيو تہ اوهان جا ڀائر آهن. ۽ الله بگاڙيندڙ کي

| مِنَ الْمُصْلِحِ | وَ | لَوْ | شَآءَ | اللّٰهُ | لَاَعْنَتَكُمْ | اِنَّ | اللّٰهَ | عَزِيْزٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اصلاح ڪرڻ واري ڪان. | ۽ | جيڪڏهن | گهري ها | الله | تہ توهان کي مصيبت ۾ وجهي ها | بيشڪ | الله | ڏاڍو زبردست |

سڌاريندڙ ڪان ڄاڻندو آهي، ۽ جيڪڏهن الله گهري ها تہ اوهان کي سختيءَ ۾ وجهي ها. ڇوتہ الله غالب

| حَكِيۡمٌ ﴿220﴾ | وَ | لَا | تَنۡكِحُوا | الۡمُشۡرِكٰتِ | حَتّٰى | يُؤۡمِنَّ | وَ | لَاَمَةٌ | مُّؤۡمِنَةٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| داناءُ آهي. | ۽ | نہ | توهان نڪاح ڪريو | مشرڪياڻين سان | جيستائين | اهي ايمان آڻين. | ۽ | البت ٻانهي | مؤمن |

حڪمت وارو آهي(۲۲۰) ۽ (اي مسلمانؤ ايستائين) مشرڪياڻين کي نہ پرڻيو جيستائين ايمان آڻين، ۽ بيشڪ

| خَيۡرٌ | مِّنۡ مُّشۡرِكَةٍ | وَّلَوۡ | اَعۡجَبَتۡكُمۡ | وَ | لَا | تُنۡكِحُوا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| گهڻي ڀلي آهي | مشرڪياڻيءَ کان | جيتوڻيڪ | اها توهان کي سٺي لڳي | ۽ | نہ | نڪاح ڪرايو توهان (مسلمان عورتون) |

مؤمنياڻي ٻانهي مشرڪياڻيءَ کان ڀلي آهي جيتوڻيڪ اوهان کي (مشرڪياڻي) زياده وڻي، ۽ اوهين (ايسين)

| الۡمُشۡرِكِيۡنَ | حَتّٰى | يُؤۡمِنُوۡا | وَ | لَعَبۡدٌ | مُّؤۡمِنٌ | خَيۡرٌ | مِّنۡ مُّشۡرِكٍ | وَّلَوۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مشرڪن سان | جيستائين | اُهي ايمان آڻين. | ۽ | البت غلام | مؤمن | گهڻو ڀلو آهي | مشرڪ مرد کان | جيتوڻيڪ |

مشرڪن کي نہ پرڻايو جيستائين ايمان آڻين، ۽ بيشڪ مؤمن ٻانهو مُشرڪ کان ڀلو آهي جيتوڻيڪ اوهان کي

| اَعۡجَبَكُمۡ | اُولٰٓئِكَ | يَدۡعُوۡنَ | اِلَى النَّارِ | وَ | اللّٰهُ | يَدۡعُوۡٓا | اِلَى الۡجَنَّةِ | وَ | الۡمَغۡفِرَةِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهو توهان کي سٺو لڳي | اهي (مشرڪ) | سڏين ٿا | باهہ ڏانهن. | ۽ | الله | سڏي ٿو | جنت ڏانهن | ۽ | مغفرت (ڏانهن) |

(مشرڪ) زياده وڻي، اِهي (مُشرڪ) باهہ ڏانهن سڏيندا آهن، ۽ الله پنهنجي ارادي مُوجب بهشت ۽ بخشش

ع ۲۷ ۱۱

| بِاِذۡنِهٖ | وَ | يُبَيِّنُ | اٰيٰتِهٖ | لِلنَّاسِ | لَعَلَّهُمۡ | يَتَذَكَّرُوۡنَ ﴿221﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي حڪم سان | ۽ | بيان ڪري ٿو | پنهنجون آيتون | انسانن لاءِ | تہ جيئن اُهي | نصيحت پرائين. | ۽ |

ڏانهن سڏيندو آهي، ۽ پنهنجون آيتون ماڻهن لاءِ بيان ڪندو آهي تہ مانَ اُهي نصيحت وٺن(۲۲۱) ۽

| يَسۡـَٔلُوۡنَكَ | عَنِ الۡمَحِيۡضِ | قُلۡ | هُوَ | اَذًى | فَاعۡتَزِلُوا | النِّسَآءَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توکان (اي محمدؐ!) پڇن ٿا | حيض بابت. | چئہ (تہ) | اها | گندگي آهي | تنهنڪري توهان پري رهو | عورتن کان |

(اي پيغمبر) توکان حيض (جي حڪم) بابت پُڇن ٿا، چؤ تہ اُها پليتي آهي تنهنڪري زالن کان حيض ۾

| فِي الۡمَحِيۡضِ | وَ | لَا | تَقۡرَبُوۡهُنَّ | حَتّٰى | يَطۡهُرۡنَ | فَاِذَا | تَطَهَّرۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حيض ۾ | ۽ | نہ | ويجها وڃو (صحبت ڪريو) توهان ساڻن | جيستائين | اهي پاڪ ٿي وڃن | پوءِ جڏهن | اهي پاڪ ٿي وڃن |

پري ٿيو ۽ ايستائين کين ويجها نہ وڃو جيستائين پاڪ ٿين، پوءِ جڏهن بلڪل پاڪ ٿين تڏهن جنهن واٽ کان

| فَاْتُوۡهُنَّ | مِنۡ حَيۡثُ | اَمَرَكُمُ | اللّٰهُ | اِنَّ | اللّٰهَ | يُحِبُّ | التَّوَّابِيۡنَ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ توهان اچو انهن وٽ | جتان کان | حڪم ڏنو توهان کي | الله. | بيشڪ | الله | پسند ڪري ٿو | توبهہ ڪندڙن کي | ۽ |

الله اوهان کي موڪل ڏني آهي (اُنهيءَ کان) اُنهن ڏانهن اچو، ڇو تہ الله توبہ ڪندڙن کي دوست رکندو آهي ۽ (پڻ)

| يُحِبُّ | الۡمُتَطَهِّرِيۡنَ ﴿222﴾ | نِسَآؤُكُمۡ | حَرۡثٌ | لَّكُمۡ | فَاۡتُوۡا | حَرۡثَكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پسند ڪري ٿو | پاڪ صاف رهڻ وارن کي. | توهان جون عورتون | کيتي آهن | توهان جي لاءِ | پوءِ توهان اچو | پنهنجي کيتيءَ ۾ |

پاڪائي ڪندڙن کي دوست رکندو آهي(۲۲۲) اوهان جو زالون اوهان لاءِ پوک آهن، پوءِ پنهنجيءَ پوک ڏانهن

| اَنّٰى | شِئْتُمْ | وَ | قَدِّمُوْا | لِاَنْفُسِكُمْ | وَ | اتَّقُوا | اللّٰهَ | وَ | اعْلَمُوْٓا | اَنَّكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيئن | توهان گهرو | ۽ | اڳتي موڪليو (نيڪ عمل) | پنهنجي نفس لاءِ. | ۽ | توهان ڊڄو | الله کان | ۽ | ڄاڻو | تہ پڪ توهان |

جئن وڻيوَ تئن اچو، ۽ پاڻ لاءِ (چڱا ڪم) اڳي موڪليو، ۽ الله کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ اوهين ساڻس

| مُّلٰقُوْهُ | وَ | بَشِّرِ | الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿223﴾ | وَ | لَا | تَجْعَلُوا | اللّٰهَ | عُرْضَةً |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُنهيءَ (الله) سان ملڻ وارا آهيو. | ۽ | خوشخبري ڏي | (اي محمدؐ!) مؤمنن کي. | ۽ | نہ | بڻايو توهان | الله کي | ڍال |

ملاقي ٿيندڙ آهيو، ۽ مُؤمنن کي خوشخبري ڏي(۲۲۳) ۽ اوهين پنهنجن قسمن لاءِ

| لِّاَيْمَانِكُمْ | اَنْ | تَبَرُّوْا | وَ | تَتَّقُوْا | وَ | تُصْلِحُوْا | بَيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| واسطي پنهنجي قسمن جي | هي تہ | توهان نيڪي (نہ) ڪندؤ | ۽ | تقويٰ (نہ) اختيار ڪندؤ | ۽ | صلح (نہ) ڪرائيندؤ | وچ ۾ |

چڱائي ڪرڻ ۽ پرهيزگاري ڪرڻ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ صُلح ڪرائڻ کان (پاسو ڪرڻ واسطي) الله جو اِسم

| النَّاسِ | وَ | اللّٰهُ | سَمِيْعٌ | عَلِيْمٌ ﴿224﴾ | لَا | يُؤَاخِذُكُمُ | اللّٰهُ | بِاللَّغْوِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انسانن جي. | ۽ | الله | خوب ٻڌندڙ | ڄاڻندڙ آهي. | نہ | پڪڙ ڪندو توهان جي | الله | بيهودگيءَ تي |

پيش نہ ڪريو، ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي(۲۲۴) الله اوهان کي اوهان جي اجاين قسمن

| فِيْٓ اَيْمَانِكُمْ | وَ | لٰكِنْ | يُّؤَاخِذُكُمْ | بِمَا | كَسَبَتْ | قُلُوْبُكُمْ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي قسمن ۾ | ۽ | پر | هو پڪڙ ڪندو توهان کي | ان تي جن جو | ارادو ڪيو | توهان جي دلين. | ۽ |

کڻڻ ۾ نہ وٺندو آهي پر اوهان جي دلين جيڪا نيت ڪئي آهي تنهن تي پڪڙيندو آهي، ۽

| اللّٰهُ | غَفُوْرٌ | حَلِيْمٌ ﴿225﴾ | لِلَّذِيْنَ | يُؤْلُوْنَ | مِنْ نِّسَآئِهِمْ | تَرَبُّصُ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | بخشڻهار | ڏاڍو بردبار آهي. | انهن لاءِ جيڪي | قسم کڻن ٿا | پنهنجي عورتن (وٽ وڃڻ) کان | انتظار ڪرڻ آهي |

الله بخشڻهار بُردبار آهي(۲۲۵) جيڪي پنهنجي زالن (جي صُحبت) کان قسم کڻن تن کي چار مهينا ترسڻو

| اَرْبَعَةِ | اَشْهُرٍ | فَاِنْ | فَآءُوْ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | غَفُوْرٌ | رَّحِيْمٌ ﴿226﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چار | مهينا | پوءِ جيڪڏهن | اهي رجوع ڪن | تہ بيشڪ | الله | ڏاڍو بخشيندڙ | نهايت ٻاجهارو آهي. | ۽ |

آهي، پوءِ جيڪڏهن (اُنهن ڏانهن اُن وقت ۾) موٽيا تہ (ڀلي موٽن) ڇوتہ الله بخشڻهار مهربان آهي(۲۲۶) ۽

ع ۲۸ ۱۲

| اِنْ | عَزَمُوا | الطَّلَاقَ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | سَمِيْعٌ | عَلِيْمٌ ﴿227﴾ | وَ | الْمُطَلَّقٰتُ | يَتَرَبَّصْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪڏهن | هو پختو ارادو ڪن | طلاق جو | تہ بيشڪ | الله | خوب ٻڌندڙ | ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | طلاقيل عورتون | انتظار ۾ رکن |

جيڪڏهن طلاق جو پڪو ارادو ڪيائون (تہ ڀلي ڪن) ڇوتہ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي(۲۲۷) ۽ طلاق ڏنلون زالون

| بِاَنْفُسِهِنَّ | ثَلٰثَةَ | قُرُوْٓءٍ | وَ | لَا | يَحِلُّ | لَهُنَّ | اَنْ | يَّكْتُمْنَ | مَا | خَلَقَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجو پاڻ کي | ٽن | حيضن تائين | ۽ | ناهي | حلال | انهن لاءِ | هي تہ | اهي لڪائين | اهو جيڪي | پيدا ڪيو |

پاڻ کي (ٻئي نڪاح ڪرڻ کان) ٽي حيض جهلين، ۽ جيڪڏهن الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃينديون آهن

| اللّٰهُ | فِيْٓ اَرْحَامِهِنَّ | اِنْ | كُنَّ | يُؤْمِنَّ | بِاللّٰهِ | وَ | الْيَوْمِ الْاٰخِرِ ؕ | وَ | بُعُوْلَتُهُنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | انهن جي رحمن ۾ | جيڪڏهن | آهن اهي | ايمان رکندڙ | الله تي | ۽ | آخرت جي ڏينهن (تي) | ۽ | سندن مڙس |

تہ الله سندن ڳپيرڻن ۾ جيڪي (ٻار يا حيض) پيدا ڪيو آهي سو ڪين لڪائڻ روا نہ آهي، ۽ اِن (مدت) ۾

| اَحَقُّ | بِرَدِّهِنَّ | فِيْ ذٰلِكَ | اِنْ | اَرَادُوْٓا | اِصْلَاحًا ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| وڌيڪ حقدار آهن | انهن کي موٽائڻ جا | انهيءَ (مدت) ۾ | جيڪڏهن | اهي ارادو رکن | سڌاري جو | ۽ |

سندن مڙس جيڪڏهن سڌارو گهرن تہ سندن موٽائڻ جا وڌيڪ حقدار آهن، ۽ جهڙا (مُڙس جا حق) اُنهن

| لَهُنَّ | مِثْلُ | الَّذِيْ | عَلَيْهِنَّ | بِالْمَعْرُوْفِ ۠ | وَ | لِلرِّجَالِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن عورتن جو (حق آهي مڙسن تي) | وانگر | ان جي جيڪو آهي | انهن عورتن جي مٿان | دستور موجب | ۽ | مردن کي |

(زالن) تي آهن تهڙا اُنهن (زالن) جا (حق مڙسن تي) چڱيءَ ريت سان آهن، مُڙسن کي مٿن وڏو مانُ (يعني

ع ۲۸ ۱۲

| عَلَيْهِنَّ | دَرَجَةٌ ؕ | وَ | اللّٰهُ | عَزِيْزٌ | حَكِيْمٌ ﴿228﴾ | اَلطَّلَاقُ | مَرَّتٰنِ ۠ | فَاِمْسَاكٌۢ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن تي | هڪ فضيلت آهي | ۽ | الله | ڏاڍو غالب | حڪمت وارو آهي. | طلاق (رجعي) | ٻہ دفعا آهي | پوءِ جهلي رکڻو آهي |

حڪومت) آهي، ۽ الله غالب حڪمت وارو آهي(۲۲۸) طلاق (رجعي پورا) ٻہ پيرا آهي، پوءِ چڱيءَ طرح سان

| بِمَعْرُوْفٍ | اَوْ | تَسْرِيْحٌۢ | بِاِحْسَانٍ ؕ | وَ | لَا يَحِلُّ | لَكُمْ | اَنْ | تَاْخُذُوْا | مِمَّآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| دستور موجب | يا | ڇڏي ڏيڻو آهي | ڀلائيءَ سان | ۽ | ناهي حلال | توهان جي لاءِ | هي تہ | توهان وٺو | ان (مهر) مان جيڪو |

جهلڻ يا اِحسان سان ڇڏڻ (لازم) آهي، ۽ جيڪو ڪين ڏنو اَٿوَ تنهن مان ڪجھ (ورائي) وٺڻ

| اٰتَيْتُمُوْهُنَّ | شَيْئًا | اِلَّآ | اَنْ | يَّخَافَآ | اَلَّا | يُقِيْمَا | حُدُوْدَ اللّٰهِ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڪين ڏنو | ڪجھ ٻہ | پر | هي تہ | هو ٻئي (ان ڪان) ڊڄن | تہ نہ | قائم ڪري سگهندا اهي | الله جي حدن کي. |

اوهان کي هن (حالت) ڪان سواءِ حلال نہ آهي جو ٻئي الله جي حدن کي نہ پوري ڪرڻ ڪان ڊڄن،

| فَاِنْ | خِفْتُمْ | اَلَّا | يُقِيْمَا | حُدُوْدَ اللّٰهِ ۙ | فَلَا |
|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ (اي مؤمنؤ!) جيڪڏهن | توهان ڊڄو (ان ڪان) | تہ نہ | هو ٻئي قائم رکي سگهندا | الله جي حدن کي | پوءِ ناهي |

پوءِ جيڪڏهن (اي مسلمانؤ) اوهين ڊڄو تہ ٻئي الله جي حدن کي پورو ڪري نہ سگهندا تہ (زال)

| جُنَاحَ | عَلَيْهِمَا | فِيْمَا | افْتَدَتْ | بِهٖ ؕ | تِلْكَ | حُدُوْدُ اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئي گناهہ | انهن ٻنهي تي | ان (مال) ۾ جيڪو | اها عورت (خلع جي) فديي ۾ ڏئي | اهو (مال). | اهي | الله جون حدون آهن |

جيڪا شي عيوض ۾ ڏئي تنهن (جي ڏيڻ وٺڻ) ۾ ٻنهي تي گناهہ نہ آهي. اِهي الله جون حدون آهن

| فَلَا | تَعْتَدُوْهَا ۚ | وَ | مَنْ | يَّتَعَدَّ | حُدُوْدَ اللّٰهِ | فَاُولٰٓئِكَ هُمُ | الظّٰلِمُوْنَ ﴿229﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ نہ | اورانگهيو توهان انهن کي | ۽ | جيڪو | اورانگهيندو | الله جي حدن کي | تہ اُهي ئي | ظالم آهن. |

اُنهن ڪان لنگهي نہ وڃو، ۽ جيڪي الله جي حدن ڪان لنگهي ويندا سي ئي ظالم آهن(۲۲۹)

| فَاِنۡ | طَلَّقَهَا | فَلَا | تَحِلُّ | لَهٗ | مِنۡۢ بَعۡدُ | حَتّٰى | تَنۡكِحَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ جيڪڏهن | هن (مڙس) ڪيس (ٽئين) طلاق ڏني | تہ ناهي | اها حلال | انهيءَ جي لاءِ | ان ڪان پوءِ | جيستائين | اها نڪاح ڪري |

پوءِ جيڪڏهن اُن ڪي (ٽين) طلاق (بہ) ڏنائين تہ اُن ڪانپوءِ (اُها زال) اُن ڪي (ايستائين) حلال نہ ٿيندي جيستائين

| زَوۡجًا | غَيۡرَهٗ ؕ | فَاِنۡ | طَلَّقَهَا | فَلَا | جُنَاحَ | عَلَيۡهِمَاۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪنهن مڙس سان | هن ڪان سواءِ | پوءِ جيڪڏهن | اهو (بہ) طلاق ڏئي ان ڪي | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ | انهن (اڳين) زال مڙس تي |

(اُها) ٻيو مُڙس پرڻي، پوءِ جيڪڏهن (اُن بہ) ڪيس طلاق ڏني تہ جيڪڏهن ٻئي (ڄڻا) الله جي حدن ڪي قائم رکي

| اَنۡ | يَّتَرَاجَعَاۤ | اِنۡ | ظَنَّاۤ | اَنۡ | يُّقِيۡمَا | حُدُوۡدَ اللّٰهِؕ | وَ | تِلۡكَ | حُدُوۡدُ | اللّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هي جو | ٻئي پاڻ ۾ رجوع ڪن | جيڪڏهن | اهي گمان رکن | تہ | اهي قائم رکندا | الله جي حدن ڪي | ۽ | اهي | حدون آهن | الله جون |

سگهڻ (جي پڪ) ڀانئين ٿا تہ (تڏهن پاڻ ۾ نڪاح ڪري) موٽن تہ ٻنهي تي گناهہ نہ آهي، ۽ اِهي اَلله جون حدون آهن

| يُبَيِّنُهَا | لِقَوۡمٍ | يَّعۡلَمُوۡنَ ﴿230﴾ | وَ | اِذَا | طَلَّقۡتُمُ | النِّسَآءَ | فَبَلَغۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو اهي بيان ڪري ٿو | انهن ماڻهن لاءِ | جيڪي ڄاڻن ٿا. | ۽ | جڏهن | توهان طلاق ڏيو | عورتن ڪي | پوءِ اهي (ويجهيون) ٿين |

اُنهن ڪي اُن قوم لاءِ بيان ڪندو آهي جي ڄاڻندا آهن(٢٣٠) ۽ جڏهن زالن ڪي (ٻہ ڀيرا) طلاق ڏيو پوءِ اُهي پنهنجي

| اَجَلَهُنَّ | فَاَمۡسِكُوۡهُنَّ | بِمَعۡرُوۡفٍ | اَوۡ | سَرِّحُوۡهُنَّ | بِمَعۡرُوۡفٍ | وَ | لَا | تُمۡسِكُوۡهُنَّ | ضِرَارًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي عدت ڪي | تہ جهليو انهن ڪي | دستور موجب | يا | ڇڏيو انهن ڪي | دستور موجب | ۽ | نہ | جهليو ڪين | نقصان ڏيڻ لاءِ |

(عدت جي) مدي ڪي (اچي) پهچڻ لڳن تہ (تڏهن يا) اُنهن ڪي چڱيءَ ريت سان رکو يا اُنهن ڪي چڱيءَ ريت سان

| لِّتَعۡتَدُوۡا ۚ | وَ | مَنۡ | يَّفۡعَلۡ | ذٰلِكَ | فَقَدۡ | ظَلَمَ | نَفۡسَهٗ ؕ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ جيئن توهان ڏاڍائي ڪريو | ۽ | جيڪو بہ | ڪندو | اِها | تہ پڪ | اهو ظلم ڪندو | پنهنجو پاڻ تي | ۽ | نہ |

ڇڏيو، ۽ ڏکوئڻ لاءِ ڪين نہ جهليو نہ زيادتي ڪريو، ۽ جيڪو ائين ڪندو تنهن بيشڪ پاڻ تي ظلم ڪيو، ۽

| تَتَّخِذُوۡۤا | اٰيٰتِ اللّٰهِ | هُزُوًا ؗ | وَ | اذۡكُرُوۡا | نِعۡمَتَ اللّٰهِ | عَلَيۡكُمۡ | وَ | مَاۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بڻايو توهان | الله جي آيتن ڪي | کِل ڀوڳ. | ۽ | ياد ڪريو | الله جي نعمت | (جيڪا ٿي) توهان تي | ۽ | اهو (بہ) جيڪو |

الله جي حُڪمن ڪي ٺٺوليون ڪري نہ وٺو، ۽ پاڻ تي الله جي نعمت ياد ڪريو ۽ جيڪي اوهان تي

| اَنۡزَلَ | عَلَيۡكُمۡ | مِّنَ الۡكِتٰبِ | وَ | الۡحِكۡمَةِ | يَعِظُكُمۡ | بِهٖ ؕ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن نازل ڪيو | توهان تي | ڪتاب مان | ۽ | حڪمت | هو توهان ڪي نصيحت ڪريٿو | ان سان | ۽ | توهان الله کان ڊڄو |

ڪتاب ۽ دانائيءَ مان لاٿائين جنهن سان اوهان ڪي نصيحت ڏيندو آهي (اُهو احسان بہ ياد ڪريو)، ۽ الله کان ڊڄو

| وَ | اعۡلَمُوۡۤا | اَنَّ | اللّٰهَ | بِكُلِّ | شَىۡءٍ | عَلِيۡمٌ ﴿231﴾ | وَ | اِذَا | طَلَّقۡتُمُ | النِّسَآءَ | فَبَلَغۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | بيشڪ | الله | هر | شيءِ ڪي | خوب ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | جڏهن | توهان طلاق ڏيو | عورتن ڪي | پوءِ اهي پهچن |

۽ ڄاڻو تہ الله سڀڪنهن شيءِ ڪي ڄاڻندڙ آهي(٢٣١) ۽ جڏهن زالن ڪي طلاق ڏيو پوءِ پنهنجي (عدت جي)

| اَجَلَهُنَّ | فَلَا | تَعْضُلُوْهُنَّ | اَنْ | يَّنْكِحْنَ | اَزْوَاجَهُنَّ | اِذَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي عدت کي | تہ نہ | جهليو توهان انهن کي | (ان کان) جو | اُهي نڪاح ڪن | پنهنجن (اڳوڻن) مڙسن سان | جڏهن |

مُدّت کي پهچن تہ کين پنهنجن مُڙسن سان پرڻجڻ کان نہ جهليو جڏهن تہ پاڻ ۾ چڱيءَ ريت سان راضي

| تَرَاضَوْا | بَيْنَهُمْ | بِالْمَعْرُوْفِ ؕ | ذٰلِكَ | يُوْعَظُ | بِهٖ | مَنْ | كَانَ | مِنْكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُهي راضي هجن | پاڻ ۾ | دستور موجب | اِها | نصيحت ڪئي وڃي ٿي | ان سان ڳڏ | اُن کي جيڪو | آهي | توهان مان |

ٿين. اِهو (حُڪم) آهي جيڪو اوهان مان الله ۽ قيامت جي ڏينهن کي مڃي تنهن کي اُن سان

| يُؤْمِنُ | بِاللّٰهِ | وَ | الْيَوْمِ | الْاٰخِرِ ؕ | ذٰلِكُمْ | اَزْكٰى | لَكُمْ | وَ | اَطْهَرُ ؕ | وَ | اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان رکندڙ | الله تي | ۽ | ڏينهن | آخرت (تي) | اِهو | ڏاڍو پاڪيزه آهي | توهان لاءِ | ۽ | گهڻو پاڪ صاف. | ۽ | الله |

نصيحت ڏجي ٿي. اِهو (حُڪم) اوهان کي صاف ڪندڙ ۽ بلڪل پاڪ ڪندڙ آهي. ۽ الله ڄاڻندو

| يَعْلَمُ | وَ | اَنْتُمْ | لَا تَعْلَمُوْنَ (232) | وَ | الْوَالِدٰتُ | يُرْضِعْنَ | اَوْلَادَهُنَّ | حَوْلَيْنِ | كَامِلَيْنِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڄاڻي ٿو | ۽ | توهان | نٿا ڄاڻو. | ۽ | مائرون | ٿڃ پيارين | پنهنجي اولاد کي | ٻہ سال | پورا |

آهي ۽ اوهين نہ ڄاڻندا آهيو(٢٣٢) ۽ مائر پنهنجن ويائن کي پورا ٻہ ورهيہ ٿڃ پيارين

| لِمَنْ | اَرَادَ | اَنْ | يُّتِمَّ | الرَّضَاعَةَ ؕ | وَ | عَلَى | الْمَوْلُوْدِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (هي حڪم) انهيءَ لاءِ آهي جيڪو | ارادو ڪري | هي تہ | هو پورو ڪري | ٿڃ پيئارڻ جي مدت. | ۽ | مٿان | ٻار جي پيءُ جي آهي |

(اِهو حُڪم) اُنهيءَ لاءِ آهي جيڪو ٿڃ پيارڻ جي مُدّت پُوري ڪرڻ گُهري. ۽ اُنهن (مائرن) جي خوراڪ ۽ اُنهن

| لَهٗ رِزْقُهُنَّ | وَ | كِسْوَتُهُنَّ | بِالْمَعْرُوْفِ ؕ | لَا | تُكَلَّفُ | نَفْسٌ | اِلَّا | وُسْعَهَا ۚ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جو کاڌو | ۽ | انهن جو ڪپڙو | دستور موجب | نٿو | تڪليف ڏنو وڃي | ڪوئي نفس | پر | پنهنجي وس آهر | نہ |

جي پوشاڪ هليءَ چليءَ وانگر پيءُ تي آهي. ڪنهن کي سندس وس کان وڌيڪ تڪليف نہ ٿي ڏجي.

| تُضَآرَّ | وَالِدَةٌۢ | بِوَلَدِهَا | وَ | لَا | مَوْلُوْدٌ | لَّهٗ بِوَلَدِهٖ ۗ | وَ | عَلَى | الْوَارِثِ | مِثْلُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نقصان ڏنو وڃي | ماءُ کي | سندس ٻار جي ڪري | ۽ | نہ | پيءُ کي | ان جي ٻار جي ڪري | ۽ | مٿان | وارثن جي | وانگر |

ماءُ کي وياءُ سببان تڪليف نہ ٿي ڏجي ۽ نکي پيءُ کي وياءُ سببان (تڪليف ڏجي). ۽ وارث تي

| ذٰلِكَ ۚ | فَاِنْ | اَرَادَا | فِصَالًا | عَنْ تَرَاضٍ مِّنْهُمَا | وَ |
|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ جي (ڪاڌو پيتو) آهي | پوءِ جيڪڏهن | اُهي (والدين) ارادو ڪن | ٿڃ ڇڏائڻ جو | ٻنهي جي رضامنديءَ سان | ۽ |

(ٻہ) اهڙو ئي (حق) آهي. پوءِ جيڪڏهن ٻئي پنهنجي رضامندي ۽ صَلاح سان (ٻار جي ٿڃ) ڇڏائڻ

| تَشَاوُرٍ | فَلَا | جُنَاحَ | عَلَيْهِمَا ؕ | وَ | اِنْ | اَرَدْتُّمْ | اَنْ | تَسْتَرْضِعُوْٓا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پاڻ ۾ صلاح (سان) | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ | انهن ٻنهي تي. | ۽ | جيڪڏهن | توهان ارادو ڪريو | هي تہ | ٿڃ ڏياريو (ڪنهن آيا کان) |

گهرن تہ مٿن گناهہ نہ آهي. ۽ جيڪڏهن پنهنجي اولاد کي (ٻئي کان) ڪير پيارڻ گهرو

| اَوۡلَادَكُمۡ | فَلَا | جُنَاحَ | عَلَيۡكُمۡ | اِذَا | سَلَّمۡتُمۡ | مَّآ | اٰتَيۡتُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي اولاد کي | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ | توهان تي | جو | توهان (ان جي) حوالي ڪريو | جيڪي بہ | توهان کي ڏيڻو (مقرر) هو |

تہ جڏهن اوهان هليءَ چليءَ وانگر (پيارينڌڙ کي) جيڪي ڏيڻو ڪيو سو پهچايو تڏهن اوهان تي ڪو گناهہ

| بِالۡمَعۡرُوۡفِ ؕ | وَ | اتَّقُوا اللّٰهَ | وَ | اعۡلَمُوۡۤا | اَنَّ | اللّٰهَ | بِمَا | تَعۡمَلُوۡنَ | بَصِيۡرٌ ﴿۲۳۳﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| دستور موجب | ۽ | الله کان ڊڄو | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | بيشڪ | الله | ساڻ ان جي | جو توهان ڪريو ٿا | خوب ڏسندڙ آهي. |

نہ آهي، ۽ الله کان ڊڄو ۽ ڄاڻو تہ جيڪي اوهين ڪندا آهيو سو الله ڏسندڙ آهي(۲۳۳)

| وَ | الَّذِيۡنَ | يُتَوَفَّوۡنَ | مِنۡكُمۡ | وَ | يَذَرُوۡنَ | اَزۡوَاجًا | يَّتَرَبَّصۡنَ | بِاَنۡفُسِهِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | اُهي | جيڪي فوت ڪيا وڃن | توهان مان | ۽ | ڇڏي وڃن | زالون | (تہ) اُهي انتظار ڪن | پنهنجو پاڻ کي |

۽ اوهان مان جيڪي مرن ۽ زالون ڇڏين تہ اُهي (زالون) پاڻ کي چار مهينا ۽ ڏهہ ڏينهن ترسائين، پوءِ جڏهن

| اَرۡبَعَةَ | اَشۡهُرٍ | وَّ | عَشۡرًا ۚ | فَاِذَا | بَلَغۡنَ | اَجَلَهُنَّ | فَلَا | جُنَاحَ | عَلَيۡكُمۡ | فِيۡمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| چار | مهينا | ۽ | ڏهہ (ڏينهن) | پوءِ جڏهن | اهي پهچن | پنهنجي عدت کي | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ | توهان تي | ان ۾ جو |

پنهنجيءَ (عدّت جي) مُدّت کي پُهچن تڏهن جيڪي هليءَ چليءَ وانگر (يعني شرعي نڪاح) پنهنجي حق ۾ ڪن

| فَعَلۡنَ | فِيۡۤ اَنۡفُسِهِنَّ | بِالۡمَعۡرُوۡفِ ؕ | وَ | اللّٰهُ | بِمَا | تَعۡمَلُوۡنَ | خَبِيۡرٌ ﴿۲۳۴﴾ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اُهي (فيصلو) ڪن | پنهنجي حق ۾ | دستور موجب | ۽ | الله | ساڻ ان جي جو | توهان ڪريو ٿا | خوب ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | ناهي |

تنهن ۾ اوهان تي ڪو گناهہ ڪونهي، ۽ جيڪي اوهين ڪندا آهيو تنهن جي الله خبر رکندڙ آهي(۲۳۴) ۽

| جُنَاحَ | عَلَيۡكُمۡ | فِيۡمَا | عَرَّضۡتُمۡ | بِهٖ | مِنۡ خِطۡبَةِ | النِّسَآءِ | اَوۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئي گناهہ | توهان تي | هِن ۾ جو | توهان اشارو ڏيو | انهيءَ سان | نڪاح جي آڇ جو | عورتن کي (عدت ۾) | يا |

زالن جي سڱ چڪائڻ بابت (عدت ۾) جيڪي آڇ ڪريو يا دلين ۾ لڪايو تنهن ۾ اوهان تي گناهہ نہ

| اَكۡنَنۡتُمۡ | فِيۡۤ اَنۡفُسِكُمۡ ؕ | عَلِمَ | اللّٰهُ | اَنَّكُمۡ | سَتَذۡكُرُوۡنَهُنَّ | وَلٰكِنۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڳجهو رکو | پنهنجي دلين ۾. | ڄاتو | الله | (هي تہ) پڪ توهان | ضرور ڳالهہ ڪندؤ انهن عورتن جي | پر |

آهي، الله ڄاتو آهي اوهين اُنهن (زالن) کي سگهو ئي ياد ڪندؤ پر رواجيءَ طرح چئي چوڻ

ع ۳۰ ۱۴

| لَّا تُوَاعِدُوۡهُنَّ | سِرًّا | اِلَّاۤ | اَنۡ | تَقُوۡلُوۡا | قَوۡلًا | مَّعۡرُوۡفًا ؕ | وَ | لَا | تَعۡزِمُوۡا | عُقۡدَةَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نہ وعدو ڪريو انهن سان | ڳجهہ ۾ | پر | هي تہ | توهان چئو | ڪائي ڳالهہ | دستور موجب | ۽ | نہ | ارادو ڪريو | عقد |

ڪانسواءِ ڪين ڳجهو انجام نہ ڏيو، ۽ نڪي ايستائين نڪاح جي پڪي نيت ڪريو جيستائين عدت

| النِّكَاحِ | حَتّٰى | يَبۡلُغَ | الۡكِتٰبُ | اَجَلَهٗ ؕ | وَ | اعۡلَمُوۡۤا | اَنَّ | اللّٰهَ | يَعۡلَمُ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نڪاح جو | ايستائين جو | پهچي وڃي | مقرر وقت | پنهنجي پڄاڻيءَ کي | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | بيشڪ | الله | ڄاڻي ٿو | جيڪي بہ |

پنهنجيءَ مدت کي پهچي، ۽ ڄاڻو تہ جيڪي اوهان جي دلين ۾ آهي سو الله ڄاڻندو آهي

ع

| فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ | فَاحْذَرُوْهُ ۚ | وَ | اعْلَمُوْٓا | اَنَّ | اللّٰهَ | غَفُوْرٌ | حَلِيْمٌ ﴿235﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي دلين ۾ آهي | تنهنڪري توهان ڪانئس ڊڄو | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | بيشڪ | الله | وڏو بخشڻهار | نهايت بردبار آهي. |

تنهنڪري ڪانئس ڊڄو، ۽ ڄاڻو تہ الله بخشڻهار بُردبار آهي(۲۳۵)

| لَا | جُنَاحَ | عَلَيْكُمْ | اِنْ | طَلَّقْتُمُ | النِّسَآءَ | مَا | لَمْ | تَمَسُّوْهُنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ناهي | ڪوئي گناهہ | توهان تي | جيڪڏهن | توهان طلاق ڏئي ڇڏيو | عورتن کي | جڏهن جو | نہ | هٿ لاتو هجي توهان ڪين |

جيڪڏهن زالن کي (اُنهيءَ وقت) طلاق ڏيو جڏهن اڃا ڪين هٿ نہ لاتو اَٿوَ يا اُنهن لاءِ ڪابين مُقرر نہ ڪيو

| اَوْ | تَفْرِضُوْا | لَهُنَّ | فَرِيْضَةً ۖۚ | وَّ | مَتِّعُوْهُنَّ ۚ | عَلَى | الْمُوْسِعِ | قَدَرُهٗ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | (نہ) مقرر ڪيو هجي | انهن لاءِ | ڪو مهر. | ۽ | اُنهن کي ڪجھ فائدو ڏيو. | مٿان | سُکئي جي آهي | ان جي حيثيت آهر | ۽ |

اَٿوَ تہ اوهان تي گناهہ ڪونهي، ۽ ڪين نفعي وٺڻ لاءِ هليءَ چليءَ وانگر جورو ڏيو. آسودي تي پنهنجي وس آهر ۽

| عَلَى | الْمُقْتِرِ | قَدَرُهٗ ۚ | مَتَاعًۢا | بِالْمَعْرُوْفِ ۚ | حَقًّا | عَلَى | الْمُحْسِنِيْنَ ﴿236﴾ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مٿان | تنگدست جي آهي | ان جي حيثيت آهر | فائدو ڏيڻ | دستور موجب | لازم آهي | مٿان | نيڪي ڪرڻ وارن جي. | ۽ |

سڃي تي پنهنجي وس آهر آهي، (اِهو ڪم) ڀلارن تي لازم آهي(۲۳۶) ۽

| اِنْ | طَلَّقْتُمُوْهُنَّ | مِنْ قَبْلِ | اَنْ | تَمَسُّوْهُنَّ | وَ | قَدْ | فَرَضْتُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪڏهن | توهان انهن کي طلاق ڏيو | ان کان اڳ | جو | توهان ڪين هٿ لايو | هن حال ۾ جو | تحقيق | توهان مقرر ڪيو هجي |

۽ جيڪڏهن ڪين هٿ لائڻ کان اڳ هن حالت ۾ انهن کي طلاق ڏيو جو ڪابين مُقرّر ڪيو اٿوَ

| لَهُنَّ | فَرِيْضَةً | فَنِصْفُ | مَا | فَرَضْتُمْ | اِلَّآ | اَنْ | يَّعْفُوْنَ | اَوْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن لاءِ | مهر | تہ اڌ آهي | ان (مهر) جو جيڪو | توهان مقرر ڪيو | مگر | هي تہ | اُهي عورتون معاف ڪن | يا |

تنهن جو اَڌ (ڏيڻ لازم آهي) پر جي (زالون) بخشين يا جنهن جي هٿ ۾ نڪاح جي ڳنڍ آهي (يعني مڙس)

| يَعْفُوَا | الَّذِيْ | بِيَدِهٖ | عُقْدَةُ | النِّكَاحِ ۭ | وَ | اَنْ تَعْفُوْٓا | اَقْرَبُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| معاف ڪري | اُهو (جو) | انهيءَ جي هٿ ۾ آهي | ڳنڍ | نڪاح جي | ۽ | توهان جو معاف ڪرڻ | وڌيڪ ويجهو آهي |

سو بخشي (يعني پورو ڏي)، ۽ اوهان جو بخشڻ پرهيزگاريءَ کي ڏاڍو ويجهو

| لِلتَّقْوٰى ۭ | وَ | لَا | تَنْسَوُا | الْفَضْلَ | بَيْنَكُمْ ۭ | اِنَّ | اللّٰهَ | بِمَا | تَعْمَلُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تقويٰ جي. | ۽ | نہ | وساريو توهان | احسان ڪرڻ | پاڻ ۾. | بيشڪ | الله | ان کي جيڪو | توهان ڪريو ٿا |

آهي، ۽ اوهين پاڻ ۾ نيڪيءَ کي نہ وساريو. ڇوتہ جيڪي ڪندا آهيو سو الله

| بَصِيْرٌ ﴿237﴾ | حٰفِظُوْا | عَلَى الصَّلَوٰتِ | وَ | الصَّلٰوةِ الْوُسْطٰى ۚ | وَ | قُوْمُوْا | لِلّٰهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خوب ڏسندڙ آهي. | توهان حفاظت ڪريو | (سيني) نمازن جي | ۽ | (خاص) وچينءَ نماز جي | ۽ | توهان ڪٿا ٿيو | الله جي لاءِ |

ڏسندڙ آهي(۲۳۷) سيني نمازن تي ۽ (خصوصًا) وچين نماز تي نگهباني ڪريو، ۽ الله لاءِ فرمانبردار ٿي

| قٰنِتِيۡنَ (238) | فَاِنۡ | خِفۡتُمۡ | فَرِجَالًا | اَوۡ | رُكۡبَانًا | فَاِذَآ | اَمِنۡتُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| عاجزي ڪندي. | پوءِ جيڪڏهن | توهان (حالت) خوف ۾ هجو | تہ (نماز پڙهو) پيادل | يا | سوار (ٿي) | پوءِ جڏهن | توهان امن ۾ ٿيو |

بيهو(٢٣٨) پوءِ جيڪڏهن دشمنن کان ڊڄو تہ پيادا ٿي يا سوار ٿي (اشارن سان نماز پڙهو)، پوءِ جڏهن بي پِوَا ٿيو تڏهن جئن

| فَاذۡكُرُوا | اللّٰهَ | كَمَا | عَلَّمَكُمۡ | مَّا | لَمۡ | تَكُوۡنُوۡا | تَعۡلَمُوۡنَ (239) | وَ | الَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ ياد ڪريو | الله کي | جيئن | هن سيکاريو آهي توهانکي | اهو جيڪو | نہ | هئا توهان | ڄاڻندا. | ۽ | اُهي |

اوهان کي (نماز جا ارڪان) جي نہ ڄاڻندا هيؤ سيکاريائين تئن (سيني رڪنن جي بجا آوريءَ سان) الله کي ياد ڪريو(٢٣٩) ۽

| يُتَوَفَّوۡنَ | مِنۡكُمۡ | وَ | يَذَرُوۡنَ | اَزۡوَاجًا | وَّصِيَّةً | لِّاَزۡوَاجِهِمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪي فوت ڪيا وڃن | اوهان مان | ۽ | اُهي ڇڏي وڃن | زالون | (انهن تي لازم آهي) وصيت ڪرڻ | پنهنجي زالن لاءِ |

اوهان مان جيڪي مرن ۽ زالون ڇڏين، تن کي هڪ ورهيہ تائين پنهنجين زالن لاءِ(ڪين)

| مَّتَاعًا | اِلَى الۡحَوۡلِ | غَيۡرَ | اِخۡرَاجٍ | فَاِنۡ | خَرَجۡنَ | فَلَا | جُنَاحَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خرچ ڏيڻ جي | هڪ سال تائين | بغير | (گهر مان) ڪڍڻ جي | پوءِ جيڪڏهن | اُهي (پاڻ) نڪري وڃن | تہ ناهي | ڪوئي گناهہ |

فائدي ڏيڻ (۽) نہ لوڏڻ جي وصيّت ڪرڻ لازم آهي، پوءِ جيڪڏهن (اُهي) نڪرن تہ جيڪي پنهنجي حق ۾

| عَلَيۡكُمۡ | فِيۡ مَا | فَعَلۡنَ | فِيۡۤ اَنۡفُسِهِنَّ | مِنۡ مَّعۡرُوۡفٍ | وَ | اللّٰهُ | عَزِيۡزٌ | حَكِيۡمٌ (240) | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان تي | هن ۾ جيڪي | اُهي ڪن | پنهنجي حق ۾ | دستور موجب | ۽ | الله | ڏاڍو غالب | وڏو داناءُ آهي. | ۽ |

(شريعت جي) دستور مُوجب ڪن تنهن ۾ اوهان تي گُناهہ نہ آهي، ۽ الله غالب حِڪمت وارو آهي(٢٤٠) ۽

| لِلۡمُطَلَّقٰتِ | مَتَاعٌۢ | بِالۡمَعۡرُوۡفِ | حَقًّا | عَلَى الۡمُتَّقِيۡنَ (241) | كَذٰلِكَ | يُبَيِّنُ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| طلاقيل عورتن جي لاءِ | فائدو ڏيڻ آهي | دستور موجب | (اهو) حق آهي | متقين تي. | اهڙيءَ ريت | بيان ڪري ٿو |

طلاق ڏنلن لاءِ هليءَ چليءَ وانگر پرهيزگارن تي خرچ لازم آهي(٢٤١) اِهڙيءَ طرح الله پنهنجا

ع ٣١ ١٥

| اللّٰهُ | لَكُمۡ | اٰيٰتِهٖ | لَعَلَّكُمۡ | تَعۡقِلُوۡنَ (242) | اَ | لَمۡ | تَرَ | اِلَى الَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | توهان جي لاءِ | پنهنجون آيتون | تہ جيئن توهان | سمجهو. | ڇا | نہ | ڏٺو تو (اي محمدﷺ!) | انهن ڏانهن جيڪي |

حُڪم اوهان لاءِ پڌرا ڪري ٿو تہ مانَ اوهين سمجهو(٢٤٢) (اي ڏسندڙ) اُنهن ڏانهن نہ ڏٺو اٿئي ڇا؟ جيڪي

| خَرَجُوۡا | مِنۡ دِيَارِهِمۡ | وَ | هُمۡ | اُلُوۡفٌ | حَذَرَ الۡمَوۡتِ | فَقَالَ | لَهُمُ | اللّٰهُ | مُوۡتُوۡا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نڪتا | پنهنجن گهرن مان | جڏهن تہ | اهي | ڪيترا هزار هئا | موت جي ڊپ کان | تہ چيو | انهن کي | الله | توهان مري وڃو. |

پنهنجي ديس مان موت جي ڀؤ کان نڪتا ۽ اُهي (ڪيئي) هزار هُئا، پوءِ الله اُنهن کي فرمايو تہ مرو (تہ مري ويا)،

| ثُمَّ | اَحۡيَاهُمۡ | اِنَّ | اللّٰهَ | لَذُوۡ فَضۡلٍ | عَلَى النَّاسِ | وَلٰكِنَّ | اَكۡثَرَ | النَّاسِ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وري | هن انهن کي جيئرو ڪيو. | بيشڪ | الله | فضل (ڪرڻ) وارو آهي | انسانن تي | پر | اڪثر | انسان | نٿا |

وري ڪين جياريائين، ڇوتہ الله ماڻهن تي وڏي فضل ڪرڻ وارو آهي پر گهڻا ماڻهو شڪر نہ

| يَشْكُرُوْنَ ﴿243﴾ | وَ | قَاتِلُوْا | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | وَ | اعْلَمُوْٓا | اَنَّ | اللّٰهَ | سَمِيْعٌ | عَلِيْمٌ ﴿244﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| شڪر ڪن. | ۽ | توهان وڙهو | الله جي راهه ۾ | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | بيشڪ | الله | خوب ٻڌندڙ | ڄاڻندڙ آهي. |

ڪندا آهن(٢٤٣) ۽ (اي مُسلمانؤ) الله جي واٽ ۾ (ڪافرن سان) ويڙهه ڪريو ۽ ڄاڻو تہ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي(٢٤٤)

| مَنْ | ذَا | الَّذِيْ | يُقْرِضُ | اللّٰهَ | قَرْضًا | حَسَنًا | فَيُضٰعِفَهٗ | لَهٗٓ | اَضْعَافًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪير آهي | اهو | جيڪو | قرض ڏئي | الله کي | قرض | سهڻو (حسنہ) | پوءِ هو (الله) وڌائي ان کي | انهيءَ لاءِ | وڌائڻ |

اُهو ڪير آهي جو الله کي چڱو قرض اُڌارو ڏئي؟ تہ (الله) اُن لاءِ گهڻي قدر وڌائي،

| كَثِيْرَةً ؕ | وَ | اللّٰهُ | يَقْبِضُ | وَ | يَبْصُۜطُ | وَ | اِلَيْهِ | تُرْجَعُوْنَ ﴿245﴾ | اَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گھڻو. | ۽ | الله | تنگي ڪري ٿو | ۽ | ڪشادگي ڪري ٿو | ۽ | ان ڏانهن ئي | توهان موٽايا ويندؤ. | ڇا |

۽ (رزق) الله تنگ ڪري ٿو ۽ (الله) ڪشادو ڪري ٿو، ۽ ڏانهنس موٽايا ويندؤ(٢٤٥) موسيٰ

وقف لازم

| لَمْ تَرَ | اِلَى الْمَلَاِ | مِنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ | مِنْۢ بَعْدِ | مُوْسٰى ۘ | اِذْ | قَالُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ناهي ڏٺو تو (اي محمدؐ!) | هڪ ٽولي ڏانهن | بني اسرائيل مان | بعد | موسيٰ جي. | جڏهن | هُنن چيو |

ڪان پوءِ بني اِسرائيلن جي ٽوليءَ ڏانهن نہ ڏٺو اٿيئي ڇا؟ جڏهن پنهنجي پيغمبر کي چيائون تہ

| لِنَبِيٍّ | لَّهُمُ | ابْعَثْ لَنَا | مَلِكًا | نُّقَاتِلْ | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي نبيءَ کي | تون مقرر ڪر | اسان جي لاءِ | هڪ بادشاهه | (تہ جيئن) اسان وڙهون | الله جي راهه ۾. | هن چيو |

اسان لاءِ ڪو بادشاهه مُقرّر ڪر تہ الله جي واٽ ۾ ويڙهه ڪريون، (تڏهن پيغمبر) چيو تہ

| هَلْ | عَسَيْتُمْ | اِنْ | كُتِبَ | عَلَيْكُمُ | الْقِتَالُ | اَلَّا | تُقَاتِلُوْا ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تحقيق | توهان مان اميد (تہ اهائي) آهي | جيڪڏهن | فرض ڪيو وڃي | توهان تي | وڙهڻ | هي تہ نہ | وڙهو توهان. |

جيڪڏهن اوهان تي ويڙهه لازم ٿئي تہ اوهين وڙهڻ کي ويجها نہ ويندؤ،

| قَالُوْا | وَ | مَا | لَنَآ | اَلَّا | نُقَاتِلَ | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | وَ | قَدْ | اُخْرِجْنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هنن چيو | ۽ | ڇا آهي | اسان کي | جو نہ | وڙهون اسان | الله جي راهه ۾ | حالانڪ | تحقيق | اسان لوڏيا ويا آهيون |

چيائون تہ اسان کي ڇا (ٿيو) آهي جو الله جي واٽ ۾ اِنهيءَ هوندي بہ نہ وڙهنداسون جو (اسين) پنهنجن

| مِنْ دِيَارِنَا | وَ | اَبْنَآئِنَا ؕ | فَلَمَّا | كُتِبَ | عَلَيْهِمُ | الْقِتَالُ | تَوَلَّوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي گھرن مان | ۽ | اسان جو اولاد بہ؟ | پوءِ | فرض ڪيو ويو | انهن تي | وڙهڻ | (تہ) اهي (سڀ) ڦري ويا |

ديسن ۽ پنهنجن اولادن مان لوڏيا ويا آهيون، پوءِ جڏهن مٿن ويڙهه لازم ڪئي ويئي تڏهن منجهانئن ٿورڙن

| اِلَّا قَلِيْلًا | مِّنْهُمْ ؕ | وَ | اللّٰهُ | عَلِيْمٌۢ | بِالظّٰلِمِيْنَ ﴿246﴾ | وَ | قَالَ | لَهُمْ | نَبِيُّهُمْ | اِنَّ | اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سواءِ ٿورڙن جي | انهن مان | ۽ | الله | خوب ڄاڻندڙ آهي | ظالمن کي. | ۽ | چيو | انهن کي | انهن جي نبيءَ | بيشڪ | الله |

ڪانسواءِ (سڀ) ڦري ويا، ۽ الله ظالمن کي ڄاڻندڙ آهي(٢٤٦) ۽ سندن پيغمبر کين چيو تہ الله

| قَدْ | بَعَثَ | لَكُمْ | طَالُوْتَ | مَلِكًا ؕ | قَالُوْٓا | اَنّٰى يَكُوْنُ | لَهُ | الْمُلْكُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تحقيق | مقرر ڪيو آهي | توهان جي لاءِ | طالوت کي | بادشاهه. | هنن چيو | ڪيئن ٿي سگھي ٿي | هِن جي لاءِ | بادشاهي |

طالوت کي اوهان لاءِ بادشاهه مُقرّر ڪيو آهي، چيائون تہ اُن جي بادشاهي اسان تي ڪئن ٿيندي هن حالت ۾

| عَلَيۡنَا | وَ | نَحۡنُ | اَحَقُّ | بِالۡمُلۡكِ | مِنۡهُ | وَ | لَمۡ | يُؤۡتَ | سَعَةً | مِّنَ الۡمَالِ ؕ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان تي | جڏهن تہ | اسان | وڌيڪ حقدار آهيون | بادشاهيءَ جا | هِن کان؟ | ۽ | نہ | ڏنو ويو آهو | طاقت | مال جي. | هن چيو |

جو اسين کانئس بادشاهيءَ جا وڌيڪ حقدار آهيون ۽ مال مان گهٽائي نہ ڏني ويئي اٿس. (پيغمبر کين) چيو تہ

| اِنَّ | اللّٰهَ | اصۡطَفٰىهُ | عَلَيۡكُمۡ | وَ | زَادَهٗ | بَسۡطَةً | فِي الۡعِلۡمِ | وَ | الۡجِسۡمِ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بيشڪ | الله | ان کي چونڊيو آهي | توهان تي | ۽ | هن وڌيڪ ڏني آهي کيس | ڪشادگي | علم ۾ | ۽ | جسم (۾). | ۽ |

الله اُن کي اوهان تي پسند ڪيو آهي ۽ کيس عِلم ۽ جسم ۾ گهڻو وڌايو اٿس، ۽ الله جنهن کي گهُرندو آهي

| اللّٰهُ | يُؤۡتِيۡ | مُلۡكَهٗ | مَنۡ يَّشَآءُ ؕ | وَ | اللّٰهُ | وَاسِعٌ | عَلِيۡمٌ (247) | وَ | قَالَ | لَهُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ڏئي ٿو | پنهنجو ملڪ | جنهن کي گهري ٿو | ۽ | الله | وڏي ڪشادگيءَ وارو | خوب ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | چيو | انهن کي |

تنهن کي پنهنجو مُلڪ ڏيندو آهي، ۽ الله (مهربانيءَ ۾) ڪشادگيءَ وارو ڄاڻندڙ آهي(٢٤٧) ۽ کين سندن

| نَبِيُّهُمۡ | اِنَّ | اٰيَةَ | مُلۡكِهٖۤ | اَنۡ | يَّاۡتِيَكُمُ | التَّابُوۡتُ | فِيۡهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جي نبيءَ | بيشڪ | نشاني | هن جي بادشاهيءَ جي | هيءَ (آهي) تہ | توهان وٽ ايندي | صندوق | انهيءَ ۾ |

پيغمبر چيو تہ اُن جي بادشاهيءَ جي نشاني اوهان وٽ صندوق جو اچڻ آهي جنهن ۾

| سَكِيۡنَةٌ | مِّنۡ رَّبِّكُمۡ | وَ | بَقِيَّةٌ | مِّمَّا | تَرَكَ | اٰلُ مُوۡسٰى | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سڪينت هوندي | توهان جي رب جي طرفان | ۽ | باقي شيون هونديون | ان مان | جيڪي ڇڏي ويا هئا | موسيٰ جي آل (وارا) | ۽ |

اوهان جي پالڻهار کان هڪ دِل جو آرام ۽ جيڪي مُوسيٰ جي خاندان ۽ هارون جي خاندان

| اٰلُ هٰرُوۡنَ | تَحۡمِلُهُ | الۡمَلٰٓئِكَةُ ؕ | اِنَّ | فِيۡ ذٰلِكَ | لَاٰيَةً | لَّكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| هارون جي آل (وارا) | کڻي آڻيندا ان کي | ملائڪ. | بيشڪ | انهيءَ ۾ | پڪ (عظيم) نشاني آهي | توهان جي لاءِ |

(تبرڪ) ڇڏيو تنهن جي بچت آهي اُن کي مَلائِڪ کڻي ايندا، ڇوتہ اُن ۾ اوهان لاءِ بي شڪ (وڏي) نشاني آهي

ع ۳۲ ۱۶

| اِنۡ | كُنۡتُمۡ | مُّؤۡمِنِيۡنَ (248) ع | فَلَمَّا | فَصَلَ | طَالُوۡتُ | بِالۡجُنُوۡدِ ۙ | قَالَ | اِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪڏهن | آهيو توهان | مؤمن. | پوءِ جڏهن | نڪتو | طالوت | لشڪرن سان گڏ | (تہ) چيائين | بيشڪ |

جيڪڏهن اوهين مڃيندڙ آهيو(٢٤٨) پوءِ جڏهن طالُوت لشڪر سوڌو نڪتو (تڏهن لشڪر کي) چيائين تہ

| اللّٰهَ | مُبۡتَلِيۡكُمۡ | بِنَهَرٍ ۚ | فَمَنۡ | شَرِبَ | مِنۡهُ | فَلَيۡسَ | مِنِّيۡ ۚ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | توهان کي آزمائيندو | هڪ واهہ سان | پوءِ جنهن | (پاڻي) پيتو | ان مان (رَڄُ ڪري) | تہ ناهي اهو | مون مان | ۽ |

الله نديءَ جي پاڻيءَ سان توهان کي پرکيندڙ آهي، پوءِ جيڪو منجهانئس پيئندو سو منهنجو نہ آهي، ۽

| مَنۡ | لَّمۡ | يَطۡعَمۡهُ | فَاِنَّهٗ | مِنِّيۡۤ | اِلَّا | مَنِ | اغۡتَرَفَ | غُرۡفَةًۢ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنهن | نہ | چکيو ان مان | تہ بيشڪ اهو | مون مان آهي | پر | جيڪو | ٻُڪُ ڀري | هڪ ٻُڪ |

جيڪو منجهانئس نہ چکندو سواءِ هِن جي جو پنهنجي هٿ سان لَپ ڀري (پيئي) سو بيشڪ مُنهنجو آهي. پوءِ

| بِيَدِهٖ ۚ | فَشَرِبُوۡا | مِنۡهُ | اِلَّا قَلِيۡلًا | مِّنۡهُمۡ ؕ | فَلَمَّا | جَاوَزَهٗ | هُوَ | وَ | الَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي هٿ سان. | پوءِ انهن پيتو | اُنَ (واهہ) مان | سواءِ ٿورڙن جي | انهن مان. | پوءِ جڏهن | ٽپيو ان مان | هو | ۽ | اُهي جن |

منجهانئن ٿورڙن کانسواءِ (سڀني) اُن مان پيتو، پوءِ جنهن مهل اُهو (طالوت) ۽ سندس سنگتي مُؤمن اُن (نديءَ)

| اٰمَنُوْا | مَعَهٗ ۙ | قَالُوْا | لَا | طَاقَةَ | لَنَا | الْيَوْمَ | بِجَالُوْتَ | وَ | جُنُوْدِهٖ ؕ | قَالَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو هو | هن سان گڏ | (تہ) انهن چيو | ناهي | طاقت | اسان ۾ | اڄ (وڙهڻ جي) | جالوت سان | ۽ | ان جي لشڪر (سان). | چيو |

كان لنگھيا (تنهن مهل پيئندڙن) چيو تہ اَڄ اسان کي جالوت ۽ سندس لشڪر سان (وڙهڻ جي) سگھہ نہ آهي.

| الَّذِيْنَ | يَظُنُّوْنَ | اَنَّهُمْ | مُّلٰقُوا | اللّٰهِ ۙ | كَمْ مِّنْ | فِئَةٍ | قَلِيْلَةٍ | غَلَبَتْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جيڪي | ڀانئين پيا | (اُن تي) تہ بيشڪ هو | ملڻ وارا آهن | الله سان (تہ) | ڪيئي ڀيرا | جماعت | ٿوري | غالب آئي آهي |

(۽ تنهن مهل) جيڪي پڪو ڀروسو رکندا هُئا تہ اُهي الله کي ملندا تن چيو تہ ڪيترين ٿورين ٽولين گھڻين

| فِئَةً كَثِيْرَةً | بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ | وَ | اللّٰهُ | مَعَ | الصّٰبِرِيْنَ ﴿249﴾ | وَ | لَمَّا | بَرَزُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وڏي جماعت تي | الله جي حڪم سان | ۽ | الله | ساٿي آهي | صبر ڪرڻ وارن جو. | ۽ | جڏهن | اهي (مؤمن) ظاهر ٿيا |

ٽولين تي الله جي حُڪم سان غالب ٿي ويون آهن. ۽ الله صابرن ساڻ آهي(۲۴۹) ۽ جنهن مهل (اُهي طالُوتي)

| لِجَالُوْتَ | وَ | جُنُوْدِهٖ | قَالُوْا | رَبَّنَآ | اَفْرِغْ | عَلَيْنَا | صَبْرًا | وَّ | ثَبِّتْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جالوت جي لاءِ | ۽ | انهيءَ جي لشڪر جي | (تہ) هنن چيو | اي اسان جا ربّ! | وجهي ڇڏ | اسان تي | صبر | ۽ | ڄمائي ڇڏ |

جالُوت ۽ سندس لشڪر (جي وڙهڻ) لاءِ نڪتا (تنهن مهل) چيائون تہ اي اسان جا پالڻهار اسان تي صبر پلٽ

| اَقْدَامَنَا | وَ | انْصُرْنَا | عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ﴿250﴾ | فَهَزَمُوْهُمْ |
|---|---|---|---|---|
| اسان جا قدم | ۽ | تون اسان جي مدد ڪر | هن ڪافر قوم تي. | اهڙيءَ ريت ڀڄايائون ڪين |

۽ اسان جان پير ثابت رَک ۽ ڪافر ٽوليءَ تي اسان کي سوڀ ڏئي(۲۵۰) پوءِ الله جي حُڪم سان ڪين

| بِاِذْنِ اللّٰهِ ۛ | وَ | قَتَلَ | دَاوٗدُ | جَالُوْتَ | وَ | اٰتٰىهُ اللّٰهُ | الْمُلْكَ | وَ | الْحِكْمَةَ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي حڪم سان. | ۽ | قتل ڪيو | دائود | جالوت کي | ۽ | الله هن (دائود) کي عطا ڪئي | بادشاهي | ۽ | دانائي | ۽ |

ڀڄايائون. ۽ دائُود جالُوت کي ڪُنو ۽ الله اُن (دائُود) کي بادشاهي ۽ حِڪمت ڏِني ۽

| عَلَّمَهٗ | مِمَّا | يَشَآءُ ؕ | وَ | لَوْ | لَا | دَفْعُ | اللّٰهِ | النَّاسَ | بَعْضَهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سيڪاريائين هن کي | ان مان جيڪو | (الله) گھريو | ۽ | جيڪڏهن | نہ هجي ها | هٽائڻ | الله جو | انسانن کي | انهن جي هڪڙن کي |

جيڪي اُن لاءِ گھريائين سو سيڪاريائين. ۽ جيڪڏهن الله جو ٽارڻ هڪڙن ماڻهن سان ٻين کي نہ هُجي ها

| بِبَعْضٍ ۙ | لَّفَسَدَتِ | الْاَرْضُ | وَ لٰكِنَّ | اللّٰهَ | ذُوْ فَضْلٍ | عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿251﴾ | تِلْكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻين سان | (تہ) پڪ ڏڦيڙ پوي ها | سڄي زمين (۾) | پر | الله | وڏي فضل وارو آهي | جهانن تي. | اِهي |

تہ زمين ضرور خراب ٿئي ها پر الله جهان (وارن) تي ڀلائي ڪرڻ وارو آهي(۲۵۱) اِهي الله جا حُڪم آهن

| اٰيٰتُ اللّٰهِ | نَتْلُوْهَا | عَلَيْكَ | بِالْحَقِّ ؕ | وَ | اِنَّكَ | لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿252﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جون آيتون آهن | اسان اُهي پڙهون ٿا | توتي (اي محمدؐ!) | حق سان | ۽ | بيشڪ تون | پَڪ رسولن مان آهين. |

هي توتي سَچ سان پڙهون ٿا، ۽ تون ضرور پيغمبرن مان آهين(۲۵۲)

وقف لازم

| تِلۡكَ | الرُّسُلُ | فَضَّلۡنَا | بَعۡضَهُمۡ | عَلٰى بَعۡضٍ ۘ | مِنۡهُمۡ | مَّنۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| هي | سڀ رسول | اسان فضيلت ڏني | انهن مان هڪڙن کي | ٻين تي | کي انهن مان | (اهي آهن) جن سان |

اِهي پيغمبر آهن اُنهن مان هڪڙن کي ٻين کان ڀلو ڪيوسون، منجهانئن ڪن سان

| كَلَّمَ اللّٰهُ | وَ | رَفَعَ | بَعۡضَهُمۡ | دَرَجٰتٍ ؕ | وَ | اٰتَيۡنَا | عِيۡسَى ابۡنَ مَرۡيَمَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله ڳالهايو | ۽ | هن مٿانهون ڪيو | انهن مان هڪڙن کي | درجن ۾. | ۽ | اسان ڏنا | عيسيٰ پٽ مريم کي |

الله ڳالهايو ۽ ڪن کي درجن ۾ وڏو ڪيائين، ۽ عيسىٰ پٽ مريم جي کي

| الۡبَيِّنٰتِ | وَ | اَيَّدۡنٰهُ | بِرُوۡحِ الۡقُدُسِ ؕ | وَ | لَوۡ | شَآءَ | اللّٰهُ | مَا | اقۡتَتَلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پڌرا دليل (معجزا) | ۽ | اسان ڪيس قوت ڏني | روح القدس (جبرائيل) سان | ۽ | جيڪڏهن | گهري ها | الله | (تہ) نہ | وڙهن ها (ماڻهو) |

چٽا مُعجزا ڏناسون ۽ ڪيس پاڪ رُوح سان مدد ڏني سون، ۽ جيڪڏهن الله گُهري ها تہ جيڪي (ماڻهو) اُنهن

| الَّذِيۡنَ | مِنۡۢ بَعۡدِهِمۡ | مِّنۡۢ بَعۡدِ مَا | جَآءَتۡهُمُ | الۡبَيِّنٰتُ | وَلٰكِنِ | اخۡتَلَفُوۡا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي جيڪي | (ٿيا) انهن (رسولن) جي پٺيان | هن ڪان پوءِ جو | آيون انهن وٽ | پڌريون نشانيون | ۽ پر | انهن اختلاف ڪيو |

(پيغمبرن) ڪان پوءِ هُئا سي پاڻ وٽ چٽن مُعجزن اچڻ پڄاڻان (پاڻ ۾) نہ وڙهن ها پر اختلاف ۾ پيا پوءِ

| فَمِنۡهُمۡ | مَّنۡ | اٰمَنَ | وَ | مِنۡهُمۡ | مَّنۡ | كَفَرَ ؕ | وَ | لَوۡ | شَآءَ | اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پوءِ ڪجھ انهن مان | (اهي آهن) جن | ايمان آندو | ۽ | ڪجھ انهن مان | (اهي آهن) جن | ڪفر ڪيو | ۽ | جيڪڏهن | گهري ها | الله |

منجهانئن ڪن ايمان آندو ۽ منجهانئن ڪن ڪفر ڪيو، ۽ جيڪڏهن الله گهري ها تہ (پاڻ ۾)

ع ٣٣ ٥ ١

| مَا | اقۡتَتَلُوۡا ۚ | وَلٰكِنَّ | اللّٰهَ | يَفۡعَلُ | مَا | يُرِيۡدُ (253) | يٰۤاَيُّهَا | الَّذِيۡنَ | اٰمَنُوۡۤا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (تہ) نہ | اهي پاڻ ۾ وڙهن ها. | ۽ پر | الله | ڪري ٿو | جيڪي | هو گهري ٿو. | اي | اُهي جن | ايمان آندو آهي |

نہ وڙهن ها، پر الله جيڪي گهرندو آهي سو ڪندو آهي(٢٥٣) اي مؤمنؤ جيڪي

| اَنۡفِقُوۡا | مِمَّا | رَزَقۡنٰكُمۡ | مِّنۡ قَبۡلِ | اَنۡ | يَّاۡتِىَ | يَوۡمٌ | لَّا | بَيۡعٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان خرچ ڪريو | ان مان جيڪي | اسان توهان کي ڏنو | انهيءَ کان اڳ | جو | اچي اهو | ڏينهن | (جو) نہ | خريد ۽ فروخت ٿيندي |

اوهان کي ڏنوسون تنهن مان اُن ڏينهن جي اچڻ کان اڳ خرچ ڪريو جنهن ۾ نہ ڪو واپار

| فِيۡهِ | وَ | لَا | خُلَّةٌ | وَّ | لَا | شَفَاعَةٌ ؕ | وَ | الۡكٰفِرُوۡنَ | هُمُ | الظّٰلِمُوۡنَ (254) | اَللّٰهُ | لَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنهن ۾ | ۽ | نہ | ڪا دوستي | ۽ | نہ | ڪائي شفاعت | ۽ | ڪافر | ئي | ظالم آهن. | الله! | ناهي |

۽ نہ ڪا ياراڻي آهي ۽ نہ ڪا پارت هلندي، ۽ ڪافرئي ظالم آهن(٢٥٤) الله (اُهو آهي جو) اُن ڪان سواءِ ڪو عبادت جي

| اِلٰهَ | اِلَّا | هُوَ ۚ | اَلۡحَىُّ | الۡقَيُّوۡمُ ۚ | لَا | تَاۡخُذُهٗ | سِنَةٌ | وَّ | لَا | نَوۡمٌ ؕ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪوئي معبود (برحق) | سواءِ | انهيءَ جي | هميشہ زنده آهي | سڀني جو سنڀاليندڙ آهي | نہ | وٺي ٿو انکي | جهوٽو | ۽ | نہ | ننڊ |

لائق نہ آهي، (اُهو سدائين) جيئرو (جهانن کي) بيهڪ ڏيندڙ آهي، ڪيس نڪي پنڪي ۽ نڪي ننڊ وٺندي آهي،

| لَهٗ | مَا | فِي السَّمٰوٰتِ | وَ | مَا | فِي الْاَرْضِ | مَنْ | ذَا | الَّذِيْ | يَشْفَعُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهيءَ جو آهي | جيڪي بہ | آسمانن ۾ | ۽ | جيڪي بہ | زمين ۾ آهي | ڪير آهي؟ | اهو | جيڪو | شفاعت ڪري |

جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي زمين ۾ آهي سو (سڀ) سندس (ملڪيت) آهي. ڪير آهي جو سندس موڪل ڌاران

| عِنْدَهٗٓ | اِلَّا | بِاِذْنِهٖ | يَعْلَمُ | مَا | بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ | وَ | مَا | خَلْفَهُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن وٽ | سواءِ | سندس اجازت جي. | هو ڄاڻي ٿو | جيڪي بہ | انهن (ماڻهن) جي اڳيان آهي | ۽ | جيڪي بہ | انهن جي پٺيان آهي. |

وٽس پارت ڪري سگهي؟ جيڪي اُنهن (مخلوقن) جي اڳيان آهي ۽ جيڪي سندن پوئتان آهي سو (سڀ) ڄاڻندو

| وَ | لَا | يُحِيْطُوْنَ | بِشَيْءٍ | مِّنْ عِلْمِهٖٓ | اِلَّا | بِمَا | شَآءَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | نٿا | هو گهيرو ڪري سگهن | ڪنهن شيءِ جو | انهيءَ جي علم مان | پر | ساڻ ان شيءِ جي جيڪي | هو گهري. |

آهي، ۽ جيڪي گهري تنهن کان سواءِ سندس علم مان ڪنهن ذري کي (اُهي) گهيرو ڪري نہ سگهندا آهن، سندس

| وَسِعَ | كُرْسِيُّهُ | السَّمٰوٰتِ | وَ | الْاَرْضَ | وَ | لَا | يَئُوْدُهٗ | حِفْظُهُمَا | وَ | هُوَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گهيري ڇڏيو آهي | هن جي ڪرسيءَ | آسمانن کي | ۽ | زمين کي | ۽ | نٿي | ٿڪائي هن کي | انهن ٻنهي جي حفاظت | ۽ | هو |

(بادشاهيءَ جي) ڪرسيءَ آسمانن ۽ زمين کي ليپيٽيو آهي، ۽ اُنهن جي سنڀال ڪيس نہ ٿڪائيندي آهي، ۽ اُهو (سڀ

| الْعَلِيُّ | الْعَظِيْمُ (255) | لَآ | اِكْرَاهَ | فِي الدِّيْنِ | قَدْ | تَّبَيَّنَ | الرُّشْدُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مٿاهون | نهايت عظمت وارو آهي. | ناهي | ڪائي زبردستي | دين ۾. | تحقيق | پڌري ٿي چڪي آهي | هدايت |

کان) مٿاهون وڏي وڏائيءَ وارو آهي(٢٥٥) دين مڃائڻ ۾ ڪا زبردستي نہ آهي، (ڇوتہ) بيشڪ گمراهيءَ کان هدايت

| مِنَ الْغَيِّ | فَمَنْ | يَّكْفُرْ | بِالطَّاغُوْتِ | وَ | يُؤْمِنْۢ | بِاللّٰهِ | فَقَدِ | اسْتَمْسَكَ | بِالْعُرْوَةِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گمراهيءَ کان | پوءِ جيڪو | ڪفر ڪري | سرڪش سان | ۽ | ايمان آڻي | الله تي | تہ تحقيق | هن پڪڙي ورتو | ڪڙو |

(جدا ٿي) پڌري ٿي آهي، تنهنڪري جيڪو طاغوت (يعني خُدا کانسواءِ ٻين معبودن) کي نہ مڃي ۽ الله کي مڃي تنهن

| الْوُثْقٰى | لَا | انْفِصَامَ | لَهَا | وَ | اللّٰهُ | سَمِيْعٌ | عَلِيْمٌ (256) | اَللّٰهُ | وَلِيُّ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مضبوط. | نہ آهي | ٽٽڻُ | انهيءَ لاءِ. | ۽ | الله | خوب ٻڌندڙ | ڄاڻندڙ آهي. | الله | دوست آهي | انهن جو جن | ايمان آندو. |

بيشڪ اهڙي مُحڪم ڪڙي کي ورتو، جنهن کي ڇڇڻ نہ آهي، ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي(٢٥٦) الله مؤمنن جو سنڀاليندڙ

| يُخْرِجُهُمْ | مِّنَ الظُّلُمٰتِ | اِلَى النُّوْرِ | وَ | الَّذِيْنَ | كَفَرُوْٓا | اَوْلِيٰٓـئُهُمُ | الطَّاغُوْتُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو انهن کي ڪڍي ٿو | اونداهين مان | روشنيءَ ڏانهن | ۽ | اهي جن | ڪفر ڪيو | انهن جا دوست آهن | شيطان |

آهي کين اونداهين مان سوجهري ڏانهن ڪڍندو آهي، ۽ جيڪي ڪافر آهن تن جا مددگار (خُدا کانسواءِ جن جي عبادت ڪن

| يُخْرِجُوْنَهُمْ | مِّنَ النُّوْرِ | اِلَى الظُّلُمٰتِ | اُولٰٓئِكَ | اَصْحٰبُ النَّارِ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ (257) |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي ڪڍي وڃن ٿا انهن کي | روشنيءَ مان | اونداهين ڏانهن. | اِهي ماڻهو | دوزخي آهن | هو | انهيءَ ۾ | هميشہ رهندا. |

ٿا سي) بت آهن کين سوجهري مان اونداهين ڏانهن ڪڍندا آهن، اُهي دوزخي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن(٢٥٧)

ع ٣٤

| اَ | لَمۡ | تَرَ | اِلَى الَّذِىۡ | حَآجَّ | اِبۡرٰهٖمَ | فِىۡ رَبِّهٖۤ | اَنۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇا | ناهي | تو (اي محمدﷺ!) غور ڪيو | (نمرود) ڏانهن جنهن | تڪرار ڪيو | ابراهيم سان | سندس رب بابت | (هن ڪري) جو |

(اي پيغمبر) تو اُنهن ڏانهن نہ ڏٺو ڇا؟ جنهن پنهنجي پالڻهار بابت ابراهيم سان (انهيءَ مغروريءَ سبب)

وقف لازم

| اٰتٰىهُ اللّٰهُ | الۡمُلۡكَ‌ۘ | اِذۡ | قَالَ | اِبۡرٰهٖمُ | رَبِّىَ | الَّذِىۡ | يُحۡىٖ | وَ | يُمِيۡتُۙ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏني هئي الله کيس | بادشاهي؟ | جڏهن | چيو | ابراهيم | منهنجو رب | اهو آهي جيڪو | جيئرو ڪري ٿو | ۽ | ماري ٿو |

تڪرار ڪيو جو الله کيس بادشاهي ڏني هئي، جڏهن ابراهيم چيو تہ منهنجو پالڻهار اُهو آهي جو جياريندو آهي ۽ ماريندو آهي،

| قَالَ | اَنَا | اُحۡىٖ | وَ | اُمِيۡتُ‌ؕ | قَالَ | اِبۡرٰهٖمُ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | يَاۡتِىۡ | بِالشَّمۡسِ | مِنَ الۡمَشۡرِقِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن چيو | مان (بہ) | جيئرو ڪريان ٿو | ۽ | ماريان ٿو. | چيو | ابراهيم | بيشڪ | الله | آڻي ٿو | سج کي | اوڀر کان |

(ڪافر) چيو تہ آءٌ (بہ) جياريان ٿو ۽ ماريان ٿو. ابراهيم چيو تہ الله سج کي اوڀر کان اوڀاريندو آهي

| فَاۡتِ | بِهَا | مِنَ الۡمَغۡرِبِ | فَبُهِتَ | الَّذِىۡ | كَفَرَ‌ؕ | وَ | اللّٰهُ | لَا | يَهۡدِى | الۡقَوۡمَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تون آڻ | انهيءَ کي | اولهہ کان | پوءِ وائڙو ٿي ويو | اهو جنهن | ڪفر ڪيو هو | ۽ | الله | نٿو | هدايت ڏئي | انهن ماڻهن کي |

تنهنڪري (تون) اُن کي اولهہ کان اوڀار پوءِ ڪافر هَڪو ٻَڪو ٿي ويو. ۽ الله ظالم ٽوليءَ کي سڌو رستو نہ

| الظّٰلِمِيۡنَ ۚ‏ (258) | اَوۡ | كَالَّذِىۡ | مَرَّ | عَلٰى قَرۡيَةٍ | وَّهِىَ خَاوِيَةٌ |
|---|---|---|---|---|---|
| جيڪي ظالم آهن. | يا | ساڳيءَ طرح (مثال) آهي (عزير) جو جيڪو | لنگهيو | هڪ ڳوٺ وٽان | اهڙي حال ۾ جو اهو ڊٺو پيو هو |

ڏيکاريندو آهي(٢٥٨) يا اِنهيءَ طرح اُنهي (پيغمبر) کي (ڏٺئي ڇا؟) جو هڪ ڳوٺ وٽان هن حالت ۾ لنگهيو جو

| عَلٰى عُرُوۡشِهَا ۚ | قَالَ | اَنّٰى | يُحۡىٖ | هٰذِهِ | اللّٰهُ | بَعۡدَ | مَوۡتِهَا ۚ | فَاَمَاتَهُ اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي ڇتين پر. | هن چيو | ڪيئن | جيئرو ڪندو | هن کي | الله | پوءِ | هن جي موت کان؟ | پوءِ الله کيس ماري ڇڏيو |

اُهو پنهنجي ڇتين سوڌو ڊٺل هو، (ڏسي ڪري) چيائين تہ هن کي الله ڪهڙي طرح سندس ڦٽڻ کانپوءِ وسائيندو،

| مِائَةَ عَامٍ | ثُمَّ | بَعَثَهٗ‌ؕ | قَالَ | كَمۡ | لَبِثۡتَ‌ؕ | قَالَ | لَبِثۡتُ | يَوۡمًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هڪ سؤ سال | وري | کيس جيئرو ڪيائين. | (الله) چيو | ڪيترو | تون (هتي) رهين؟ | هن چيو | مان رهيو آهيان | هڪ ڏينهن |

پوءِ الله کيس سؤ ورهيہ ماريو وري کيس (جياري) کڙو ڪيائين، الله چيو تہ ڪيترو رهينءِ؟ چيائين تہ هڪ ڏينهن

| اَوۡ | بَعۡضَ | يَوۡمٍ‌ؕ | قَالَ | بَلۡ | لَّبِثۡتَ | مِائَةَ | عَامٍ | فَانۡظُرۡ | اِلٰى طَعَامِكَ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| يا | ڪو پَهَرُ | ڏينهن جو | (الله) چيو | (نہ!) پر | تون (مئل) رهين | هڪ سؤ | سال | پوءِ تون ڏس | پنهنجي کاڌي ڏانهن | ۽ |

يا ڪجهہ پهر دير ڪئي اٿم، الله چيو تہ بلڪ سؤ ورهيہ دير ڪئي اٿيئي پوءِ پنهنجي طعام ۽ پاڻيءَ ڏانهن نهار

| شَرَابِكَ | لَمۡ | يَتَسَنَّهۡ‌ۚ | وَ | انْظُرۡ | اِلٰى حِمَارِكَ | وَ | لِنَجۡعَلَكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنهنجي پيتي ڏانهن | ناهي | پُٽو ٿيو اهو | ۽ | تون ڏس | پنهنجي گڏهہ ڏانهن | ۽ | (اهو هن ڪري) تہ اسان بڻايون تو کي |

جو اُهو نہ سينواريو آهي، ۽ پنهنجي (مئل) گڏهہ ڏانهن نهار (تہ جياري تو کي ڏيکاريون) ۽ (اِهو هِن لاءِ ڪيوسين)

| اٰيَةً | لِّلنَّاسِ | وَ | انْظُرْ | اِلَى الْعِظَامِ | كَيْفَ | نُنْشِزُهَا | ثُمَّ | نَكْسُوْهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (عظيم) نشاني | انسانن لاءِ | ۽ | تون ڏس | هڏين ڏانهن | ڪيئن | ڪڙو ڪريون ٿا اسان انهن کي | وري | پهرايون ٿا انهن کي |

تہ توکي ماڻهن لاءِ نشاني ڪريون ۽ (هاڻي گڏھ جي) هڏن ڏانهن ڏس تہ ڪين ڪئن جوڙيون ٿا وري اُنهن

| لَحۡمًا | فَلَمَّا | تَبَيَّنَ | لَهٗ | قَالَ | اَعۡلَمُ | اَنَّ | اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گوشت (جو لباس). | پوءِ جڏهن (اهو سڀ) | پڌرو ٿي ويو | هن لاءِ | (تہ) هن چيو | مان (پڪ) ڄاڻان ٿو | (تہ) بيشڪ | الله |

(هڏن) کي گوشت پهرايون ٿا. پوءِ جنهن مهل ان تي (اِهو حال) پڌرو ٿيو (تڏهن) چيائين تہ ڄاڻان ٿو تہ الله

| عَلٰى كُلِّ شَيۡءٍ | قَدِيۡرٌ ﴿259﴾ | وَ | اِذۡ | قَالَ | اِبۡرٰهٖمُ | رَبِّ | اَرِنِيۡ | كَيۡفَ تُحۡيِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هر شيءِ تي | خوب قادر آهي. | ۽ | جڏهن | چيو | ابراهيم | اي منهنجا رب! | مون کي ڏيکار | ڪيئن تون جيئرو ڪندين |

سڀ ڪنهن شيءِ تي وس وارو آهي(٢٥٩) ۽ (ياد ڪر) جڏهن ابراهيم چيو تہ اي مُنهنجا پالڻهار مون کي ڏيکار تہ

| الۡمَوۡتٰى | قَالَ | اَ | وَ | لَمۡ | تُؤۡمِنۡ | قَالَ | بَلٰى | وَلٰكِنۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مُردن کي؟ | چيائين (الله) | ڇا (تون پڪين ٿو) | ۽ | نٿو | تون ايمان رکين؟ | هن (ابراهيم) چيو | ڇو نہ! | ۽ پر |

ڪهڙي طرح مئلن کي جياريندو آهين، (الله) چيو تہ نہ ٿو وسهين ڇا؟ (ابراهيم) چيو تہ هائو (وسهان ٿو) پر

| لِّيَطۡمَئِنَّ | قَلۡبِيۡ | قَالَ | فَخُذۡ | اَرۡبَعَةً | مِّنَ الطَّيۡرِ | فَصُرۡهُنَّ | اِلَيۡكَ | ثُمَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ جيئن مطمئن ٿئي | منهنجي دل | (الله) چيو | پوءِ تون وٺ | چار | پکي (کي بہ) | پوءِ هيراءِ انهن کي | پاڻ سان | پوءِ |

هن لاءِ تہ منهنجي دل کي تسلّي ٿئي. (الله) چيو تہ چار پکي وٺ پوءِ ڪين پاڻ وٽ ذرا ذرا ڪر پوءِ

| اجۡعَلۡ | عَلٰى | كُلِّ جَبَلٍ | مِّنۡهُنَّ | جُزۡءًا | ثُمَّ | ادۡعُهُنَّ | يَاۡتِيۡنَكَ | سَعۡيًا | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| رک | مٿان | هر جبل جي | انهن مان | هڪ هڪ ٽڪر | پوءِ | تون انهن کي سڏ | اهي ايندا تو ڏانهن | ڊوڙندا. | ۽ |

منجهانئن ڪو ڀاڱو هر هڪ جبل تي رک وري ڪين سڏ تہ توڏانهن ڊوڙندا ايندا، ۽

| اعۡلَمۡ | اَنَّ | اللّٰهَ | عَزِيۡزٌ | حَكِيۡمٌ ﴿260﴾ | مَثَلُ | الَّذِيۡنَ | يُنۡفِقُوۡنَ | اَمۡوَالَهُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سمجهي ڇڏ | (تہ) بيشڪ | الله | ڏاڍو غالب | دانائيءَ ڀريو آهي. | مثال | انهن جو جيڪي | خرچ ڪن ٿا | پنهنجا مال |

ڄاڻ تہ الله غالب حڪمت وارو آهي(٢٦٠) جيڪي (ماڻهو) پنهنجا مال الله جي واٽ ۾ خرچيندا آهن

| فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ | كَمَثَلِ | حَبَّةٍ | اَنۡۢبَتَتۡ | سَبۡعَ | سَنَابِلَ | فِيۡ كُلِّ سُنۡۢبُلَةٍ | مِّائَةُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله جي راهه ۾ | وانگر مثال | انهيءَ داڻي جي آهي | جيڪو ڄمائي ٿو | ست | سنگ | هر هڪ سنگ ۾ هجن | سئو |

تن جو مثال اُنهيءَ داڻي جي مثال وانگر آهي جو ست سنگ ڄمائي هر هڪ سنگ ۾ سئو داڻو هجي، ۽ الله

| حَبَّةٍ | وَ | اللّٰهُ | يُضٰعِفُ | لِمَنۡ | يَّشَآءُ | وَ | اللّٰهُ | وَاسِعٌ | عَلِيۡمٌ ﴿261﴾ | اَلَّذِيۡنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| داڻا. | ۽ | الله | وڌائي ٿو | جنهن لاءِ | گهري ٿو. | ۽ | الله | وڏي ڪشادگيءَ وارو | ڄاڻندڙ آهي. | اهي ماڻهو جيڪي |

جنهن کي گهرندو آهي (تنهن کي) ٻيڻو ڏيندو آهي، ۽ الله (مهربانيءَ ۾) ڪشادگي وارو ڄاڻندڙ آهي(٢٦١) جيڪي

| يُنْفِقُوْنَ | اَمْوَالَهُمْ | فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ | ثُمَّ | لَا | يُتْبِعُوْنَ | مَآ | اَنْفَقُوْا | مَنًّا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خرچ ڪندا آهن | پنهنجا مال | الله جي راھ ۾ | پوءِ | نٿا | اهي پويان لائن | ان جي جيڪي | هنن خرچ ڪيو | احسان جتائڻ |

(ماڻهو) پنهنجو مال الله جي واٽ ۾ خرچيندا آهن وري پنهنجي ڏيڻ پٺيان نڪي ٿورو رکندا آهن

| وَّ | لَآ | اَذًى | لَّهُمْ | اَجْرُهُمْ | عِنْدَ رَبِّهِمْ | وَ | لَا | خَوْفٌ | عَلَيْهِمْ | وَ | لَا | هُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | نہ | ايذائڻ. | انهن لاءِ | سندن اجر آهي | انهن جي رب وٽ | ۽ | نہ | ڪوئي خوف (هوندو) | انهن تي | ۽ | نہ | اهي |

۽ نڪي ايذائيندا آهن تن لاءِ سندن پالڻهار وٽ سندن ثواب آهي، ۽ نڪي ڪين ڪو ڀؤ آهي ۽ نڪي اُهي

| يَحْزَنُوْنَ (262) | قَوْلٌ مَّعْرُوْفٌ | وَّ | مَغْفِرَةٌ | خَيْرٌ | مِّنْ صَدَقَةٍ | يَّتْبَعُهَآ | اَذًى | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| غمگين ٿيندا. | سهڻو ڳالهائڻ | ۽ | درگذر ڪرڻ | ڏاڍو ڀلو آهي | انهيءَ صدقي کان | جنهن جي پٺيان هجي | ايذائڻ | ۽ |

غمگين رهندا(٢٦٢) مِٺو ڳالهائڻ ۽ معاف ڪرڻ اُنهيءَ خيرات کان ڀلو آهي جنهن جي پٺيان ايذاءُ هُجي، ۽

| اللّٰهُ | غَنِيٌّ | حَلِيْمٌ (263) | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | لَا | تُبْطِلُوْا | صَدَقٰتِكُمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ڏاڍو بي پرواھ | وڏو بردبار آهي. | اي | اهي جن | ايمان آندو آهي | نہ | باطل ڪريو توهان | پنهنجا صدقا |

الله بي پرواھ بُردبار آهي(٢٦٣) اي مؤمنؤ پنهنجين خيراتن کي اِحسان رکڻ ۽ ايذائڻ سان

| بِالْمَنِّ | وَ | الْاَذٰى | كَالَّذِيْ | يُنْفِقُ | مَالَهٗ | رِئَآءَ النَّاسِ | وَ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ساڻ احسان جتائڻ | ۽ | ايذائڻ جي | وانگر ان جي جيڪو | خرچ ڪري ٿو | پنهنجو مال | ماڻهن جي ڏيکاءَ لاءِ | ۽ | نٿو |

اُنهيءَ ماڻهوءَ وانگر نہ وڃايو جيڪو پنهنجو مال ماڻهن جي ڏيکاري لاءِ خرچي ۽ الله ۽ قيامت

| يُؤْمِنُ | بِاللّٰهِ | وَ | الْيَوْمِ | الْاٰخِرِ | فَمَثَلُهٗ | كَمَثَلِ | صَفْوَانٍ | عَلَيْهِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هو ايمان آڻي | الله ساڻ | ۽ | ڏينهن | آخرت (جي ساڻ) | تہ ان جو مثال | وانگر مثال | هڪ لَسي پٿر جي آهي | ان (پٿر) تي |

جي ڏينهن کي نہ مڃي، پوءِ سندس مثال (اُنهيءَ) لسي پهڻ وانگر آهي جنهن تي ٿوري مٽي (پيل)

| تُرَابٌ | فَاَصَابَهٗ | وَابِلٌ | فَتَرَكَهٗ | صَلْدًا | لَا | يَقْدِرُوْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| هجي مٽي | پوءِ وسي ان تي | وڏڦڙو | تہ ڇڏيو ان (مينهن) انهيءَ (پٿر) کي | صاف ڪري | نہ | قدرت رکندا (اهڙا ماڻهو) |

هجي ۽ مٿس وڏو مينهن وسي پوءِ چنڊي ڇڏيس، (تہ رياء وارن) جيڪي ڪمايو تنهن مان ڪنهن

| عَلٰى | شَيْءٍ | مِّمَّا | كَسَبُوْا | وَ | اللّٰهُ | لَا | يَهْدِي | الْقَوْمَ الْكٰفِرِيْنَ (264) | وَ | مَثَلُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| مٿان | ڪنهن شيءِ جي | ان مان جيڪي | انهن ڪمايو. | ۽ | الله | نٿو | هدايت ڏئي | ڪافر قوم کي. | ۽ | مثال |

ذري تي (اُهي) وس وارا نہ ٿيندا، ۽ الله ڪافر ٽوليءَ کي سڌو رستو نہ ڏيکاريندو آهي(٢٦٤) ۽ جيڪي

| الَّذِيْنَ | يُنْفِقُوْنَ | اَمْوَالَهُمُ | ابْتِغَآءَ | مَرْضَاتِ | اللّٰهِ | وَ | تَثْبِيْتًا | مِّنْ اَنْفُسِهِمْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن جو جيڪي | خرچ ڪندا آهن | پنهنجا مال. | طلبيندي | راضپو | الله جو، | ۽ | پختو ڪرڻ لاءِ | پنهنجي نفسن کي |

پنهنجن مالن کي الله جي رضامندي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجين دلين ۾ پڪي يقين پيدا ڪرڻ لاءِ خرچيندا آهن

| كَمَثَلِ | جَنَّةٍۢ | بِرَبْوَةٍ | اَصَابَهَا | وَابِلٌ | فَاٰتَتْ | اُكُلَهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| وانگر مثال | (ان) باغ جي آهي | (جيڪو) دڙي تي آهي | ان تي وسيو | ڏاڍو مينهن | پوءِ جهليو هن (باغ) | پنهنجو ڦر |

تن جو مثال هڪ باغ وانگر آهي جو دڙي تي هجي اُن تي وڏڦڙو مينهن وسي ۽ پنهنجو ڦر ٻيڻو

| ضِعْفَيْنِ | فَاِنْ | لَّمْ | يُصِبْهَا | وَابِلٌ | فَطَلٌّ | وَ | اللّٰهُ | بِمَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻيڻو | پوءِ جيڪڏهن | نہ | وسي ان (باغ) تي | ڏاڍو مينهن | تہ ڦڙ ڦڙ (ئي ڪافي آهي) | ۽ | الله | ساڻ ان جي جيڪو |

ڪري، پر جيڪڏهن مٿس وڏڦڙو مينهن نہ وسي تہ ماڪ بس هجيس، ۽ جيڪي ڪندا آهيو سو

| تَعْمَلُوْنَ | بَصِيْرٌ ﴿265﴾ | اَ | يَوَدُّ | اَحَدُكُمْ | اَنْ | تَكُوْنَ | لَهٗ | جَنَّةٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان ڪريو ٿا | خوب ڏسندڙ آهي. | ڇا | پسند ڪندو | توهان مان ڪو هڪ | هي تہ | هجي | انهيءَ لاءِ | هڪ باغ |

الله ڏسندڙ آهي(٢٦٥) اوهان مان ڪو هڪ (دل سان) گهرندو آهي ڇا؟ تہ اُن ڪي ڪجين ۽ ڊاکن جو هڪ باغ

| مِّنْ نَّخِيْلٍ | وَّ | اَعْنَابٍ | تَجْرِيْ | مِنْ تَحْتِهَا | الْاَنْهٰرُ | لَهٗ | فِيْهَا | مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڪجين جو | ۽ | انگورن (جو) | وهندڙ هجن | ان جي هيٺان | واهيون | ان جي لاءِ | انهيءَ (باغ) ۾ | هر قسم جا ميوا هجن | ۽ |

هجي جنهن جي هيٺان واهيون وهنديون هجن اُن لاءِ منجهس سڀ ڪنهن (جنس جا) ميوا هجن ۽

| اَصَابَهُ | الْكِبَرُ | وَ | لَهٗ | ذُرِّيَّةٌ | ضُعَفَآءُ | فَاَصَابَهَآ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| اچي پهتي هجي ڪيس | ڪراڙپ | ۽ | انهيءَ جي لاءِ | اولاد هجي | ڪمزور. | پوءِ (اوچتو) اچي ڪڙڪي ان (باغ) تي |

ڪيس پوڙهائي اچي وئي ۽ ان ڪي هيٺو اولاد هجي، پوءِ اُن (باغ) ڪي (اهڙو) واچوڙو لڳي

| اِعْصَارٌ | فِيْهِ | نَارٌ | فَاحْتَرَقَتْ | كَذٰلِكَ | يُبَيِّنُ | اللّٰهُ | لَكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هڪ اهڙو الانبو | جنهن ۾ | باهہ هجي | تہ سڙي وڃي اهو (باغ) | اهڙيءَ طرح | (کولي) بيان ڪري ٿو | الله | توهان جي لاءِ |

جنهن ۾ باهہ هجي تنهنڪري (سندس باغ) سڙي وڃي، اهڙي طرح الله اوهان لاءِ (چٽيون) نشانيون بيان

ع ٣٦

| الْاٰيٰتِ | لَعَلَّكُمْ | تَتَفَكَّرُوْنَ ﴿266﴾ | يٰۤاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْٓا | اَنْفِقُوْا | مِنْ طَيِّبٰتِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آيتون | تہ جيئن توهان | غور ۽ فڪر ڪريو. | اي | اُهي جن | ايمان آندو آهي | توهان خرچ ڪريو | انهن پاڪ شين مان |

ڪندو آهي تہ مانَ اوهين سمجهو(٢٦٦) اي مؤمنؤ جيڪي ڪمايوَ تنهن مان ( ۽ پڻ) جيڪي اوهان لاءِ

| مَا | كَسَبْتُمْ | وَ | مِمَّآ | اَخْرَجْنَا | لَكُمْ | مِّنَ الْاَرْضِ | وَ | لَا | تَيَمَّمُوا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪي | توهان ڪمايو | ۽ | انهن مان (بہ) جيڪي | اسان ڪڍون | توهان جي لاءِ | زمين مان | ۽ | نہ | توهان ارادو ڪريو |

زمين مان پيدا ڪيوسين تنهن مان ڪي سٺيون شيون (خدا ڪارڻ) خرچ ڪيو، ۽ ان مان خراب شيءِ

| الْخَبِيْثَ | مِنْهُ | تُنْفِقُوْنَ | وَ | لَسْتُمْ | بِاٰخِذِيْهِ | اِلَّآ | اَنْ | تُغْمِضُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| خراب شيءِ جو | انهيءَ مان | (جو) توهان خرچ ڪريو | ۽ | نہ آهيو توهان | وٺڻ وارا ان ڪي | پر | هي تہ | چشم پوشي ڪريو |

خرچ ڪرڻ جي نيت هن هوندي نہ ڪريو جو (پاڻ) اُن ۾ پنهنجين اکين ٻوٽڻ کانسواءِ ڪيس وٺڻ وارا نہ هجو. ۽ ڄاڻو

| فِيۡهِ ؕ | وَ | اعۡلَمُوۡۤا | اَنَّ | اللّٰهَ | غَنِىٌّ | حَمِيۡدٌ (267) | اَلشَّيۡطٰنُ | يَعِدُكُمُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ان ۾. | ۽ | ڄاڻي ڇڏيو | (تہ) بيشڪ | الله | ڏاڍو بي پرواھ | نهايت ساراھ جوڳو آهي. | شيطان | توهان کي ڊيڄاري ٿو |

تہ الله بي پرواه ساراهيل آهي(٢٦٧) (اي مسلمانؤ) شيطان اوهان کي سڃائيءَ جو ڀؤ ڏيندو آهي ۽ اوهان کي

| الۡفَقۡرَ | وَ | يَاۡمُرُكُمۡ | بِالۡفَحۡشَآءِ ۚ | وَ | اللّٰهُ | يَعِدُكُمۡ | مَّغۡفِرَةً مِّنۡهُ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سڃي ٿيڻ کان | ۽ | توهان کي حڪم ڏئي ٿو | بي حيائيءَ جو | ۽ | الله | توهان سان وعدو ڪري ٿو | پنهنجي مغفرت جو | ۽ |

بي حيائيءَ (جي ڪمن) جو حڪم ڪندو آهي، ۽ الله اوهان کي پنهنجي پاران بخشش ۽ ڀلائيءَ جو وعدو ڏيندو آهي، ۽

| فَضۡلًا ؕ | وَ | اللّٰهُ | وَاسِعٌ | عَلِيۡمٌ (268) | يُّؤۡتِى | الۡحِكۡمَةَ | مَنۡ | يَّشَآءُ ۚ | وَ | مَنۡ | يُّؤۡتَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| فضل جو. | ۽ | الله | وڏي ڪشادگيءَ وارو | ڄاڻندڙ آهي. | (الله) ڏئي ٿو | حڪمت | جنهن کي | گهري ٿو | ۽ | جيڪو | ڏنو وڃي |

الله (مهربانيءَ ۾) ڪشادگيءَ وارو ڄاڻندڙ آهي(٢٦٨) جنهن کي گهرندو آهي تنهن کي سمجهه ڏيندو آهي، ۽ جنهن کي

| الۡحِكۡمَةَ | فَقَدۡ | اُوۡتِىَ | خَيۡرًا | كَثِيۡرًا ؕ | وَ | مَا | يَذَّكَّرُ | اِلَّاۤ | اُولُوا الۡاَلۡبَابِ (269) | وَ | مَاۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حڪمت | تہ تحقيق | اهو ڏنو ويو | ڀلائي | گهڻي. | ۽ | نٿا | نصيحت وٺن | پر | عقل وارا ئي. | ۽ | جيڪي |

سمجهه ڏني ويئي تنهن کي بيشڪ گهڻي چڱائي ڏِني ويئي، ۽ سمجهه وارن کانسواءِ ٻيو ڪو نصيحت نہ مڃيندو آهي(٢٦٩) ۽

| اَنۡفَقۡتُمۡ | مِّنۡ نَّفَقَةٍ | اَوۡ | نَذَرۡتُمۡ | مِّنۡ نَّذۡرٍ | فَاِنَّ | اللّٰهَ | يَعۡلَمُهٗ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان خرچ ڪريو | ڪنهن بہ قسم جو خرچ | يا | توهان باس باسيو | ڪائي بہ باس | تہ بيشڪ | الله | ڄاڻي ٿو اها. | ۽ |

(اي مسلمانؤ) جيڪي اوهان مال خرچيو يا باس باسيو تنهن کي الله ڄاڻندو آهي، ۽ ظالمن

| مَا | لِلظّٰلِمِيۡنَ | مِنۡ | اَنۡصَارٍ (270) | اِنۡ | تُبۡدُوا | الصَّدَقٰتِ | فَنِعِمَّا | هِىَ ۚ | وَ | اِنۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| نہ آهي | ظالمن لاءِ | ڪوئي | مددگار. | جيڪڏهن | توهان ظاهر ڪريو | خيرات | تہ چڱو آهي | اهو | ۽ | جيڪڏهن |

جو ڪو مددگار نہ آهي(٢٧٠) جيڪڏهن خيراتون پڌريون ڪري ڏيندؤ تہ اُهي (ڪهڙيون نہ) چڱيون آهن. ۽ جيڪڏهن

| تُخۡفُوۡهَا | وَ | تُؤۡتُوۡهَا | الۡفُقَرَآءَ | فَهُوَ | خَيۡرٌ | لَّكُمۡ ؕ | وَ | يُكَفِّرُ | عَنۡكُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان لڪايو ان کي | ۽ | ڏيو اها | غريبن کي | تہ اهو | ڏاڍو ڀلو آهي | توهان لاءِ | ۽ | (الله) مٽائي ڇڏيندو | توهان کان |

اُنهن کي ڳجهو ڪندؤ ۽ اُهي محتاجن کي ڏيندؤ تہ اُهي اوهان لاءِ (ويتر) ڀليون آهن. ۽ الله اوهان جا ڪي

| مِّنۡ سَيِّاٰتِكُمۡ ؕ | وَ | اللّٰهُ | بِمَا | تَعۡمَلُوۡنَ | خَبِيۡرٌ (271) | لَيۡسَ | عَلَيۡكَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جا (ڪجهه) گناهه | ۽ | الله | ساڻ ان جي جيڪي | توهان عمل ڪريو ٿا | خوب خبردار آهي. | نہ آهي | توتي (اي نبي!) |

گناه اوهان کان ميٽيندو، ۽ جيڪي اوهان ڪندا آهيو تنهن جي الله خبر رکندڙ آهي(٢٧١) (اي پيغمبر) توتي

| هُدٰٮهُمۡ | وَلٰكِنَّ | اللّٰهَ | يَهۡدِىۡ | مَنۡ | يَّشَآءُ ؕ | وَ | مَا | تُنۡفِقُوۡا | مِنۡ خَيۡرٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هنن کي هدايت ڏيڻ | پر | الله | هدايت ڏئي ٿو | جنهن کي | گهري ٿو | ۽ | جيڪي | توهان خرچ ڪريو | مال مان |

اُنهن (ڪافرن) کي هدايت (يعني دل ۾ اثر پيدا) ڪرڻ لازم نہ آهي پر الله جنهن کي گهرندو آهي تنهن کي هدايت ڪندو

| فَلِاَنۡفُسِكُمۡ ؕ | وَ | مَا | تُنۡفِقُوۡنَ | اِلَّا | ابۡتِغَآءَ | وَجۡهِ اللّٰهِ ؕ | وَ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ اهو توهان جي پنهنجي (فائدي) لاءِ آهي | ۽ | نٿا | توهان خرچ ڪريو | پر | ڳولڻ لاءِ | الله جو راضپو | ۽ | جيڪي |

آهي ۽ جيڪي ڪجھ مال خرچيندا آهيو سو اوهان لاءِ آهي، ۽ الله جي رضامندي طلبڻ کانسواءِ (اوهين) خرچ

| تُنۡفِقُوۡا | مِنۡ خَيۡرٍ | يُّوَفَّ | اِلَيۡكُمۡ | وَ | اَنۡتُمۡ | لَا | تُظۡلَمُوۡنَ ﴿272﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان خرچ ڪندؤ | مال مان | اهو پورو پورو ڏنو ويندو | توهانکي | ۽ | توهان | نہ | ظلم ڪيا ويندؤ. |

نہ ڪريو، ۽ جيڪي ڪجھ مال خرچيو (اُن جو ثواب) اوهان کي پورو ڏبو ۽ اوهان تي ظلم نہ ڪبو(۲۷۲)

| لِلۡفُقَرَآءِ | الَّذِيۡنَ | اُحۡصِرُوۡا | فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ | لَا | يَسۡتَطِيۡعُوۡنَ | ضَرۡبًا |
|---|---|---|---|---|---|---|
| (هي صدقو) انهن گهرج وارن لاءِ آهي | جيڪي | جهليا ويا آهن | الله جي راهہ ۾ | نٿا | اهي طاقت رکن | هلڻ چلڻ جي |

اهڙن فقيرن کي (خيرات ڏيڻ لازم آهي) جيڪي الله جي واٽ ۾ روڪيل آهن (واپار لاءِ) مُلڪ ۾

| فِي الۡاَرۡضِ ز | يَحۡسَبُهُمُ | الۡجَاهِلُ | اَغۡنِيَآءَ | مِنَ التَّعَفُّفِ ۚ | تَعۡرِفُهُمۡ |
|---|---|---|---|---|---|
| زمين ۾ | گمان ڪري ٿو انهن کي | اڻ ڄاڻ، | مالدار، | هنن جي نہ گهرڻ سببان. | تون سڃاڻين ٿو انهن کي |

سفر ڪري نہ سگهندا آهن، ناواقف (سندن) بي طمعي سببان ڪين آسودا ڀائيندا آهن،

| بِسِيۡمٰهُمۡ ۚ | لَا | يَسۡـَٔلُوۡنَ | النَّاسَ | اِلۡحَافًا ؕ | وَ | مَا | تُنۡفِقُوۡا | مِنۡ خَيۡرٍ | فَاِنَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سندن پيشانيءَ مان. | نٿا | اهي سوال ڪن | ماڻهن کان | چنبڙي. | ۽ | جيڪي | توهان خرچ ڪريو | مال مان | تہ بيشڪ |

سندين پيشانين مان ڪين سڃاڻندو آهين، چنبڙي ماڻهن کان نہ پنندا آهن، ۽ جيڪي ڪجھ مال خرچيندا

ع ٣٧ ٥

| اللّٰهَ | بِهٖ | عَلِيۡمٌ ﴿273﴾ ع | اَلَّذِيۡنَ | يُنۡفِقُوۡنَ | اَمۡوَالَهُمۡ | بِالَّيۡلِ | وَ | النَّهَارِ | سِرًّا | وَّ | عَلَانِيَةً |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ان کي | خوب ڄاڻندڙ آهي. | اهي جيڪي | خرچ ڪن ٿا | پنهنجا مال | رات جو | ۽ | ڏينهن جو | ڳجهو | ۽ | ظاهر |

آهيو سو الله ڄاڻندڙ آهي(۲۷۳) جيڪي پنهنجا مال رات جو ۽ ڏينهن جو ڳجهو ۽ پڌرو خرچيندا آهن

وقف منزل

| فَلَهُمۡ | اَجۡرُهُمۡ | عِنۡدَ رَبِّهِمۡ ۚ | وَ | لَا | خَوۡفٌ | عَلَيۡهِمۡ | وَ | لَا | هُمۡ | يَحۡزَنُوۡنَ ﴿274﴾ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ انهن لاءِ آهي | سندن اجر | انهن جي رب وٽ | ۽ | نہ | ڪوئي خوف هوندو | انهن تي | ۽ | نہ | اهي | غمگين ٿيندا. |

تن لاءِ سندن پالڻهار وٽ سندن اَجر آهي، ۽ نڪي ڪين ڪو ڀؤ آهي ۽ نڪي اُهي غمگين رهندا(۲۷۴)

| اَلَّذِيۡنَ | يَاۡكُلُوۡنَ | الرِّبٰوا | لَا | يَقُوۡمُوۡنَ | اِلَّا كَمَا | يَقُوۡمُ | الَّذِيۡ | يَتَخَبَّطُهُ | الشَّيۡطٰنُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي جيڪي | کائين ٿا | وياج | نہ | اهي بيهندا | پر جيئن | بيهي ٿو | اهو | جنهن کي مست ڪري ڇڏيو آهي | شيطان |

جيڪي وياج کائيندا آهن سي (قبرن مان) رڳو اُنهيءَ (ماڻهوءَ) جي اُٿڻ جهڙو اُٿندا جنهن کي جِنّ اثر سببان چريو ڪيو

وقف لازم

| مِنَ الۡمَسِّ | ذٰلِكَ | بِاَنَّهُمۡ | قَالُوۡۤا | اِنَّمَا الۡبَيۡعُ | مِثۡلُ الرِّبٰوا ۘ | وَ | اَحَلَّ اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڇهڻ سان | اها (سزا) | هن ڪري آهي جو | انهن چيو تہ | واپار تہ آهي ئي | وياج وانگر. | حالانڪ | حلال ڪيو آهي الله |

هجي، اِهو هن ڪري آهي جو اُهي (وياج خور) چون ٿا تہ واپار وياج جهڙوئي آهي، هن هوندي جو الله واپار کي حلال ڪيو

| الْبَيْعَ | وَ | حَرَّمَ | الرِّبٰوا ؕ | فَمَنْ | جَآءَهٗ | مَوْعِظَةٌ | مِّنْ رَّبِّهٖ | فَانْتَهٰى |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| واپار کي | ۽ | حرام ڪيو هن | وياج کي. | پوءِ اهو ماڻهو | اچي وئي وٽس | نصيحت | سندس رب وٽان | تہ اهو مڙي ويو |

آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي، پوءِ جنهن کي پنهنجي پالڻهار وٽان نصيحت آئي ۽ (وياج) ڇڏيائين تنهن لاءِ

| فَلَهٗ | مَا | سَلَفَ ؕ | وَ | اَمْرُهٗٓ | اِلَى اللّٰهِ ؕ | وَ | مَنْ | عَادَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ انهيءَ لاءِ آهي | جيڪي | اڳ ٿي چڪو. | ۽ | سندس معاملو | الله ڏانهن آهي. | ۽ | جيڪو | پيهر (وياج جو ڪم) ڪري |

جيڪي اڳي ڪيائين سو (هيئنر معاف) آهي، ۽ (آخرت ۾) سندس ڪم الله ڏانهن (سونپيل) آهي، ۽ جن هيءَ عادت نہ ڇڏي

| فَاُولٰٓئِكَ | اَصْحٰبُ النَّارِ ۚ | هُمْ | فِيْهَا | خٰلِدُوْنَ ﴿275﴾ | يَمْحَقُ | اللّٰهُ | الرِّبٰوا | وَ | يُرْبِي | الصَّدَقٰتِ ؕ | وَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ اهي | دوزخ وارا آهن | اهي | ان ۾ | هميشہ رهندا. | مِٽائي ٿو | الله | وياج کي | ۽ | وڌائي ٿو | صدقن کي. | ۽ |

سي دوزخي آهن، اُهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن(٢٧٥) الله وياج (جو ڪٽيو) ناس ڪري ڇڏيندو آهي ۽ خيراتن کي

| اللّٰهُ | لَا يُحِبُّ | كُلَّ | كَفَّارٍ | اَثِيْمٍ ﴿276﴾ | اِنَّ | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوْا | وَ | عَمِلُوا | الصّٰلِحٰتِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | نٿو پسند ڪري | هر | ڪفر ڪرڻ واري | گناهگار کي. | بيشڪ | اهي جن | ايمان آندو | ۽ | انهن عمل ڪيا | صالح |

وڌائيندو آهي،۽ الله سڀ ڪنهن بي شڪر گنهگار کي دوست نہ رکندو آهي(٢٧٦) جن ايمان آندو ۽ چڱا

| وَ | اَقَامُوا | الصَّلٰوةَ | وَ | اٰتَوُا | الزَّكٰوةَ | لَهُمْ | اَجْرُهُمْ | عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ | وَ | لَا | خَوْفٌ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | قائم ڪيو | نماز کي | ۽ | ادا ڪندا رهيا | زڪوات | انهن لاءِ آهي | سندن اجر | انهن جي رب وٽ | ۽ | نہ | ڪوئي خوف هوندو |

ڪم ڪيا ۽ نماز پڙهيائون ۽ زڪوٰة ڏنائون تن لاءِ سندن پالڻهار وٽ سندن اَجر آهي، ۽ نڪي ڪين ڪو ڀؤ

| عَلَيْهِمْ | وَ | لَا | هُمْ | يَحْزَنُوْنَ ﴿277﴾ | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ | اٰمَنُوا | اتَّقُوا اللّٰهَ | وَ | ذَرُوْا | مَا | بَقِيَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انهن تي | ۽ | نہ | اهي | غمگين ٿيندا. | اي | اهي جن | ايمان آندو آهي | توهان الله کان ڊڄو | ۽ | ڇڏيو | جيڪي | باقي آهي |

آهي ۽ نڪي اُهي غمگين رهندا(٢٧٧) اي ايمان وارؤ الله کان ڊڄو ۽ جيڪڏهن اوهين (الله ۽ رسول کي) مڃيندڙ آهيو

| مِنَ الرِّبٰوا | اِنْ | كُنْتُمْ | مُّؤْمِنِيْنَ ﴿278﴾ | فَاِنْ | لَّمْ | تَفْعَلُوْا | فَاْذَنُوْا | بِحَرْبٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وياج مان | جيڪڏهن | آهيو توهان | مؤمن. | پوءِ جيڪڏهن | نہ | ڪيو توهان (ائين) | تہ خبردار ٿيو | جنگ لاءِ |

تہ جيڪي وياج مان رهيل آهي سو ڇڏيو(٢٧٨) پوءِ جيڪڏهن (ائين) نہ ڪندؤ تہ الله ۽ سندس رسول جي پاران

| مِّنَ اللّٰهِ | وَ | رَسُوْلِهٖ ۚ | وَ | اِنْ | تُبْتُمْ | فَلَكُمْ | رُءُوْسُ | اَمْوَالِكُمْ ۚ | لَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله سان | ۽ | سندس رسول (سان) | ۽ | جيڪڏهن | توهان توبهہ ڪريو | تہ توهان لاءِ آهن | اصل | مال توهان جا | نہ |

اوهان کي جنگ جي سُڌ هجي، ۽ جيڪڏهن توبہ ڪيوَ تہ اوهان لاءِ اوهان جي مالن جي موڙي آهي، نڪي

| تَظْلِمُوْنَ | وَ | لَا | تُظْلَمُوْنَ ﴿279﴾ | وَ | اِنْ | كَانَ | ذُوْ عُسْرَةٍ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان (ڪنهن تي) ظلم ڪريو | ۽ | نہ | توهان ظلم ڪيا ويندؤ. | ۽ | جيڪڏهن | هجي (قرضي) | تنگدست |

وڌيڪ وٺو ۽ نڪي اوهان کي گهٽ ڏبو(٢٧٩) (۽ جيڪڏهن (قرضي) سڃو هجي تہ سگهہ تائين

| فَنَظِرَةٌ اِلٰى | مَيْسَرَةٍ ؕ | وَ | اَنْ تَصَدَّقُوْا | خَيْرٌ | لَّكُمْ | اِنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ مهلت ڏيڻ آهي (ان کي) | آسانيءَ تائين | ۽ | توهان جو (قرض) معاف ڪرڻ | ڏاڍو ڀلو آهي | توهان جي لاءِ | جيڪڏهن |

مُهلت ڏيڻ لازم آهي، ۽ جيڪڏهن اوهين ڄاڻندا آهيو تہ اوهان جو (قرض) بخشڻ اوهان

| كُنْتُمْ | تَعْلَمُوْنَ ⑳ | وَ | اتَّقُوْا | يَوْمًا | تُرْجَعُوْنَ | فِيْهِ | اِلَى اللّٰهِ ۗ | ثُمَّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آهيو توهان | ڄاڻندڙ. | ۽ | ڊڄو | ان ڏينهن کان | (جو) توهان موٽايا ويندؤ | ان ۾ | الله ڏانهن. | پوءِ |

لاءِ ڀلو آهي(٢٨٠) ۽ (اي ماڻهو) اُنهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جنهن ۾ الله ڏانهن موٽايا ويندؤ، پوءِ

ع ٣٨ ٦

| تُوَفّٰى | كُلُّ نَفْسٍ | مَّا | كَسَبَتْ | وَ | هُمْ | لَا | يُظْلَمُوْنَ ⑳ ع | يٰٓاَيُّهَا | الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پورو (بدلو) ڏنو ويندو | هر نفس کي | (ان جو) جيڪي | هن ڪمايو | ۽ | هو | نہ | ظلم ڪيا ويندا. | اي | اهي جن |

سڀڪنهن ماڻهوءَ کي جيڪي ڪمايائين تنهن جو پورو بدلو ڏبو ۽ اُنهن تي ظلم نہ ڪبو(٢٨١) اي مؤمنؤ

| اٰمَنُوْٓا | اِذَا | تَدَايَنْتُمْ | بِدَيْنٍ | اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى | فَاكْتُبُوْهُ ؕ | وَ | لْيَكْتُبْ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايمان آندو آهي | جڏهن | توهان پاڻ ۾ معاملو ڪريو | اوڌر سان | هڪ مقرر وقت تائين | تہ اهو لکو | ۽ | گهرجي تہ لکي |

جڏهن ڪنهن ٺهرايل (مُدت) تائين قرض جو معاملو ڪريو تڏهن اُن کي لکو، ۽ اوهان جي وچ ۾

| بَّيْنَكُمْ | كَاتِبٌۢ | بِالْعَدْلِ ۠ | وَ | لَا | يَاْبَ | كَاتِبٌ | اَنْ | يَّكْتُبَ | كَمَا | عَلَّمَهُ اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان جي وچ ۾ | هڪ لکندڙ | انصاف سان | ۽ | نہ | انڪار ڪري | لکندڙ | (ان کان) جو | هُو لکي | جيئن | ڪيس الله سيکاريو |

لکندڙ کي انصاف سان لکڻ گهرجي، ۽ جئن ڪيس الله سيکاريو تئن لکندڙ لکڻ کان انڪار نہ ڪري

| فَلْيَكْتُبْ ۚ | وَ | لْيُمْلِلِ | الَّذِيْ | عَلَيْهِ | الْحَقُّ | وَ | لْيَتَّقِ اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ گهرجيس تہ هو لکي | ۽ | گهرجيس تہ لکرائي | اهو جو | مٿس | حق (قرض) آهي | ۽ | گهرجيس تہ هو ڊڄي الله کان |

پوءِ لکڻ گهرجيس، ۽ جنهن تي قرض آهي سو (مطلب) بيان ڪري ۽ پنهنجي پالڻهار الله کان ڊڄڻ

| رَبَّهٗ | وَ | لَا | يَبْخَسْ | مِنْهُ | شَيْـًٔا ؕ | فَاِنْ | كَانَ | الَّذِيْ | عَلَيْهِ | الْحَقُّ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪو سندس رب آهي | ۽ | نہ | گهٽ ڪري | ان مان | ڪائي شيءِ | پوءِ جيڪڏهن | هجي | اهو | جنهن تي | حق (قرض) آهي |

گهرجيس ۽ منجهانئس ڪُجهہ نہ گهٽائي، پوءِ جنهن تي قرض آهي سو جيڪڏهن

| سَفِيْهًا | اَوْ | ضَعِيْفًا | اَوْ | لَا | يَسْتَطِيْعُ | اَنْ | يُّمِلَّ | هُوَ | فَلْيُمْلِلْ | وَلِيُّهٗ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بي سمجهہ | يا | ضعيف | يا | نٿو | اهو طاقت رکي | (اها) تہ | لکرائي | هو پاڻ | تہ گهرجي تہ لکرائي | ان (مقروض) جو عيوضي |

اَبوجهہ يا هيڻو هجي يا بيان نہ ڪري سگهي تہ سندس سنڀاليندڙ کي اِنصاف سان

| بِالْعَدْلِ ؕ | وَ | اسْتَشْهِدُوْا | شَهِيْدَيْنِ | مِنْ رِّجَالِكُمْ ۚ | فَاِنْ | لَّمْ | يَكُوْنَا | رَجُلَيْنِ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انصاف سان | ۽ | توهان مقرر ڪجو | ٻہ شاهد | پنهنجي (مسلمان) مردن مان | پوءِ جيڪڏهن | نہ | هجن | ٻہ مرد |

بيان ڪرڻ گهرجي، ۽ پنهنجن (مسلمانن) مڙسن مان ٻہ گواهہ شاهد ڪريو، پوءِ جيڪڏهن ٻہ مڙس

| فَرَجُلٌ | وَّ | امْرَاَتٰنِ | مِمَّنْ | تَرْضَوْنَ | مِنَ الشُّهَدَآءِ | اَنْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ (شاهدي ڏين) هڪ مرد | ۽ | ٻہ عورتون | انهن مان جن کي | توهان پسند ڪريو ٿا | شاهدن مان | (اهو ان ڪري) جو (اگر) |

نہ هجن تہ هڪ مڙس ۽ ٻہ زالون (اُنهن) شاهدن مان جيڪي اوهان کي وڻن (شاهد ڪريو هن لاءِ) تہ

| تَضِلَّ | اِحْدٰىهُمَا | فَتُذَكِّرَ | اِحْدٰىهُمَا | الْاُخْرٰى | وَ | لَا | يَاْبَ | الشُّهَدَآءُ | اِذَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| وساري ويهي | هڪ (عورت) انهن ٻن مان | تہ ياد ڏياري | هڪ انهن مان | ٻيءَ کي | ۽ | نہ | انڪار ڪن | شاهد | جڏهن بہ |

جي اُنهن (ٻنهي) مان هڪڙي وساريندي تہ اُنهن مان ٻي کيس ياد ڏياريندي، ۽ جڏهن شاهد

| مَا دُعُوْا | وَ | لَا | تَسْـَٔمُوْٓا | اَنْ | تَكْتُبُوْهُ | صَغِيْرًا | اَوْ | كَبِيْرًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اهي سڏيا وڃن | ۽ | نہ | توهان کي بيزاري ٿئي | (ان کان) جو | توهان لکو اهو | ننڍو (معاملو) هجي | يا | وڏو |

(شاهديءَ ڏانهن)سڏيا وڃن تہ انڪار نہ ڪن، ۽ اُن جي مدت تائين ٿوري يا گهڻي (قرض) جي لکي

| اِلٰٓى اَجَلِهٖ | ذٰلِكُمْ | اَقْسَطُ | عِنْدَ اللّٰهِ | وَ | اَقْوَمُ | لِلشَّهَادَةِ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جي مقرر ڪيل وقت تائين. | اهو (لکڻ) | انصاف جي گهڻو ويجهو آهي | الله وٽ | ۽ | نهايت پختو رکي ٿو | شاهديءَ کي |

ڏيڻ کان نہ ٿڪجو، اِهو (لکڻ) الله وٽ انصاف کي تمام ويجهو ۽ شاهديءَ لاءِ بلڪل

| وَ | اَدْنٰٓى | اَلَّا | تَرْتَابُوْٓا | اِلَّآ | اَنْ | تَكُوْنَ | تِجَارَةً | حَاضِرَةً |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | گهڻو ويجهو آهي (ان ڳالهہ کي) | جو نہ | شڪ ۾ پئو توهان | پر | هي تہ | هجي | سودو | هٿو هٿ |

بيهڪ وارو آهي ۽ اوهان جي شڪ ۾ نہ پوڻ کي (بہ) ڏاڍو ويجهو آهي پر جيڪڏهن اوهان جو واپار

| تُدِيْرُوْنَهَا | بَيْنَكُمْ | فَلَيْسَ | عَلَيْكُمْ | جُنَاحٌ | اَلَّا | تَكْتُبُوْهَا | وَ | اَشْهِدُوْٓا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| (جو) توهان ڏيتي ليتي ڪريو ٿا | پاڻ ۾ | تہ ناهي | توهان تي | ڪوئي گناهہ | جيڪڏهن نہ | لکو توهان اهو. | ۽ | شاهد ڪريو |

رُوبرو هجي جو اوهين هٿون هٿ پاڻ ۾ پيا ڪريو تہ اُن جي نہ لکڻ ۾ اوهان تي ڪو گناهہ نہ آهي، ۽ جڏهن

| اِذَا | تَبَايَعْتُمْ | وَ | لَا | يُضَآرَّ | كَاتِبٌ | وَّ | لَا | شَهِيْدٌ | وَ | اِنْ | تَفْعَلُوْا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جڏهن | توهان پاڻ ۾ سودو ڪريو | ۽ | نہ | نقصان ڏنو وڃي | لکڻ واري کي | ۽ | نہ | شاهد کي. | ۽ | جيڪڏهن | توهان ائين ڪندؤ |

ڳنهو وڪڻو تہ شاهد ڪريو، ۽ لکندڙ ۽ شاهد کي نہ ڏکوئجي، ۽ جيڪڏهن (اهڙو ڪم) ڪندؤ

| فَاِنَّهٗ | فُسُوْقٌۢ بِكُمْ | وَ | اتَّقُوا | اللّٰهَ | وَ | يُعَلِّمُكُمُ | اللّٰهُ | وَ | اللّٰهُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ بيشڪ اها | نافرماني آهي (جنهنجو گناهہ ٿيندو) توهانکي | ۽ | ڊڄو | الله کان | ۽ | سيکاري ٿو توهانکي | الله. | ۽ | الله |

تہ اُهو اوهان کي گُناهہ آهي، ۽ الله کان ڊڄو، ۽ الله اوهان کي سيکاري ٿو، ۽ الله

| بِكُلِّ | شَيْءٍ | عَلِيْمٌ ﴿282﴾ | وَ | اِنْ | كُنْتُمْ | عَلٰى سَفَرٍ | وَّ | لَمْ | تَجِدُوْا | كَاتِبًا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هر | شيءِ کي | خوب ڄاڻندڙ آهي. | ۽ | جيڪڏهن | آهيو توهان | سفر ۾ | ۽ | نہ | توهان لهو | ڪوئي لکندڙ |

سڀڪنهن شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي(٢٨٢) ۽ جيڪڏهن اوهين مسافريءَ ۾ هُجو ۽ لکندڙ نہ لهو

| فَرِهٰنٌ | مَّقۡبُوۡضَةٌ ؕ | فَاِنۡ | اَمِنَ | بَعۡضُكُمۡ | بَعۡضًا |
|---|---|---|---|---|---|
| تہ گروي (طور تي) | قبضي ۾ ڏني وڃي (ڪائي شيءِ). | پوءِ جيڪڏهن | اعتبار ڪري | ڪوئي توهان مان | ڪنهن تي |

تہ هٿڻ گروي ونڻ لازم آهي، پوءِ جيڪڏهن اوهان مان هڪڙا ٻين تي اعتبار رکن تہ

| فَلۡيُؤَدِّ | الَّذِى | اؤۡتُمِنَ | اَمَانَتَهٗ | وَ | لۡيَتَّقِ | اللّٰهَ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| تہ گهرجيس تہ ادا ڪري | اهو جنهن تي | اعتبار ڪيو ويو آهي | سندس امانت | ۽ | گهرجيس تہ هو ڊڄي | الله کان |

جنهن تي اعتبار رکيو ويو تنهن کي پنهنجي امانت (يعني قرض) ادا ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي پالڻهار الله

| رَبَّهٗ ؕ | وَ | لَا | تَكۡتُمُوا | الشَّهَادَةَ ؕ | وَ | مَنۡ | يَّكۡتُمۡهَا | فَاِنَّهٗۤ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جيڪو سندس رب آهي. | ۽ | نہ | لڪايو توهان | شاهديءَ کي | ۽ | جيڪو | لڪائيندو ان (شاهديءَ) کي | تہ بيشڪ اهو |

کان ڊڄڻ گهرجي، ۽ شاهدي نہ لڪايو، ۽ جيڪو اُن کي لڪائيندو تہ بيشڪ سندس دل ڏوهارڻ

| اٰثِمٌ | قَلۡبُهٗ ؕ | وَ | اللّٰهُ | بِمَا | تَعۡمَلُوۡنَ | عَلِيۡمٌ ﴿283﴾ | لِلّٰهِ | مَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گناهگار آهي | سندس دل. | ۽ | الله | ان کي جيڪي | توهان ڪريو ٿا | خوب ڄاڻندڙ آهي. | الله جي لاءِ آهي | جيڪي بہ |

آهي، ۽ جيڪي اوهين ڪندا آهيو سو الله ڄاڻندڙ آهي(٢٨٣) جيڪي آسمانن ۾

| فِى السَّمٰوٰتِ | وَ | مَا | فِى الۡاَرۡضِ ؕ | وَ | اِنۡ | تُبۡدُوۡا | مَا | فِىۡۤ اَنۡفُسِكُمۡ | اَوۡ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آسمانن ۾ | ۽ | جيڪي بہ | زمين ۾ آهي. | ۽ | جيڪڏهن | توهان ظاهر ڪريو | اهو جيڪي | توهان جي دلين ۾ آهي | يا |

آهي ۽ جيڪي زمين ۾ آهي سا الله جي ئي (ملڪيت) آهي، ۽ جيڪي اوهان جي دلين ۾ آهي سو جيڪڏهن پڌرو ڪريو

| تُخۡفُوۡهُ | يُحَاسِبۡكُمۡ | بِهِ | اللّٰهُ ؕ | فَيَغۡفِرُ | لِمَنۡ | يَّشَآءُ | وَ | يُعَذِّبُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| توهان لڪايو ان کي | توهان کان حساب وٺندو | ان جو | الله. | پوءِ هو بخشي ڇڏيندو | جنهن کي | گهرندو | ۽ | عذاب ڏيندو |

توڙي اُهو لڪايو (تہ بہ) الله اوهان سان اُن جو حساب ڪندو، پوءِ جنهن لاءِ گهرندو تنهن کي بخشيندو، ۽ جنهن لاءِ

| مَنۡ | يَّشَآءُ ؕ | وَ | اللّٰهُ | عَلٰى | كُلِّ شَىۡءٍ | قَدِيۡرٌ ﴿284﴾ | اٰمَنَ | الرَّسُوۡلُ | بِمَاۤ | اُنۡزِلَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جنهن کي | گهرندو. | ۽ | الله | مٿان | هر شيءِ جي | خوب قادر آهي. | ايمان آندو | رسول | ان سان جيڪو | نازل ڪيو ويو |

گهرندو تنهن کي عذاب ڪندو، ۽ الله سڀڪنهن شيءِ تي وس وارو آهي(٢٨٤) پيغمبر (محمد ﷺ) ڏانهن جيڪي

| اِلَيۡهِ | مِنۡ رَّبِّهٖ | وَ | الۡمُؤۡمِنُوۡنَ ؕ | كُلٌّ | اٰمَنَ | بِاللّٰهِ | وَ | مَلٰٓئِكَتِهٖ | وَ | كُتُبِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| هن ڏانهن | سندس رب جي طرفان | ۽ | سيئي مؤمن (بہ). | سيني | ايمان آندو | الله تي | ۽ | سندس ملائڪن | ۽ | ان جي ڪتابن |

سندس پالڻهار کان لاٿو ويو سو اُن مڃيو آهي ۽ مؤمنن (بہ)، سڀڪنهن الله ۽ سندس ملائڪن ۽ سندس ڪتابن ۽ سندس

| وَ | رُسُلِهٖ ۚ | لَا | نُفَرِّقُ | بَيۡنَ | اَحَدٍ | مِّنۡ رُّسُلِهٖ ۚ | وَ | قَالُوۡا | سَمِعۡنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | سندس رسولن (تي) | (چون ٿا) نٿا اسان | فرق ڪريون | (انهن) منجهہ | ڪنهن جي | سندس رسولن مان | ۽ | هنن چيو | اسان ٻڌو |

رسولن کي مڃيو آهي، (چون ٿا تہ) سندس پيغمبرن مان ڪنهن هڪ (جي مڃڻ) ۾ فرق نہ ڪندا آهيون، ۽ چيائون تہ ٻڌوسون

| وَ | اَطَعْنَا | غُفْرَانَكَ | رَبَّنَا | وَ | اِلَيْكَ | الْمَصِيْرُ (285) | لَا | يُكَلِّفُ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | اسان اطاعت ڪئي | (اسان گهرون ٿا) تنهنجي مغفرت | اي اسان جا رب! | ۽ | تو ڏانهن ئي | موٽڻو آهي. | نٿو | تڪليف ڏئي |

۽ سندس (حُڪم) مڃيوسون، اي اسان جا پالڻهار تنهنجي بخشش گهرون ٿا ۽ تو ڏانهن موٽڻو آهي(**٢٨٥**) الله ڪنهن

| اللّٰهُ | نَفْسًا | اِلَّا | وُسْعَهَا | لَهَا | مَا | كَسَبَتْ | وَ | عَلَيْهَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| الله | ڪنهن نفس کي | پر | سندس طاقت آهر. | ان لاءِ ئي آهي | جيڪا | هن (نيڪي) ڪمائي | ۽ | انهيءَ تي آهي (وبال) |

کي سندس وس ڌاران تڪليف نہ ڏيندو آهي، جيڪي (چڱو) ڪمايائين سو سندس (فائدي)

| مَا | اكْتَسَبَتْ | رَبَّنَا | لَا تُؤَاخِذْنَآ | اِنْ | نَّسِيْنَآ | اَوْ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ان جو جيڪا | هن (بدي) ڪمائي. | اي اسان جا ربّ! | نہ پڪڙ ڪجانءِ اسان جي | جيڪڏهن | اسان وساري ويهون | يا |

لاءِ آهي ۽ جيڪي (بڇڙو) ڪمايائين سو مٿس آهي، اي اسان جا پالڻهار جيڪڏهن وساريون يا

| اَخْطَاْنَا | رَبَّنَا | وَ | لَا | تَحْمِلْ | عَلَيْنَآ | اِصْرًا | كَمَا | حَمَلْتَهٗ | عَلَى الَّذِيْنَ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان کان خطا ٿئي | اي اسان جا ربّ! | ۽ | نہ | رکج | اسان تي | بار | جيئن | تو وڌو هو اهو | انهن تي جيڪي |

چوڪ ڪريون تہ اسان کي نہ پڪڙ، ۽ اي اسان جا پالڻهار اسان تي اهڙو بار نہ رک جهڙو اسان کان اڳين

| مِنْ قَبْلِنَا | رَبَّنَا | وَ | لَا | تُحَمِّلْنَا | مَا | لَا | طَاقَةَ | لَنَا | بِهٖ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| اسان کان اڳ هئا | اي اسان جا ربّ! | ۽ | نہ | ڪٽاءِ اسان کان اهو بار | جيڪا | ناهي | طاقت | اسان کي | ان (جي ڪٽڻ) جي. |

تي رکيو هيئي، ۽ اي اسان جا پالڻهار (جنهن بار) جي ڪٽڻ جي اسان کي سگهہ ڪانهي سو اسان تي نہ رک،

| وَ | اعْفُ | عَنَّا | وَ | اغْفِرْ لَنَا | وَ | ارْحَمْنَا | اَنْتَ | مَوْلٰنَا |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۽ | درگذر ڪر | اسان کان. | ۽ | اسان کي بخش. | ۽ | اسان تي رحم ڪر. | تون ئي | اسان جو ڪارساز آهين |

۽ اسان کي معاف ڪر، ۽ اسان کي بخش، ۽ اسان تي مِهر ڪر، تون اسان جو سائين آهين تنهنڪري

| فَانْصُرْنَا | عَلَى | الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ (286) |
|---|---|---|
| پوءِ تون اسان جي مدد ڪر | مٿان | ڪافر قوم جي. |

اسان کي ڪافر ٽوليءَ تي سوڀ ڏي(**٢٨٦**)

ع ٣٨